# تحت إشراف :

دار الترجمة بمركز

القران و الحديث كراتشي

بالتعاون مع

قسم انترنيت بدارالسلام جاليات

الربوة ،

الرياض – السعودية

## دوزخ جي وجود جو ثبوت

مسئلو 1: رسول اکرمﷺ ابو ثمامہ عمرو بن مالک کي دوزخ ۾ آنڊا گھليندي ڏٺو.

حضرت جابر رضي الله عنہ نبي اکرمﷺ کان روايت ٿا کن تہ پاڻي____ فرمايو، ”مون ابو ثمامہ عمرو بن مالک کي دوزخ ۾ ڏٺو. اھو پنھنجا آنڊا دوزخ ۾ گھلي رھيو ھو.“ (مسلم)

مسئلو 2: قبر ۾ دوزخي کي ان جو ٺکاڻو ڏيکاريو ويندو آھي.

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنھما کان روايت آھي رسول الله ﷺ فرمايو، ”جڏھن توھان مان کو ماڻھو فوت ٿي ٿو وڃي تہ ان کي ان جو ٺکاڻو صبح ۽ شام ڏيکاريو وڃي ٿو. جيکڏھن جنتي آھي تہ جنت ۾ (ان جو ٺکاڻو ان کي ڏيکاريو وڃي ٿو ۽) جيکڏھن دوزخي آھي تہ دوزخ ۾ (ان جو ٺکاڻو ان کي ڏيکاريو وڃي ٿو). (بخاري)

دوزخ جا دروازا

مسئلو :3 دوزخ جا ست دروازا آھن.

مسئلو :4 سيئي دوزخي پنهنجي پنهنجي گناهن جي مطابق مخصوص دروازن مان داخل ٿيندا.

(شيطان جي پيروي ڪرڻ وارا ) سڀني انسانن جي لا” دوزخ جو واعدو آهي جنهن جا ست دروازا آهن. هر دروازي جي لا” دوزخين جو هڪڙو حصو مخصوص ڪيو ويو آهي.( سورت الحجر، آيت نمبر 43_44)

مسئلو 5: قيامت جي ڏينهن ملائڪ دوزخ جا بند دروازا کوليندا تہ جيئن دوزخين کي الڳ الڳ گروهن ۾ داخل ڪري سگهن.

وضاحت: (تفصيل لا” ڏسو آيت نمبر نمبر 192)

مسئلو 6: دوزخين کي دوزخ ۾ داخل ڪرڻ کان پو{ دوزخ جا دروازا سختيءَ سان بند ڪيا ويندا.

وضاحت: (تفصيل لا{ ڏسو آيت مسئلو نمبر 133)

دوزخ جا درجا

مسئلو7: دوزخ جا مختلف درجا آهن. سڀ کان هيٺئين درجي ۾ سخت ترين عذاب هوندو ۽ مٿئين درجي ۾ سڀ کا گهٽ عذاب ٿيندو.

حضرت عباس بن عبدالمطلب رض کان روايت آهي تہ انهن عرض ڪيو، يا رسول الله ﷺ ، ابو طالب توهان جي حفاظت ڪندو هو ۽ توهان صلي الله لا{ (ٻين سان) ناراض رهندو هو. ڇا اها ڳالهہ هن جي ڪنهن ڪم ايندي؟ ” پاڻ ﷺ ارشاد فرمايو،” ها ! هاڻي اهو دوزخ جي مٿئين درجي ۾ آهي. جيڪڏهن مان انهن جي سفارش نہ ڪريان ها تہ هو دوزخ جي هيٺئين درجي ۾ هجي ها”. (مسلم)

مسئلو 8: منافق دوزخ جي هيٺئين درجي ۾ هوندا.

بيشڪ منافق دوزخ جي سڀ کان هيٺئين درجي ۾ هوندا ۽ توهان ڪنهن کي انهن جو مددگار نہ ڏسندؤ. (سوره النساءَ، آيت نمبر 145)

مسئلو9: دوزخ جا درجا مختلف گناهن جي مطابق مختلف عذابن جي لا{ مخصوص هوندا. ( والله اعلم بالصواب)

حضرت سمرت رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ هن نبي اڪرم ﷺ کي فرمائيندي ٻڌو، ”ڪن ماڻهن کي باهہ ٽڙين تائين ساڙيندي، ڪن ماڻهن کي ڇيلهہ تائين ساڙيندي ۽ ڪن ماڻهن کي ڳچيءَ تائين ساڙيندي.” (مسلم)

حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي اڪرم ﷺ فرمايو، ”باهه ابن آدم جي سڄي بدن کي کائيندي ليڪن سجدي واري جاءِ کي نه کائيندي. الله تعاليٰ باهه تي سجدي واري جاءِ کي کائڻ حرام ڪري ڇڏيو آهي.“ (ابن ماجه)

مسئلو 10: دوزخ جو هڪڙو درجو ”الجحيم“ (ڀڙڪندڙ باهه جو کڏو) آهي.

جنهن سرڪشي اختيار ڪئي ۽ دنيا جي زندگيءَ کي ترجيح ڏنائين ان جو ٺڪاڻو ڀڙڪندڙ باهه جو کڏو هوندو. (سورت النازعات، آيت نمبر 37 ۽ 39)

مسئلو 11: دوزخ جو ٻيو درجو :الحطمت“ (چڪناچور ڪرڻ واري) آهي.

هرگز نه! اهو شخص چڪناچور ڪرڻ واري جاءِ ۾ اڇليو ويندو ۽ توکي ڪهڙي خبر ته اها چڪناچور ڪرڻ واري جاءِ ڇا آهي؟ الله جي باهه آهي، چڱيءَ طرح ڀڙڪايل. (سورت الهمزت، آيت نمبر 4_6)

مسئلو 12: دوزخ جو ٽيون درجو هاويت (گهري کاهي کڏ) آهي.

۽ جن جا (تارازيءَ جا) پڙ هلڪا هوندا انهن جي جا{ گهري کاهي هوندي ۽ توکي کهڙي خبر تہ گهري کاهي ڇا آهي؟ ڀڙڪندڙ باهہ آهي. (سرت القارعتہ آيت نمبر 8_11)

مسئلو 13: دوزخ جو چوٿون درجو ”سفر“ (سخت لوهاڻ واري) آهي.

عنقريب مان ان کي سخت ”لوساڻ“ واري جا{ ۾ اڇلي ڇڏيندس. توکي کهڙي خبر تہ سخت لوساڻ واري جا{ ڇا آهي؟ اها نہ رهائي ٿي ۽ نہ ڪل کي ڇڏي ٿي. ماڻهوءَ کي (ساڙي) ڪارو ڪرڻ واري آهي. (سورت مدثر، آيت نمبر 26_29)

مسئلو 14: دوزخ جو پنجون درجو ”لظي“ (ڀڙڪندڙ باهہ جي لپيٽ) آهي.

هرگز نہ! اها تہ ڀڙڪندڙ باهہ جي لپيٽ آهي. جيڪا مٿي ۽ منهن جي کل اڌيڙي ڇڏيندي. پڪاري پڪاري پاڻ ڏانهن سڏيندي. هر انهيءَ شخص کي جنهن منهن موڙيو ۽ پٺ

ڦيري، مال گڏ ڪيو ۽ خرچ نہ ڪيو. (سورت معارج، آيت نمبر 15_18)

مسئلو 15: دوزخ جو ڇهون درجو ”سعير“ (دهڪندڙ باهہ) آهي.

(قيامت جي ڏينهن) ڪافر چوندا ڪاش! اسان (دنيا ۾) غور سان ٻڌون يا سمجهون ها تہ اڄ هن دهڪندڙ باهہ جي سزا وارن ۾ شامل نہ ٿيون ها. اهڙي طرح اهي پنهنجي ڏوهن جو خود اعتراف ڪندا. لعنت آهي. انهن دوزخين تي. (سورت الملڪ، آيت نمبر 10_11)

مسئلو 16: دوزخ جي هڪڙي درجي جو نالو ”زمهرير“ آهي. جنهن ۾ سخت سردي جو عذاب ڏنو ويندو.

وضاحت: (تفصيل لاءِ حديث مسئلو نمبر 521)

مسئلو 17: دوزخ جي هڪ وادي جو نالو ”ويل“ (هلاڪت ۽ بربادي) بہ آهي.

(ڪافرن کي حڪم ڏنو ويندو) هلو ان ڇانو ڏانهن جيڪا ٽن شاخن واري آهي. جيڪا نہ ٿڌي آهي ۽ نہ باهہ جي لپيٽ کان بچائڻ واري آهي. هيءَ باهہ ماڙي جيترين وڏيون وڏيون

ڇپيون اڇلائينديون (ائين محسوس ٿيندو جيئن) زرد رنگ جا اٺ هجن. هلاڪت ”ان ڏينهن هلاڪت (بربادي ۽ ويل_ جهنم جي هڪ وادي) آهي ڪوڙ پائيندڙ لا{“ (سورت المرسلات، آيت نمبر 30_34)

دوزخ جي ڪشادگي

مسئلو 18: دوزخ ۾ ڪرڻ وارو پٿر ستر سال کان پو{ دوزخ جي تري ۾ پهچي ٿو.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ هڪ دفعي اسان رسول الله ﷺ سان گڏ هئاسون تہ اوچتو ڌماڪي جو آواز ٻڌوسين. رسول الله ﷺ پڇيو، ”خبر اٿو تہ اهو آواز ڇا جو هو؟“ راوي چوي ٿو تہ اسان عرض ڪيو، ”الله ۽ ان جو رسول ئي بهتر ڄاڻن ٿا“ پاڻ ﷺ فرمايو، ”هي هڪڙو پٿر هو جيڪو اڄ کان ستر سال اڳ دوزخ ۾ اڇليو ويو هو ۽ اهو باھہ ۾ ڪرندو هليو پئي ويو ۽ هاڻي اهو دوزخ جي تري ۾ پهتو آهي“ (هن مان دوزخ جي اونهائيءَ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو) (مسلم)

مسئلو 19: دوزخ جي گهرائي زمين ۽ آسمان جي وچ واري فاصلي کان وڌيڪ آهي.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ هن رسول الله ﷺ کي فرمائيندي ٻڌو، ”ٻانهو ڪا اهڙي ڳالهہ چوي ٿو جنهن جي ڪري اهو دوزخ ۾ زمين ۽ آسمان جي درميان فاصلي کان بہ هيٺ هليو ٿو وڃي.“ (مسلم)

مسئلو 20: دوزخ جي هڪڙي احاطي (چوديواري) جي ٻن ديوارن جي وچ ۾ چاليهہ سالن جي مسافري جو فاصلو آهي.

حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، ”دوزخ جو احاطو چئن ديوارن تي مشتمل آهي. هر ديوارن جي وچ ۾ چاليهہ سالن جي مسافري جو فاصلو آهي.“ (ابويعلي)

مسئلو 21: دوزخ ۾ هڪ هڪ ڪافر جي ڪن ۽ ڪلهي جي وچ ۾ ستر سالن جي مسافري جو فاصلو هوندو.

حضرت مجاهد رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما مون کان پڇيو، ”ڇا توکي دوزخ جي ڪشادگي جو علم آهي.“ مون عرض ڪيو، ”نہ

حضرت عبدالله رضي الله عنہ فرمايو، ”ها! الله جو قسم!!
تون نہ ٿو ڄاڻين، (ٻڌ) دوزخي جي ڪن جي پاپڙي کان وٺي
ڪلهي تائين ستر سال جي مسافري جو فاصلو هوندو جنهن
جي وچ ۾ رت ۽ پون{ جا درياهہ وهندا“. مون عرض ڪيو،
”ڇا واهہ وهندا؟“ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما
فرمايو ”نہ! بلڪ دريا (واهن کان وڏيڪ ڪشادا) وهندا.“
(ابونعيم حليہ روايت ڪيو آهي)

مسئلو 22: الله تعاليٰ جي سڀني مخلوق (جنن ۽ انسانن)
مان هزار مان نو سو نوانوي ماڻهو دوزخ ۾ ويندا.
وضاحت: (تفصيل لا{ ڏسو حديث مسئلو نمبر 242)

مسئلو 23: هڪ هزار ماڻهن مان نو سئو نوانوي دوزخ ۾
وڃڻ جي باوجود دوزخ ۾ جڳهہ بچي پوندي ۽ دوزخ وڌيڪ
ماڻهن جو مطالبو ڪندو. قيامت جي ڏانهن اسنا دوزخ کان
پڇنداسين ڇا تون ڀرجي وئين؟ اهو چوندو: ڇا اڃان ڪجهہ
آهي. (سورت ق، آيت نمبر 30)

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي
ﷺ فرمايو، ”دوزخ مسلسل چوندو رهندو اڃان ڪجهہ آهي

اجان ڪجهہ آهي؟ ايتريقدر جو الله رب العزت پنهنجو قدم مبارڪ دوزخ ۾ وجهندو تڏهن اهو چوندو، ”تنهنجي عزت جو قسم! بس بس“ ۽ دوزخ سميٽجي (يعني سوڙهو ٿي) ويندو.“ (مسلم)

مسئلو 24: دوزخ کي حشر جي ميدان ۾ آڻڻ جي لا{ چار ارب نوي ڪروڙ ملائڪ مقرر آهن.

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، ”قيامت جي ڏينهن دوزخ (حشر جي ميدان۾) آندو ويندو تہ ان کي ستر هزار واڳون هونديون ۽ هرهڪ واڳ (يعني لغام) ستر هزار فرشتا ڇڪي رهيا هوندا.“ (مسلم)

دوزخ جي عذاب جي هيبتناڪي

مسئلو 25: ڪافرن کي پري کان ايندو ڏي دوزخ سخت ڪاوڙ ۾ اهڙا آواز ڪيندو جنهن کان ڪافرن جا حوصلا خطا ٿي ويندا.

جڏهن دوزخ ڪافرن کي پري کان ڏسندو ته ڪافر دوزخ جون ڪاوڙ غضب ۾ رڙيون ۽ اکا ڪرڻ ٻڌندا. (سورت الفرقان، آيت نمبر 12)

وضاحت: حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته جڏهن دوزخي کي دوزخ ڏانهن گهليو ويندو ته دوزخ رڙيون ڪندو ۽ اهڙو ته لرزو تاري ٿي ويندس جو سيئي اهل محشر ڊڄي ويندا. حضرت عبيد بن عمير رضي الله عنه فرمائن ٿا ته جڏهن دوزخ غصي ۾ ٽرڪندو، شور ۽ غل، چيخ ۽ پڪار ۽ جوش ۽ خروش شروع ڪندو ته ان وقت سمورا مقرب فرشتا ۽ وڏي مرتبي وارا انبياءَ ڪنبڻ لڳندا ايستائين جو خليل الله حضرت ابراهيم عليه السلام به پنهنجي گوڏن ڀر ڪري پوندو ۽ عرض ڪندو، ”يا الله! مان اڄ توکان پنهنجي جان جي سلامتي ٿو گهران ٻيو ڪجهه نه ٿو گهران“. هڪ دفعي حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله

عنه حضرت ربيع رضي الله عنه وغيره سان گڏ وڃي رهيو هو ته رستي ۾ تنور ڏٺائون جنهن ۾ باهه جا شعلا نڪري رهيا هئا. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي زبان مان بنا ارادي سورت فرقان جي مٿي ذڪر ڪيل آيت نڪتي. ان کي ٻڌندي ئي حضرت ربيع رضي الله عنه بيهوش ٿي ڪري پيا. کٽ تي رکي ان کي گھر کڻي آيا. صبح کان وٺي ٻنپهرن تائين حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جن ان وٽ ويٺا رهيا پر ان کي هوش نه آيو. (ابن ڪثير)

مسئلو 26: جڏهن ڪافرن کي دوزخ ۾ وڌو ويندو ته اهو انتقام جي جوش ۾ وڏا وڏا آواز ڪندو.

جڏهن ڪافر دوزخ ۾ اڇلايا ويندا ته اهي دوزخ جي گجگوڙ جا هيبتناڪ آواز ٻڌندا. دوزخ جوش کائي رهيو هوندو. ائين معلوم ٿي رهيو هوندو ڄڻ غصي ۾ اجهو ٿو ڦاٽي. (سورت ملڪ. آيت نمبر 7 ۽ 8)

مسئلو 27: دوزخ ڪافرن کان انتقام وٺڻ لا{ سخت بي چين هوندو.

بيشڪ دوزخ گهات جي جا { آهي. سرڪشن جو نڪاڻو اهوئي آهي. ان ۾ اهي (ڊگهي مدت يا ) صدين تائين پيا رهندا. (سورت نباءَ، آيت 21_23)

مسئلو 28: دوزخ جي باهہ ڀڙڪائڻ لا{ الله تعاليٰ اهڙا ملائڪ مقرر ڪري ڇڏيا آهن جيڪي نهايت سخت طبع، بي رحم ۽ سخت گير آهي. انهن جو تعداد 19.

اي ايمان وارو، پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجي اهل و عيال کي دوزخ جي باهہ کان بچايو، جنهن جو ٻارڻ انسان ۽ پٿر هوندا (۽) جنهن تي تمام سخت طبع ۽ سخت گير ملائڪ مقرر هوندا، جيڪي ڪڏهن بہ الله جي حڪم جي نافرماني نٿا ڪن. جيڪو بہ حڪم انهن کي ڏنو وڃي ٿو، ان کي پورو ڪن ٿا. (سورت تحريم، آيت نمبر 6)

دوزخ تي اڻويهہ ملائڪ مقرر آهن. (سورت مدثر، آيت نمبر 30)

مسئلو 29: دوزخ جو عذاب ڏسندي ئي ڪافرن جا منهن ڪارا سياهہ ٿي ويندا.

جن ماڻهن گناهه ڪيا آهن. انهن کي گناهه جي مطابق ئي بدلو ڏنو ويندو. ذلت انهن تي مسلط هوندي. انهن کي الله تعاليٰ کان بچائڻ وارو ڪوبہ نہ هوندو. انهن جي چهرن تي اهڙي تہ ڪارنهن ڇانيل هوندي جو ڄڻ تہ رات جا ڪارا پردا انهن تي پيل هجن. اهي ماڻهو باهہ وارا (دوزخي) آهن، جنهن ۾ اهي هميشہ رهندا. (سورت يونس، آيت نمبر 27)

مسئلو 30: دوزخ وارن جي کل جڏهن سڙي ويندي تہ هڪدم (فورا) ٻي کل پيدا ڪئي ويندي تہ جيئن عذاب جي تسلسل ۾ وقفو نہ اچي.

بيشڪ اهي ماڻهو جن اسان جي آيتن کان انڪار ڪيو آهي، انهن کي اسان باهہ ۾ وجهنداسين. جڏهن انهن جي بدن جي کل ڳري ويندي تہ ان جي جا{ تي ٻي کل پيدا ڪنداسين تہ جيئن اهي عذاب جو چڱيءَ طرح مزو چکن. يقينن الله غالب (زبردست طاقتور) ۽ حڪمت وارو بہ آهي. (سورت النساءَ، آيت نمبر 56)

مسئلو 31: دوزخ جي عذاب کان تنگ ٿي دوزخ وارا موت گهرندا ليڪن انهن کي موت نہ ايندو. جڏهن ڪافر هٿ پير

ٻڌل دوزخ ۾ سوڙهي هنڌ وڌا ويندا تہ (اهي) پنهنجي موت کي پڪاريندا (ان وقت انهن کي چيو ويندو) اڄ هڪڙي موت کي نہ، گهڻن موتن کي پڪاريو (سورت الفرقان، آيت نمبر 13_14)

مسئلو 32: دوزخ جي باهہ جيئن ئي هلڪي ٿيڻ لڳندي تہ ملائڪ ان کي هڪدم ڀڙڪائي ڇڏيندا.

جنهن کي الله هدايت ڏئي اهي ئي هدايت تي هلڻ وارا آهن ۽ جنهن کي اهو گمراهہ ڪري ان جي لاءِ توهان الله کان سوا ڪنهن کي بہ حامي ۽ مددگار نہ ڏسندؤ. انهن ماڻهن کي اسان قيامت جي ڏينهن انڌا، گونگا ۽ ٻوڙا ڪري منهن ڀر گهلي آڻينداسين. انهن جو نڪاڻو دوزخ آهي. جڏهن بہ ان جي باهہ جهڪي ٿيڻ لڳندي تہ اسان ان کي وري ڀڙڪائي ڇڏينداسين. (سورت بني اسرائيل، آيت نمبر 97)

مسئلو 33: دوزخين جي عذاب ۾ هڪ پل جي لاءِ بہ گهٽتائي نہ ڪئي ويندي.

۽ جن ماڻهن ڪفر ڪيو آهي، انهن جي لاءِ دوزخ جي باهہ آهي. نہ انهن جو ڪم تمام ڪيو ويندو جو اهي مري وڃن ۽

نہ انھن جي لاءِ دوزخ جي عذاب ۾ ڪا گھٽتائي ڪئي ويندي. اسان هر ڪافر کي اهڙي ئي سزا ڏيندا آهيون.
(سورت فاطر، آيت نمبر 36)

مسئلو 34: دوزخ جو عذاب ڏسي سمورا انبياءَ ڪرام الله تعاليٰ کان صرف پنھنجي بچاءَ جي درخواست ڪندا.
وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 313)

مسئلو 35: دوزخ جو عذاب جان کي چنبڙڻ وارو هوندو.
الله جا ٻانھا (دنيا ۾) دعا گھرن ٿا تہ اي اسان جا رب! اسان کي دوزخ جي عذاب کان بچاءِ. ان ج عذاب تہ جان سان چنبڙڻ وارو آهي. اهو تہ برو ٺڪاڻو ۽ بري جاءِ آهي.
(سورت الفرقان، آيت نمبر 65 _ 66)

مسئلو 36: سڄي زندگي دنيا جي وڏين نعمتن کان فائدو حاصل ڪرڻ وارو شخص دوزخ جي هڪ جھلڪ ڏسڻ سان ئي دنيا جون سڀ نعمتون ڀلجي ويندو.
حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، ”قيامت جي ڏينھن اهڙي شخص کي آندو ويندو جنھن جو دوزخ ۾ وڃڻ جو فيصلو ٿي چڪو هوندو.

دنيا ۾ ان تمام گھڻو عيش ۽ عشرت ڪيو هوندو. ان کي دوزخ ۾ هڪ ٽٻي ڏياري ويندي ۽ ان کان پڇا ڪئي ويندي ته اي ابن آدم! ڇا دنيا ۾ تو ڪا نعمت ڏٺي؟ دنيا ۾ تنهنجو ڪو ناز ۽ نعم سان واسطو پيو؟ هو چوندو، ”اي منهنجا رب! تنهن قسم! ڪڏهن به نه.“ پو{ وري هڪ اهڙي شخص کي آندو ويندو جيڪو جنتي هوندو ليڪن دنيا ۾ وڏي تڪليف واري زندگي بسر ڪئي هوندائين ان کي جنت ۾ هڪ ٽٻي ڏياري ويندي ۽ ان کان پڇيو ويندو، ”اي ابن آدم! ڪڏهن دنيا ۾ تو ڪا تڪليف ڏٺي يا رنج ۽ غم سان تنهنجو ڪو واسطو پيو؟“ هو چوندو، ”اي منهنجا رب! تنهنجو قسم! ڪڏهن به نه، مون کي ته نه ڪڏهن رنج ۽ غم سان واسطو پيو ۽ نه ئي ڪو ڏک ۽ تڪليف ڏٺم.“

مسئلو 37: دوزخ ۾ موت نه هوندو. موت هجي ها ته دوزخي دوزخ جو عذاب ڏسي مري وڃن ها.

حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو، ”قيامت جي ڏينهن موت هڪ چٽڪمري گھٽي جي شڪل ۾ جنت ۽ دوزخ جي وچ ۾

بيهاريو ويندو ۽ ان کي ذبح ڪيو ويندو. جنتي ۽ دوزخي ماڻهو ان کي ڏسي رهيا هوندا. جيڪڏهن خوشي کان مرڻ ممڪن هجي ها ته جنتي خوشي ۾ مري وڃن ها ۽ جيڪڏهن غم ۾ مري وڃڻ ممڪن هجي ها ته دوزخي غم ۾ مري وڃن ها." (ترمذي)

دوزخ جي باهه جي شدت

مسئلو 38: دوزخ جي باهه جو ڀهريون شعلو ئي ڪافر جي جسم جو سمورو گوشت هڏين کان الڳ ڪري ڇڏيندو.

باهه انهن جي چهرن کي چٽي ويندي ۽ انهن جون ڄاڙيون ٻاهر نڪري اينديون. (سورت المومنون، آيت نمبر 104)

هرگز نه! اها ڀڙڪندڙ باهه آهي جيڪا گوشت چمڙي کي چٽي ويندي. (سورت المعارج، آيت نمبر 15_16)

مسئلو 39: دوزخ جي باهه انسان کي نه زنده رهڻ ڏيندي ۽ نه مرڻ ڏيندي.

توهان ڇا ڄاڻو اهو دوزخ ڇا آهي؟ نہ باقي رکندي ۽ نہ ڇڏيندي، کل بہ ساڙي ڇڏيندي. (سورت المدثر، آيت نمبر 27_29)

نصيحت قبول ڪرڻ کان اُهو پاسو ڪندو جيڪو انتهائي بدبخت آهي ۽ وڏي باهہ ۾ وڃڻ وارو آهي، جتي نہ مرندو ۽ نہ زنده رهندو. (سورت الاعليٰ، آيت نمبر 11_13)

مسئلو 40: دوزخ جي باهہ جي شعلي جي هڪ معمولي چنگاري هڪ وڏي قلعي جي ربابر هوندي.

هلو (هن دونهي جي) پاڇي جي طرف جيڪو ٽن شاخن وارو آهي. نہ ٿڌو ۽ نہ باهہ جي لپيٽ کان بچائڻ وارو. اها باهہ قلي جهڙيون وڏيون وڏيون ڇڻيون اڇلائيندي (انهن ڇڻين جا اولا اهڙا هوندا) جهڙا زرد اٺ. (سورت المرسلات، آيت نمبر 30(33)

مسئلو 41: دوزخ جي باهہ مسلسل ڀڙڪڻ واري باهہ آهي. جيڪا ڪڏهن بہ نہ وسامندي.

پو{ مون توهان کي ڀڙڪندڙ باهہ کان خبردار ڪري ڇڏيو آهي. (سورت اليل، آيت نمبر 14)

ڪافر پڙڪندڙ باهہ ۾ داخل ٿيندا. (سورت غاشيہ، آيت نمبر 4)

ۀ جن جا پڙ هلڪا هوندا، جي جا { گهري ڪاهي هوندي توکي ڪهڙي خبر تہ اها گهي پلڙا ڪاهي ڃا آهي؟ اها پڙڪندڙ باهہ آهي. (سورت القارعہ، آيت نمبر 8_11)

مسئلو 42: دوزخ جي باهہ جيئن ئي ٿڏي ٿيڻ لڳندي تہ دوزخ جا داروغا يڪدم ان کي پڙڪائي ڇڏيندا.

جڏهن بہ دوزخ جي باهہ وسامڻ لڳندي تہ اسان ان کي وڌيڪ پڙڪائي ڇڏينداسين. (سورت بني اسرائيل، آيت نمبر 97)

مسئلو 43: دوزخ جي باهہ پنهنجي اندر اچڻ واري انسان کي چڪناچور ڪري ڇڏيندي.

هرگز نہ! بلڪ (حرام مال گڏ ڪرڻ وارو شخص) چڪناچور ڪرڻ واري جا {۾ اڇليو ويندو. توهان کي ڪهڙي خبر تہ اها چڪناچور ڪرڻ واري جا { ڃا آهي؟ الله جي باهہ آهي. چگّيءَ طرح پرڪايل جيڪا دلين تي چڙهندي ويندي. ڏوهارين کي وڏن وڏن ٿنين ۾ (بڌي) مٿان بند ڪئي ويندي. (سورت الهمزه، آيت نمبر 4_9)

مسئلو 44: دوزخ جي باھ جو ٻارڻ پٿر ۽ انسان آهن.
ان باھ کان بچو جنهن جو ٻارڻ انسان ۽ پٿر هوندا. اها باھ کافرن لاءِ تيارڪ ئي ويندي آهي. (سورت البقره آيت نمبر 24)

مسئلو 45: دوزخ جي باھ دنيا جي باھ کان اٺهتر درجا وڌيڪ گرم آهي ۽ ان جي هرهڪ حصي ۾ ايتري گرمي جي ايتري شدت آهي جيتري دنيا جي باهھ آهي.
حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي اڪرم ﷺ فرمايو، ”توهان جي هيءَ (دنيا جي) باھ جنهن کي ابن آدم ٻاري ٿو دوزخ جي باھ جو سترهون حصو آهي.
”صحابہ رضي الله عنهم عرض ڪيو، ”الله جو قسم! يا رسول الله (صلي الله عليہ وسلم)! انسانن کي ساڙڻ جي لاءِ تہ هيءَ باھ ئي ڪافي هئي“ پاڻ ﷺ ارشاد فرمايو، ”ليڪن اها تہ دنيا جي باھ کان اٺهتر (69) درجا وڌيڪ گرم آهي ۽ هرهڪ حصو هن دنيا جي باھ جيترو گرم آهي“. (مسلم)

مسئلو 46: دوزخ جو داروغو دوزخ جي باھ مسلسل ڀڙڪائيندو رهي ٿو.

حضرت سمرت رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، ”مون اڄ رات خواب ڏٺو آهي جنهن ۾ ٻہ شخص مون وٽ آيا ۽ ٻنهيءَ چيو تہ هي جيڪو باھ ڀڙڪائي رهيو آهي اهو دوزخ جو داروغو مالڪ آهي. مان جبرائيل آهيان ۽ هي ميڪائيل آهي.“ (بخاري)

مسئلو 47: جيڪڏهن ماڻهن دوزخ جي باھ ڏسي وٺن تہ کلڻ ڇڏي ڏين، زال سان ملڻ جي خواهش ترڪ ڪري ڇڏين، شهرن جي آرام واري زندگي ڇڏي جهنگلن ۾ وڃي رهن ۽ هر وقت باھ کان الله جي پناھ گهرندا رهن.

حضرت ابوذر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، ”مان اهي شيون ڏسان ٿو جيڪي توهان نہ ٿا ڏسو ۽ اهو ڪجھ ٻڌان ٿو جيڪو توهان نہ ٿا ٻڌو. بيشڪ آسمان چيڪٽ ڪري رهيو آهي ۽ ان کي چيڪٽ ڪرڻ ئي کپن پيو تہ ان ۾ ڪٿي بہ هڪ گرانٽ جيتري جڳھ اهڙي ڪانهي جتي ڪنهن ملائڪ جو سر سجدي ۾ نہ هجي. الله جو قسم! جيڪڏهن توهان اهي ڳالهيون ڄاڻي وٺو جيڪي مان ٿو ڄاڻان تہ گهٽ کلو ۽ وڌيڪ روئو. بسترن تي عورتن سان

لطف اندزو تيڻ ڇڏي ڏيو ۽ الله جي پناهه طلب ڪرڻ لا{
جهنگلن ۽ صحرائن ڏانهن نڪري وڃو.” (ابن ماجہ)
وضاحت: مسند احمد جي روايت آهي تہ صحابہ ڪرام رضي الله عنهم پڇيو، ”اي الله جا رسول ﷺ توهان ڇا ڏٺو؟“ پاڻ ﷺ فرمايو، ”مون جنت ۽ دوزخ ڏٺا آهن.“ والعلم عندالله
مسئلو 48: دوزخ جي باهہ جي گرم هوا بہ برداشت ڪرڻ انسان جي وس جي ڳالهہ نہ آهي.
حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، ”(نماز ڪسوف جي دوران) دوزخ منهنجي سامهون آندو ويو ۽ اهو ان وقت آندو ويو جڏهن توهان (نماز جي دوران مون کي (پنهنجي جا{ تان) پٺتي هٽندي ڏٺو. مان (ان وقت) انهيءَ ڊپ کان پٺتي هٽيس تہ ڪٿي مون کي دوزخ جي گرم هوا نہ لڳي وڃي.“ (مسلم)
مسئلو 49: گرمين جي موسم ۾ سخت ترين گرمي صرف دوزخ جي ٻاڦ مان پيدا ٿيندي آهي.
حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي اڪرم ﷺ فرمايو ”جڏهن سخت گرمي هجي تہ (ٻپهري جي) نماز

ٽڏي وقت ۾ پڙهو ڇو تہ گرمي جي شدت دوزخ جي ٻاڦ جي ڪري هوندي آهي. دوزخ پنهنجي رب کي شڪايت ڪئي تہ اي منهنجا رب! گرمي جي شدت جي ڪري منهنجو هڪڙو حصو ٻئي حصي کي کائي رهيو آهي. الله تعاليٰ (ان کان پو{) ان کي (سال ۾) ٻہ دفعا ساهہ کڻڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي. هڪڙو ساهہ سردين ۾ (اندر جي طرف) ۽ هڪڙو ساهہ گرمين ۾ (ٻاهر ڪڍڻ لا{) توهان (گرمين ۾) جيڪا سخت گرمي ڏسو ٿا (اها انهيءَ ساهہ جي ڪري آهي) ۽ (سردين ۾) سخت سردي جيڪا ڏسو ٿا اها انهيءَ ساهہ جي ڪري آهي.” (بخاري)

مسئلو 50: بخار دوزخ جي ٻاڦ جي اثر کان ايندو آهي.

حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي اڪرم ﷺ فرمايو ”بخار دوزخ جي ٻاڦ کان ايندو آهي. انهيءَ کي پاڻيءَ سان ٿڌو ڪيو”. (بخاري)

مسئلو 51: دوزخ جي باهہ جو تصور ذهن ۾ رکڻ وارو شخص ڪڏهن بہ آرام جي ننڊ نہ سمهي سگهندو.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”مون دوزخ کان ڀڄڻ واري کنهن شخص کي (آرام جي ننڊ) سمهندي نہ ڏٺو ۽ نہ ئي وري جنت جي کنهن خواهشمند کي (آرام جي ننڊ) سمهندي ڏٺو آهي.“ (ترمذي)

مسئلو 52: دوزخ جي باهہ مسلسل ڀڙڪائڻ جي ڪري ڳاڙهي ٿيڻ جي بجا { سخت ڪاري ٿي چڪي آهي.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ فرمايو، ”ڇا توهان دوزخ جي باهہ کي دنيا جي باهہ وانگر ڳاڙهي سمجهو ٿا؟ اها تہ ڏامر کان بہ وڌيڪ ڪاري آهي“. (مالڪ)

دوزخ جو هلڪي ۾ هلڪو عذاب

مسئلو 53: دوزخ جو سڀ کان هلڪو ۽ گهٽ درجي جو عذاب اهو هوندو تہ دوزخي کي پيرن ۾ باهہ جي جتي پارائي ويندي جنهن کان ان جو دماغ ٽهڪڻ لڳندو.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، ”دوزخ جو سڀ کان هلڪو عذاب ابو

طالب کي ٽيندو ۽ ان کي باهه جون ٻه جتيون پارايون ويندون جنهن کان ان جو دماغ ٽهڪڻ لڳندو”. (مسلم)

حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، ”دوزخ ۾ سڀ کان هلڪو عذاب ان ماڻهوءَ کي ٽيندو جنهن کي باهه جون جتيون پارايون ونديون جنهن کان ان جو دماغ ٽهڪڻ لڳندو”. (مسلم)

مسئلو 54: هلڪي درجي جو عذاب ڏيڻ لا{ کن ڏوهارين جي پيرن جي هيٺان باهه جا ٽانڊا رکيا ويندا.

حضرت نعمان بن بشير رضي الله عنہ خطبو ڏيندي هي ڳالهه چئي تہ مون رسول الله ﷺ کي فرمائيندي ٻڌو آهي، ”قيامت جي ڏينهن جنهن شخص کي سڀ کان هلڪو عذاب ڏنو ويندو ان جي پيرن جي هيٺان باهه جا ٻہ ٽانڊا رکيا ويندا جنهن جي ڪري هن جو دماغ (ديڳڙي وانگر) ٽهڪڻ لڳندو”.
(مسلم)

دوزخ وارن جو حال

مسئلو 55: دوزخ جي عذاب جي ڪري دوزخي وڏيون وڏيون خوفناڪ رڙيون ڪندا ۽ اهڙو شور ۽ غل هوندو جو ڪوبہ آواز سمجهڻ ۾ نہ ايندو.

دوزخ ۾ ڪافرن جي لا{ (رڳو) روڄ ۽ راڙو هوندو (۽ انهن جو حال اهو هوندو، جو انهيءَ ۾ اهي ڪجهہ بہ ٻڌي نہ سگهندا. (سورت الانبياءَ، آيت نمبر 100)

مسئلو 56: دوزخ ۾ دوزخين ڪي نہ موت ايندو ۽ نہ ئي انهن جي عذاب ۾ ڪا گهٽتائي ڪئي ويندي.

۽ جن ماڻهن ڪفر جي واٽ اختيار ڪئي آهي انهن جي لا{ دوزخ جي باهہ (تيار) آهي. نہ انهن جو ڪم تمام ڪيو ويندو (جو اُهي مري وڃن) ۽ نہ اهي مرندا ۽ نہ انهن جي لا{ دوزخ جي عذاب ۾ گهٽتائي ڪئي ويندي. (سورت فاطر، آيت نمبر 36)

مسئلو 57: دوزخين جي جسم جي کل (چمڙي) جيئن ئي ٻري سڙي ويندي تہ ان جي جا{ تي نئين کل پيدا ڪئي ويندي تہ جيئن اهي مسلسل عذاب ۾ مبتلا رهن.

جن ماڻهن اسان جي آيتن جو انڪار ڪيو آهي انهن کي اسان جلد ئي باهه ۾ اڇلي ڇڏينداسين. جيئن ئي انهن جي جسم جي کل سڙي پچي ويندي تہ اسان ان جي جا{ تي ٻي کل پيدا ڪنداسين تہ جيئن اهي چڱيءَ طرح عذاب جو مزو چکن. بيشڪ الله غالب (۽ زبردست طاقتور) حڪمت وارو آهي. (سورت النساءَ، آيت نمبر 56)

مسئلو 58: دوزخين جا چهرا ڪارا سياه هوندا.

وضاحت: (تفصيل لا{ ڏسو آيت مسئلو نمبر 29)

مسئلو 59: دوزخين جي چهري جي کل سڙيل هوندي ۽ ڏند ٻاهر نڪتل هوندا.

باهه دوزخين جي چهري جي کل ڳاري ڇڏيندي ۽ انهن جون ڄاڙيون نڪري ايندين (۽ بدشڪل نظر ايندا) (سورت الميمنون، آيت نمبر 104)

مسئلو 60: دوزخ ۾ ڪافر جو هڪڙو ڏند احد جبل جيترو هوندو.

مسئلو 61: دوزخ ۾ ڪافر جي کل جي ٿولهہ ٽن ڏينهن جي مسافري جي برابر هوندي.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو: ”ڪافر جو ڏند يا ان جي ڇاڙهي (دوزخ ۾) احد جبل جي برابر هوندي ۽ ان جي کل جي ٿولهہ ٽن ڏينهن جي مسافري جي برابر هوندي. (مسلم)

مسئلو 62: ڪن ڪافرن جي هوڙ (ڏاڙ) احد جبل کان بہ وڏي هوندي ۽ انهن جي باقي جسم بہ انهيءَ نسبت مطابق هوندو.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 156)

مسئلو 63: دوزخ ۾ ڪافر جي ٻنهي ڪلهن جي وچ جو فاصلو تيز رفتار سوار جي ٽن ڏينهن جي مسافري جي برابر هوندو.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 157)

مسئلو 64: ڪن ڪافرن جي ڪن ۽ ڪلهي جي وچ جو فاصلو ستر سال جي مسافري جي برابر هوندو. ان جي جسم ۾ رت ۽ پونءِ جون نهرون وهي رهيون هونديون.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 21)

مسئلو 65: دوزخ ۾ ڪافر جي ڪل جي ٿولهه ٻائيتاليهه هٿ (163 فوٽ) هوندي. هڪڙو ڏند احد جبل جيڏو هوندو. ان جي ويهڻ جي جاء 3 مڪي ۽ مديني جي وچ جي مسافري جي برابر (يعني چار سئو ڏهه ڪلو ميٽر) هوندي.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 159)

مسئلو 66: دوزخين جي هڪڙي ٻانهن "بيضاءَ" جبل جي برابر ۽ هڪڙي ران "ورقان" جبل جي برابر هوندي.

وضاحت: (تفصيل لاءِ سو حديث مسئلو نمبر 160)

مسئلو 76: ڪن ڪافرن جو جسم ايترو ته وڏو ڪيو ويندو جو اهي ڪشادي ۽ وسيع دوزخ جي هڪڙي ڪنڊ ۾ ماپي ويندا.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 161)

مسئلو 68: تڪبر ڪرڻ وارن ماڻهن کي دوزخ ۾ ڪولين (ماڪوڙين) جي برابر حقير جسم ڏنو ويندو.

حضرت عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان ۽ اهو پنهنجي ڏاڏي (رضي الله عنهم) کان روايت ڪري ٿو ته رسول الله ﷺ فرمايو "قيامت جي ڏينهن تڪبر ڪرڻ وارن کي ماڪوڙين

وانگر انساني شڪل ۾ اتاريو ويندو. انهن تي هر طرف کان ذلت ڇانيل هوندي انهن کي هڪ جيل جي طرف هڪليو ويندو جنهن جو نالو "بولس" هوندو. بدترين باھ انهن کي وڪوڙي ويندي ۽ انهن کي دوزخين جي جسم مان وهندڙ (پون{ ۽ رت) پيئڻ لا{ ڏنو ويندو جنهن کي "طينت الخبال" چئجي ٿو." (ترمذي)

مسئلو 69: دوزخ جي عذاب کان دوزخي سڙي ڪوئلي وانگر ڪارا ٿي ويندا.

حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي اڪرم ﷺ فرمايو، "حساب ڪتاب کان پو{ جنتي جنت ۾ هليا ويندا ۽ دوزخي دوزخ ۾ هليا ويندا. پو{ الله تعاليٰ (جڏهن چاهيندو) ارشاد فرمائيندو، جنهن ماڻهوءَ جي دل ۾ رائي (سرنهن) جي داڻي جي برابر بہ ايمان آهي ان کي دوزخ مان ڪڍي ڇڏيو. اهڙي طرح دوزخين کي ڪڍيو ويندو ۽ اهي (سڙي ڪوئلي وانگر) ڪارا ٿي چڪا هوندا. پو{ نهر برسات يا نهر حيات (حديث جي راوي امام مالڪ رضي الله عنہ کي شڪ آهي تہ نهر برسات آهي يا نهر حيات) ۾ وڌا

ويندا جنهن مان اهي اهڙي طرح (نئي سري کان) ڦٽي نڪرندا جهڙي طرح نهر جي ڪناري تي (ٻج جو) داڻو ڦٽي نڪري ٿو. (پو{ پاڻ ﷺ فرمايو) ڇا توهان ڏٺو نہ آهي تہ (درياھ جي ڪناري) داڻو (ڪهڙو نہ خوبصورت) َڪو َڪو ۽ ويڙهيل ڦٽندو آهي؟" (بخاري)

مسئلو 70: دوزخي دوزخ ۾ ايتري قدر تہ ڳوڙها وهائيندا جو ان ۾ ٻيڙيون هلائي سگهبيون.

حضرت عبدالله بن قيس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو. "دوزخي ايتري قدر روئندا جو جيڪڏهن انهن جي ڳوڙهن جي پاڻيءَ ۾ ٻيڙيون هلايون وڃن تہ هلي سگهن (ڳوڙها ختم ٿي ويندن تہ) دوزخي رت جا ڳوڙها وهائيندا يعني پاڻي جي ڳوڙهن جي بدران رت جا ڳوڙها." (حاڪم)

(پو{) اها مهماني سٺي آهي يا ٿوهر جو وڻ؟ اسان ان وڻ کي ظالمن لا{ فتنو (آزمائش) ٺاهيو آهي. ٿوهر اهو وڻ آهي جيڪو دوزخ جي تري ۾ پيدا ٿيندو آهي. ان جون ٽاريون اهڙيون آهن، جهڙا نانگن جا مٿا. دوزخي اهو (ٿوهر

جو وڻ) کائيندا ۽ ان مان ئي پنهنجو پيٽ ڀريندا. ڪاڏي ڪان پو{ انهن کي ٽهڪندڙ پاڻي ملندو ۽ ان ڪان پو{ انهن جي واپسي انهيءَ دوزخ جي باهه ڏانهن ٿيندي (جتان پاڻي پيارڻ لا{ انهن کي آندو ويو هو) (سورت الصافات، آيت نمبر (67_62

مسئلو 75: ٿوهر جو زهر پيٽ ۾ اهڙي تڪليف ڏيندن جهڙو ٽهڪندڙ پاڻي ابرندو آهي.

(دوزخ۾ ) ٿوهر جو وڻ گنهگارن جو کاڌو هوندو (ڏسڻ ۾ ) تيل جي گيرٽ جهڙو هوندو. پيٽ۾ اهڙي طرح ابرندو جهڙي طرح گرم پاڻي ٽهڪندو آهي. (سورت الدخان، آيت نمبر (46_43

مسئلو 76: دوزخين جو کاڌو (ٿوهر) ايتري قدر ته زهريلو هوندو جو جيڪڏهن ان جو هڪڙو قطرو دنيا ۾ ڪيرايو وڃ: ته سڄي دنيا جا معيشت جا اسباب تباهه ٿي وڃن.

دوزخ وارن جو کائڻ ۽ پيئڻ

1. جهنمين جو کاڌو

مسئلو 71: دوزخين کي دوزخ ۾ هيٺيون چئن قسمن جو کاڌو ڏنو ويندو.

1. (ٿوهر)

2. (ڪنڊن وارو گاهه)

3. (زخمن کي ڌوئڻ واري غلاظت)

4. (نڙيءَ ۾ اٽڪي لهڻ وارو کاڌو)

1. زقوم (ٿوهر)

مسئلو 72: بدبودار، ڪوڙو، ڪنڊن وارو ٿوهر (زقوم) دوزخين جو کاڌو هوندو. جيڪو دوزخ جي تري ۾ ڦٽي ٿو. ان جون ٽاريون زهريلن نانگن جي مٿن جهڙيون هونديون آهن.

مسئلو 73: ٿوهر جي کائڻ کان پو{ ٽهڪندڙ پاڻي دوزخين کي پيئڻ لا{ ڏنو ويندو.

مسئلو 74: دوزخ جي مهمان خاني ۾ دوزخين جي مهماني کان پو{ دوزخين کي انهن جي پنهنجي پنهنجي جا{ تي واپس پهچايو ويندو.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو، ”جيڪڏهن ٿوهر جو هڪڙو قطرو دنيا ۾ ڪيرايو وڃي ته سڄي دنيا جي ساهوارن جا زندگي جا اسباب (يعني کائڻ ۽ پيئڻ جون شيون) تباهه ڪري ڇڏي. پوءِ ان شخص جو ڇا حال هوندو جنهن جي خوراڪ ئي ٿوهر هوندو؟“ (احمد، ترمذي، نسائي ۽ ابن ماجه)

2. (ڪنڊن وارو گاهه)

مسئلو 77: ٿوهر کان علاوه ڪنڊن وارو گاهه ۽ ننڍا ڪنڊن وارا وڻ به دوزخين جو کاڌو هوندا جيڪي تمام زهريلا ۽ بدبوءِ دار هوندا.

مسئلو 78: ”ضريع“ جو کاڌو دوزخين جي بک ۾ ذري جيتري به ڪمي نه ڪندو بلڪ انهن جي تڪليف ۾ ويتر اضافو ڪندو.

(دوزخين کي) ٽهڪندڙ چشمي جو پاڻي پيئڻ لاءِ ڏنو ويندو. ڪنڊن واري سڪل گاهه کان سواءِ انهن جو ڪوبه کاڌو نه هوندو. جيڪو نه ٿلهو ڪندن ۽ نه بک مٽائيندن. (سورت الغاشيه، آيت نمبر 5_7)

3. (زخمن کي ڌوئڻ واري غلاظت)

مسئلو 79: ٽوھر ۽ ڪنڊن واري گاھ کان علاوه دوزخين کي جسم مان وھڻ وارو غليظ ۽ گندو مادو بہ دوزخين کي کائڻ لا{ ڏنو ويندو.

اڄ ھتي انھن (گنھگارن) جو ڪوبہ غمخوار نہ آھي، نہ ئي زخمن جي دھوپ کان سوا{ انھن جي لا{ ڪو کاڌو آھي. جنھن کي (انھن) گنھگارن کان سوا{ ٻيو نہ کائيندو. (سورت الحاقہ آيت نمبر 35_37)

وضاحت: ڪن مفسرن جي نزديڪ غسلين بہ دوزخ جي ھڪ وڻ جو نالو آھي. والله اعلم بالصواب

(ٽڙيءَ ۾ ڦاسندڙ کاڌو)

مسئلو 80: ٽوھر، ڪنڊن واري گاھ ۽ زخمن جي غلاظت کان سوا{ دوزخين کي اھڙو زھريلو ڪنڊن وارو ۽ بدبو{ دار کاڌو ڏنو ويندو جيڪو انھن جي ٽڙين مان اٽڪي اٽڪي ھيٺ لھندو.

اسان وٽ (دوزخين جي لاءِ) ڳوريون بيڙيون ۽ ڀڙڪندڙ باهه آهي. نڙيءَ ۾ ڦاسندڙ کاڌو ۽ دردناڪ عذاب آهي. (سرت المزمل، آيت نمبر 12_13)

(ب) دوزخين جا مشروبات

مسئلو 81: دوزخين کي پيئڻ جي لاءِ هيٺيان پنجن قسمن جا شربت ڏنا ويندا.

(ٽهڪندڙ پاڻي)

(زخمن مان وهندڙ پونءِ ۽ رت)

(تيل جي گيرٽ جهڙو ٽهڪندڙ پاڻي)

(ڪارو زهريلو بدبوءِ دار مشروب)

(دوزخين جو پگهر)

(ٽهڪندڙ پاڻي)

مسئلو 82: ٿوهر کان پوءِ دوزخين کي ٽهڪندڙ پاڻي پيئڻ جي لاءِ ڏنو ويندو.

دوزخي اهوئي (ٿوهر جو وڻ) کائيندا ۽ ان مان پنهنجو پيٽ ڀريندا. کائڻ کان پوءِ پيئڻ جي لاءِ انهن کي ٽهڪندڙ پاڻي

ملندو ۽ ان کان پوءِ انهن انهيءَ جي واپسي دوزخ جي باھ ڏانهن ٿيندي (جتان اهي پاڻي پيارڻ لاءِ آندا ويا هئا) (سورت الصافات، آيت نمبر 66_67)

وضاحت: معلوم ٿو ٿئي تہ ٿوهر جو وڻ ۽ ٽهڪندڙ پاڻي جا چشما، دوزخ جي ڪنهن خاص حصي ۾ هوندا. جڏهن دوزخين کي بک لڳندي تہ انهن کي اوڏانهن هڪليو ويندو ۽ پوءِ دوزخ ۾ پنهنجي پنهنجي نڪاڻي تي واپس آندو ويندو. (اشرف الحواشي)

مسئلو 83: ٿوهر جو ڪاڏو کائڻ کان پوءِ دوزخي سخت اڃايل اٺ وانگر ٽهڪندڙ پاڻي پيئندا.

پوءِ اي گمراھ انسانو! حق کي ڪوڙو پائيندڙ انسانو! توهان ضرور ٿوهر جو وڻ کائڻ وارا آهيو. انهيءَ مان توهان پيٽ ڀريندي ۽ ان جي مٿان سخت اڃايل اٺ وانگر ٽهڪندڙ پاڻي پيئندو. قيامت جي ڏينهن اها هوندي سندن مهماني. (سورت الواقعہ آيت نمبر 51_56)

مسئلو 84: ٽهڪندڙ پاڻي پيئندي ئي دوزخين جا آنڊا ڪٽجي پوندا.

(پرهيزگار ماڻهن سان) جنهن جنت جو واعدو ڪيو ويو آهي ان جو شان اهو آهي جو ان ۾ نهرون وهي رهيون هونديون صاف پاڻي جون، اهڙي کير جون جنهن جي ذائقي ۾ ذرو بہ فرق آيل نہ هوندو. اهڙي شراب جون جيڪو پيئڻ وارن جي لا{ لذيذ هوندو. اهڙي ماکيءَ جون جيڪا صاف ۽ سفاف هوندي. جنت ۾ انهن جي لا{ هر طرح جا ميوا هوندا. ۽ انهن جي رب جي طرف کان بخشش (ڇا اهي جنتي) انهيءَ شخص جهڙا ٿي سگهن ٿا جيڪو هميشہ دوزخ ۾ رهندو جتي دوزخين کي اهڙو گرم پاڻي پياريو ويندو جيڪو انهن جا آندا بہ ڪٽي ڇڏيندو. (سورت محمد، آيت نمبر 15)

زخمن مان وهندڙ پون{ ۽ رت

مسئلو 85: دوزخين جي زخمن مان وهڻ وارو رت ۽ پون{ جو ٿهڪندڙ آميزو بہ دوزخين کي پيئڻ جي لا{ ڏنو ويندو جنهن کي اهي زبردستي هڪ هڪ ڍڪ پري پيئندا.

(دنيا کان پو{) آخرت ۾ (ڪافر جي لا{) دوزخ آهي جتي ان کي رت ۽ پون{ جي آميزش وارو پاڻي پياريو ويندو.

جنهن کي اهو زبردستي ڍڪ ڍڪ ڪري پيئڻ جي ڪوشش ڪندو. ليڪن مشڪل سان ئي نڙيءَ کان هيٺ لاهي سگهندو ۽ هن کي هر طرف کان موت نظر ايندو ليڪن مري به نه سگهندو ۽ ان جي پٺيان سخت عذاب لڳو پيو هوندو.
(سورت ابراهيم، آيت نمبر 16_17)

تيل جي گيرث جهڙو ٿهڪندڙ مشروب

مسئلو 86: تيل جي گيرث جهڙو غليظ، بدبو{ دار ۽ ٿهڪندڙ مشروب به دوزخين کي پيئڻ لا{ ڏنو ويندو.
دوزخي پاڻي گهرندا ته اهڙي پاڻيءَ سان انهن جي تواضع ڪئي ويندي جيڪو پگهريل ٽامي جهڙو هوندو. جيڪو چهري کي پڃي ڇڏيندو. بدترين پيئڻ جي شي{ ۽ تمام برو نڪاڻو!) (سورت الڪهف، آيت نمبر 29)
وضاحت: حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه هڪ دفعي سون کي رجايو. اهو پاڻي جهڙو ٿي ويو ۽ جوش هڻڻ لڳو ته فرمايائون "مهل" جي مشابهت هن ۾ آهي. (ابن، ڪثير)

مسئلو 87: تيل جي گيرڙ جهڙو مشروب منهن کي لڳائڻ سان ئي دوزخي جي چهري کي پچين ڇڏيندو.

حضرت ابو سعيد رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو ”(دوزخين جو مشروب) رجايل ڌاتو جي پاڻي تيل جي گيرڙ جهڙو هوندو. جڏهن دوزخي (ان کي پيئڻ جي لاءِ) منهن جي ويجهو آڻيندو تہ ان جي منهن جو گوشت (سڙي پچي) ڇڻي پوندو. (حاکم)

4. (ڪارو زهريلو بدبوءِ دار مشروب)

مسئلو 88: مٿي ذڪر ڪيل ٽن مشروبات کان علاوه غساق انتهائي ڪاري رنگ جو زهريلو گندو مادو بہ دوزخين کي پيئڻ جي لاءِ ڏنو ويندو.

هي تہ آهي متقي ماڻهن جو انجام ۽ سرڪشن جي لاءِ تمام برو نڪاڻو آهي، يعني دوزخ، جنهن ۾ اهي سيڪيا ويندا. بلڪل ئي بري قيام گاهہ. اهو آهي سرڪشن جو انجام. پوءِ هاڻي اهي ماڻهو مزو چکن بدبوءِ دار ٿهڪندڙ پاڻيءَ

جو ۽ بدبو{ دار سخت ڪاري زهريلي پاڻيءَ جو ۽ انهيءَ شڪل جي ڪجهه ٻين مشروبات جو. (سورت ص، آيت نمبر 56_58)

مسئلو 89: غساق مشروب ايتري قدر زهريلو ۽ بدبو{دار هوندو جو ان جو هڪ ڏول (تقريبن ڏهه ٻارهن لٽرن جو ٽانو) سڄي دنيا کي بدبو{دار ڪرڻ جي لا{ ڪافي هوندو.

5. (دوزخين جو پگهر)

مسئلو 90: دنيا ۾ نشو ڪندڙ مشروبات پيئڻ وارن کي الله تعاليٰ (دوزخ ۾) دوزخين جي جسم مان خارج ٿيندڙ گندو، بدبو{دار ۽ زهريلو پگهر پياريندو.

حضرت جابر رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو، ”هر نشي آور شي{ حرام آهي ۽ الله تعاليٰ واعدو ڪيو آهي ته جيڪو نشو آڻيندڙ مشروب پيئندو ان کي (دوزخ۾) طينته الخبال پياريندو.“ صحابه رضوان الله عليهم عرض ڪيو، ”اي الله جا رسول ﷺ طينته الخبال ڇا آهي“؟ پاڻﷺ فرمايو، ”دوزخين جو پگهر.“ (مسلم)

مسئلو 91: دوزخين کي سکون ڏيندڙ ۽ پيئڻ جي لائق کوبہ مشروب نہ ڏنو ويندو.

دوزخي دوزخ ۾ کنهن ٿڌي ۽ پيئڻ جي لائق شي{ جو مزو بہ نہ چکي سگهندا سوا{ گرم پاڻيءَ جي ۽ پون{ جي. اهو پرپور بدلو آهي (انهن جي عملن جو). (سورت النباءَ، آيت نمبر 24_26)

مسئلو 92: دوزخ ۾ دوزخين جي لا{ مني پاڻيءَ جو قطرو ۽ سني ذائقي واري کاڌي جو هڪڙو لقمو بہ حرام هوندو.

دوزخي جنتين کي سڏ کري چوندا ٿورڙو پاڻي انسان تي بہ وجهو ۽ جيکو رزق الله تعاليٰ توهان کي ڏنو آهي ان مان کجهہ (اسان ڏي بہ) اڇلايو. اهي جواب ڏيندا الله تعاليٰ اهي ٻئي شيون کافرن جي لا{ حرام کري ڇڏيون آهن. (سورت اعراف، آيت نمبر 50)

سخت اُج جو عذاب

مسئلو 93: ڏوهارين کي باهہ وجهڻ کان اڳ ئي سخت اج جي عذاب ۾ مبتلا کيو ويندو.

ڏوهارين کي اسان سخت اڄ جي حالت ۾ دوزخ ڏانهن وٺي ويندا سين. (سورت مريم، آيت نمبر 86)

مسئلو 84: اڄ جي سختيءَ جي ڪري دوزخي، دوزخ ۽ دوزخ جي ٽهڪندڙ پاڻي جي چشمن جي وچ ۾ چڪر لڳائيندا رهندا.

هي اهو دوزخ آهي جنهن کي ڏوهاري ماڻهو ڪوڙ سمجهندا هئا. انهيءَ دوزخ ۽ ٽهڪندڙ پاڻيءَ جي وچ ۾ اهي چڪر لڳائيندا رهندا. پوءِ توهان پنهنجي رب جي ڪهڙين ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪندا رهندو؟ (سورت رحمان، آيت نمبر 43_45)

مسئلو 95: دوزخي ٿوهر کائڻ کان پوءِ اجايل اُٺ وانگر سخت پياس محسوس ڪندا.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو آيت مسئلو نمبر 83)

ٽهڪندڙ پاڻي جو مٿي تي هارڻ جو عذاب

مسئلو 96: دوزخ جي عين وچ ۾ وٺي وڃي ڪافر جي مٿي تي ٽهڪندڙ پاڻي وڌو ويندو.

(حڪم ٿيندو) پڪڙيوس ۽ گھلي گھلي ڄيي ڪنڌڙ باھ جي وچ ۾ وني وجوس. پو{ سندس مٿي تي ٽھڪندڙ پاڻي هاريو. (پو{ ان هنيلي ظالم کي چيو ويندو) چک (عذاب جو) مزو. تون دنيا ۾ وڏي طاقت وارو ۽ عزت وارو هئين. بيشڪ اھو اٿئي اھو (عذاب) جنھن بابت (دنيا ۾) شڪ ڪندو هئين (۽ چوندو هئين تہ نڪا قيامت ايندي ۽ نڪو مون کي عذاب ٿيندو). (سورت الدخان، آيت نمبر 47_50)

مسئلو 97: ڪافرن ۽ مشرڪن جي مٿن تي ايتريقدر تہ گرم پاڻي هاريو ويندو جو انھن جي کل، چربي ۽ پيٽ جي اندر جا آنڊا، جيرا بڪيون ۽ دل سڀ ڪجھ سڙي ويندن. (ڏسو) اھي ٻہ مخالف (فرقا) آھن جيڪي پنھنجي رب جي معاملي ۾ ھڪ ٻئي جي ابتڙ ڳالھيون ٻڌائن ٿا. انھن مان جن ڪفر جي واٽ ورتي انھن جي لا{ باھ جا ڪپڙا ڪاٽي تيار ڪيا ويا آھن. انھن جي مٿن تي ٽھڪندڙ پاڻي هاريو ويندو. جنھن ڪان انھن جون کلون ۽ پيٽ ۾ جو ڪجھ اٿن ڪامڻ ۽ جلڻ لڳندو (سورت الحج، آيت نمبر 19_20)

مسئلو 98: ٺهڪندڙ پاڻي ڪافرن جي مٿي تي هاريو ويندو جنهن جي ڪري انهن جي پيٽ جي هر شيءِ سڙي ٻاهر پيرن ۾ اچي ڪرندي. الله جي حڪم سان ڪافر وري ساڳي حالت ۾ اچي ويندو ۽ اهڙي طرح بار بار اهو عذاب ڏنو ويندن.

حضرت ابو هريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي اڪرم ﷺ فرمايو، "ٺهڪندڙ پاڻي ڪافرن جي مٿي تي وڌو ويندو جيڪو مٿي ۾ ٽنگ ڪري پيٽ تائين پهچندن ۽ پيٽ ۾ جيڪي ڪجهہ هوندن اهو ڪاٽي ڇڏيندن ۽ اهو سڀ ڪجهہ (انهن جي پٺيءَ مان نڪري) پيرن ۾ اچي ڪرندو ۽ اهو آهي (تفسير لفظ) "صهر" (جو) هن سزا کان پوءِ ڪافر وري ساڳي حالت ۾ اچي ويندو. (احمد)

دوزخين جو لباس

مسئلو 99: دوزخين کي باهہ جو لباس پارايو ويندو.

(ڏسو) اهي بہ مخالف (فرقا) آهن جيڪي پنهنجي رب جي معاملي ۾ هڪ ٻئي جي ابتڙ ڳالهيون ٻڌائن ٿا. انهن مان جن ڪفر جي واٽ اختيار ڪئي آهي انهن جي لاءِ باهہ جا

ڪپڙا ڪاٽي تيار ڪيا ويا آهن. انهن جي مٿن تي ٽهڪندڙ پاڻي هاريو ويندو جنهن ڪان انهن جون ڪلون ۽ پيٽ ۾ جو ڪجهہ هوندن ڪامڻ ۽ جلڻ لڳندن. (سورت الحج آيت نمبر 19_20)

مسئلو 100: ڪن ڏوهارين کي هٿ ڪڙيون ۽ بيڙيون پارائي ڏامر جو لباس پارايو ويندو.

ان ڏينهن توهان ڏوهارين کي ڏسندو تہ انهن کي هٿن ۽ پيرن ۾ زنجير جڪڙيل هوندا. ڏامر جو لباس پاتل هوندن ۽باهہ جا شعلا انهن جي چهرن کي ڍڪي ڇڏيندا. (سورت ابراهيم، آيت نمبر 49_50)

مسئلو 101: ڪن ڏوهارين کي گندڪ (گندرف) جو پاجامون ۽ خارش جي قميص پارائي ويندي.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 175)

مسئلو 102: قرآن ۽ حديث جو علم لڪائڻ وارن کي باھ جو لغام پارايو ويندو.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 170)

مسئلو 103: ڪن ڏوھارين کي باھ جون جتيون پارايون وينديون.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 53)

## دوزخ وارن جا بسترا

مسئلو 104: دوزخين کي آرام ڪرڻ لاءِ باھ جا بسترا مهيا ڪيا ويندا.

ڪافرن جي لاءِ دوزخ (جي باھ) جو بسترو هوندو ۽ دوزخ (جي باھ) جو ئي لحاف هوندو. ظالمن کي اسان اهڙو ئي بدلو ڏيندا آهيون. (سورت الاعراف، آيت نمبر 41)

مسئلو 105: دوزخين جا ”قالين“ ۽ ”غاليچا“ بہ باھ جا هوندا.

انهن جي لاءِ باھ جون ڇڻيون مٿان بہ ڇانيل هونديون ۽ هيٺان بہ ڇٽيون هوندن. اهو آهي اهو انجام (عذاب) جنهن کان الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهن کي ڊيڄاري ٿو. پوءِ اي منهنجا ٻانهو! منهنجي غضب کان بچو. (سورت الزمر، آيت نمبر 16)

مسئلو 106: دوزخين اوڙهڻ ۽ وڇائڻ باھ ئي باھ هوندي.

ان ڏينهن (باھ جو) عذاب انهن کي مٿان کان بہ ڍڪي ڇڏيندو ۽ پيرن جي هيٺان کان بہ اهو حڪم ٿيندو. هاڻي مزو چکو انهن عملن جو جيڪي توهان ڪندا هئو. (سورت العنڪبوت، آيت نمبر 55)

دوزخي پاڻي گهرندا تہ انهن جي اهڙي پاڻيءَ سان مهماني ڪئي ويندي جيڪو رجايل ٽامي جهڙو هوندو. جيڪو ڇهري کي پڃي / رڌي ڇڏيندن. (ا:ها ڪهڙي نہ!) بدترين پيئڻ جي

شيءَ ۽ (ڪهڙو نہ) برو آرامگاھ آهي. (سورت ڪهف، آيت نمبر 29)

## دوزخين جون ڇتيون ۽ قناتون

مسئلو 107: دوزخين جي مٿان باھ جون ڇتيون هونديون.

انهن تي باھ جون ڇتيون مٿان بہ ڇانيل هونديون ۽ هيٺان

ڪان بہ ڇانيل هونديون اهو آهي اهو انجام (عذاب) جنهن ڪان الله

تعاليٰ پنهنجي ٻانهن کي ڊيڄاري ٿو. پوءِ اي منهنجا ٻانهو!

منهنجي غضب کان بچو. (سورت الزمر، آيت نمبر 16)

مسئلو 108: باھ جي قناتن ۾ دوزخي رهندا هوندا.

اسان ظالمن جي لاءِ اهڙي باھ تيار ڪري ڇڏي آهي جنهن

جون قناتون انهن کي وڪوڙي ويندي. (سورت ڪهف آيت نمبر 29)

مسئلو 109: دوزخ جي قنات جي ٻن ديوارن جي وچ ۾

چاليهن سالن جي مسافري جو فاصلو هوندو.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 20)

باھ جا طوق، باھ جون هٿڪڙيون ۽ باھ جي ٻيڙين جو عذاب

مسئلو 110: دوزخ ۾ وڃڻ لاءِ ڏوهارين کي ڳچين ۾ طوق ڳٽ وڌا ويندا.

مسئلو 111: دوزخ ۾ وڃڻ کان پوءِ ڏوهارين کي ستر هٿ (تقريبن 105 فوٽ) ڊگهين زنجيرن ۾ جڪڙيو ويندو. (ملائڪن کي حڪم ٿيندو) هن کي پڪڙيو ۽ هن جي ڳچيءَ ۾ طوق وجهي ڇڏيو. پوءِ ان کي دوزخ ۾ اڇلي ڇڏيو. پوءِ ان کي ستر هٿ ڊگهي زنجير ۾ ٻڌي ڇڏيو. هي نہ عظمت واري الله کي مڃيندو هو ۽ نہ مسڪين کي کاڌو کارائڻ جي ترغيب ڏيند هو. (سورت الحاقہ آيت نمبر 30_40)

ڪافرن جي لاءِ اسان زنجيرون، طوق ۽ ڀڙڪندڙ باھ تيار
ڪري رکي آهي. (سورت الدهر، آيت نمبر 4)

مسئلو 112: ڪن ڏوهارين جي پيرن ۾ باھ جون بيڙيون
(پير ڪڙيون) بہ وڌيون وينديون.

(ڏوهارين جي لاءِ) اسان وٽ بيڙيون ۽ ڀڙڪندڙ دوزخ آهي.
(سورت المزمل آيت نمبر 12)

مسئلو 113: ملائڪ ڪافرن کي زنجيرن ۾ ٻڌي دوزخ ۾
گهليندا رهندا.

(ڪافرن کي انڪار ڪرڻ جو نتيجو ان وقت معلوم ٿيندو)
جڏهن طوق ۽ زنجير انهن جي ڳچين ۾ هوندا ۽ اهي
(ڪڏهن) ٽهڪندڙ پاڻيءَ ڏانهن گهليا ويندا ۽ (ڪڏهن
پنهنجي جاءِ تي واپس آڻڻ جي لاءِ) باھ ۾ گهليا ويندا.
(سورت المومن، آيت نمبر 71_72)

مسئلو 114: ڪن ڏوهارين کي هٿڪڙيون ۽ بيڙيون (پير
ڪڙيون) وجهي ڏامر جو لباس پارايو ويندو.

ان ڏينهن توهان ڏوهارين کي ڏسندو. انهن جا هٿ ۽ پير

جڪڙيل هوندا. گندرف جو لباس پاتل هوندن ۽ سندن چهرن

کي باهه وڪوڙيل ۽ ڍڪندڙ هوندي. (سورت ابراهيم، آيت

نمبر 49_50)

مسئلو 115: ڪن ڏوهارين جي ڳچين ۾ زهريلا نانگ طوق

بنائي وڌا ويندا.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 166)

باهه جي سوڙهين ۽ اونداهين ڪوٺڙين ۾ ڪچاڪچ پرڻ جو

عذاب

مسئلو 116: ڏوهارين کي انتهائي سوڙهين ۽ اونداهين

ڪوٺڙين ۾ ٻانهون ڪسي (ٻڌي) زور سان پريا ويندا ۽ اهي

خواهش ڪندا ته ڪاش! انهن کي موت اچي.

جڏهن ڏوهاري ماڻهو دوزخ جي سوڙهين ۽ اونداهين ڪوٺين

۾ مشڪون ڪسي اڇلايا ويندا ته پنهنجي لاءِ موت کي

سڏيندا. (ان وقت انهن کي چيو ويندو) اڄ هڪڙي موت کي

نه گهڻن موتن کي سڏيو. (سورت الفرقان، آيت نمبر

13_14)

وضاحت: هن آيت جي باري ۾ رسول اڪرم ﷺ کان سوال

ڪيو ويو ته پاڻ فرمايائون ته جهڙي طرح ڪوڪي کي

مشڪل سان پٽ ۾ ٺوڪيو ويندو آهي اهڙي طرح دوزخين

کي زبردستي سوڙهي جاءِ ۾ ٺوڪيو ويندو. (ابن ڪثير)

مسئلو 117: دوزخي دوزخ ۾ اهڙي طرح پريا ويندا جهڙي

طرح نيزي جي ڇهنب زبردستي هٿئي ۾ ٺوڪي ويندي آهي.

حضرت عبدالله بن عمرو رضي الله عنه کان روايت آهي ته

دوزخ ڪافر جي لاءِ ايتري قدر تنگ ڪيو ويندو جهڙي طرح

نيزي جي ڇهنب ڪاني جي هٿئي ۾ زور سان ٺوڪي ويندي

آهي. (شرح السنه)

## ڇهري کي باھ تي سيڪڻ (تپائڻ) جو عذاب

مسئلو 118: دوزخين جا ڇهرا دوزخ ۾ باھ تي ابتا سبتا سيڪيا ويندا.

جنهن ڏينهن انهن جا ڇهرا باھ تي اونڌا ڪيا ويندا، ان وقت اهي چوندا ڪاش! اسان الله ۽ ان جي رسول جي اطاعت ڪيون ها (تہ ڪهڙو نہ چڱو ٿئي ها) ۽ چنودا تہ اي اسان جا پروردگار! اسان پنهنجي سردارن ۽ وڏن جي اطاعت ڪئي انهن اسان کي سڌي راھ تان هٽائي ڇڏيو. انهن کي ٻيڻون عذاب ڏي ۽ سخت لعنت ڪر. (سورت الاحزاب 66_68)

مسئلو 119: ملائڪ ڪافرن کي باھ تي سيڪيندا ۽ چوندا رهندا ”مزو چکو ان عذاب جو جنهن جو توهان دنيا ۾ مطالبو ڪندا هئو.“

مري ويا (تباھ ٿي ويا) قياس ۽ گمان ڪان ڪم وٺڻ وارا

جيڪي جهالت ۾ غرق ۽ غفلت ۾ مدهوش آهن. پڇن ٿا آخر

اهو حساب ڪتاب جو ڏينهن ڪڏهن ايندو؟ اهو ان ڏينهن

ايندو جڏهن هنن ماڻهن کي باھ تي سيڪيو ويندو. ۽ (انهن

کي چيو ويندو) هاڻي چکو مزو پنهنجي فتني جو. هي اهو

(عذاب) اٿو جنهن جي لاءِ توهان تکڙ لائي ڏني هئي.

(سورت الزريات، آيت نمبر 10_14)

مسئلو 120: ڪن ڪافرن جي چهرن تي باھ جا شعلا وسايا ويندا.

ان ڏينهن توهان ڏوهارين کي ڏسندو تہ انهن جا هٿ ۽ پير

زنجيرن ۾ جڪڙيل هوندا. گندرف جو لباس پاتل هوندن ۽

باھ انهن جي چهرن کي وڪوڙيل ۽ ڍڪيندڙ هوندي.

(سورت ابراهيم، آيت نمبر 49_50)

مسئلو 121: ڪافر ماڻهو پنهنجا ”نرم، نازڪ ۽ خوبصورت چهرا“ باهه کان بچائڻ جي ڪوشش ڪندا، ليڪن بچائي نه سگهندا.

ڪاش! ڪافر ماڻهو ان وقت جو يقين ڪن ها جڏهن اهي پنهنجا چهرا باهه کان بچائي نه سگهندا ۽ نه ئي پنهنجون پٺيون بچائي سگهندا ۽ نه ئي انهن کي (ڪٿان) مدد ملي سگهندي. (سورت الانبياءَ، آيت نمبر 39)

مسئلو 122: ڪافر دوزخ جو بدترين عذاب پنهنجي چهرن تي سهندا.

ڀلا اهو شخص جيڪو قيامت جي ڏينهن بدترين عذاب پنهنجي چهري تي سهندو (ان کان وڌيڪ بدحال ڪير ٿي سگهي ٿو) اهڙن ظالمن کي چيو ويندو، هاڻي چکو مزو ان ڪمائيءَ جو جيڪا توهان (دنيا ۾) ڪندا رهيو. (سورت الزمر، آيت نمبر 24)

وضاحت: ڏوهاري ماڻهو سزا جي وقت پنهنجي هٿن سان چهري کي بچائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ليڪن دوزخين جا

دوزخ ۾ جيئن تہ هٿ ڳچيءَ سان ٻڌل هوندا انهيءَ ڪري اهي هٿ اڳتي ڪري نہ سگهندا ۽ ملائڪن جي بدترين سزا پنهنجي چهرن تي سهندا.

سخت زهريلي گرم هوا ۽ سخت زهريلي ڪاري دونهين جو عذاب

مسئلو 123: ڪن ڏوهارين کي زهريلي گرم هوا جي ٿڦيرن ۽ وٽ ڪائيندڙ ڪاري دونهين جو عذاب ۾ مبتلا ڪيو ويندو. ۽ کٻي پاسي وارا، کٻي پاسي وارن جي بدنصيبي جو ڇا حال هوندو؟ هو ساڙيندڙ زهريلي هوا ۽ ٽهڪندڙ پاڻي ۽ ڪاري دونهي جي پاڇي ۾ هوندا، جيڪو نہ ٿڌو هوندو ۽ نہ فرحت ڏيندڙ. (سورت الواقعہ آيت نمبر 41_44)

وضاحت: دوزخي دوزخ جي عذاب کان تنگ ٿي هڪ پاڇي ڏانهن ڊوڙندا. ليڪن جڏهن اتي پهچندا تہ خبر پوندن تہ اهو پاڇو نہ پر دوزخ جي باهہ جو ڪار دونهون آهي. (تفسير احسن البيان)

مسئلو 124: ڪافرن کي دوزخ ۾ ساڙيندڙ ۽ سخت گرم هوا جو عذاب ڏنو ويندو.

(ايمان وارا) چوندا هن ڪان اڳ (دنيا ۾) اسان پنهنجي اهل و عيال ۾ (الله کان) ڊڄندي زندگي بسر ڪندا هئاسين. آخرڪار الله تعاليٰ اسان تي فضل ڪيو ۽ اسان کي ساڙيندڙ هوا جي عذاب کان بچائي ورتائين. (سورت طور، آيت نمبر 26_27)

## سخت سردي جو عذاب

مسئلو 125: "زمهرير" دوزخ جو هڪڙو طبقو آهي جنهن ۾ دوزخ وارن کي سخت سردي جو عذاب ڏنو ويندو.

پوءِ الله تعاليٰ جنت وارن کي ان ڏينهن جي شر کان بچائيندو ۽ انهن کي تازگي ۽ راحت بخشيندو ۽ انهن جي صبر جي بدلي ۾ انهن کي جنت ۽ ريشمي لباس عطا ڪندو جتي اهي وڏن پلنگن تي وهاڻن تي ٽيڪ لڳائي ويٺا هوندا. نہ انهن

ڪي اس جي گرمي ستائيندي ۽ نہ زمهرير جي سردي.

(سورت الدهر، آيت نمبر 11_13)

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، ”(گرمي جي ڏينهن ۾) سخت گرمي جو ڏينهن ٿيندو آهي تہ الله تعاليٰ پنهنجا ڪن ۽ پنهنجون اکيون آسمان وارن ۽ زمين وارن ڏانهن ڪري ڇڏيندو آهي. جڏهن ڪو ٻانهو چوندو آهي لا الہ الا الله اڄ ڪيڏي نہ سخت گرمي آهي. يا الله مون کي دوزخ جي باهہ کان پناهہ ڏي! تہ الله تعاليٰ دوزخ کي فرمائيندو آهي، ”منهنجن ٻانهن مان هڪ ٻانهي توکان منهنجي پناهہ گهري آهي. مان توکي (يعني دوزخ کي) شاهد ڪريان ٿو تہ مون ان کي پناهہ ڏني آهي“ ۽ جڏهن سخت سردي جو ڏينهن هوندو آهي تہ الله تعاليٰ پنهنجا ڪن ۽ پنهنجون اکيون آسمان وارن ۽ زمين وارن ڏانهن ڪندو آهي. جڏهن (ڪو) ٻانهو چوندو آهي لا الہ الا الله اڄ ڪيڏي نہ سخت سردي آهي. يا الله مون کي دوزخ جي

طبقي زمهرير جي سردي کان پناهہ ڏي تہ الله تعاليٰ دوزخ کي فرمائيندو آهي بيشڪ منهنجن ٻانهن مان هڪ ٻانهي مون کان تنهنجي (طبقي) زمهرير کان پناهہ گهري آهي پوءِ مان توکي شاهد ڪريان ٿو تہ مون ان کي پناهہ ڏني. صحابہ ڪرام رضي الله عنهم عرض ڪيو، ”(اي الله جا رسول ﷺ ) دوزخ جو (طبقو) زمهرير ڇا آهي؟“ پاڻ ﷺ ارشاد فرمايو، ”جڏهن الله تعاليٰ ڪافر کي ان ۾ وجهندو تہ ان جي سرديءَ کان ٺئي ڪافر ان کي سجاٽي وٺندو (تہ اهو زمهرير جو عذاب آهي) گرمي ۽ سردي ٻئي دوزخ جا عذاب آهن.“ (بيهقي)

## دوزخ ۾ ذلت ۽ خواري جو عذاب

مسئلو 126: ڪافرن کي دوزخ ۾ ذليل ۽ خوار ڪيو ويندو.

جنهن ڏينهن ڪافرن کي دوزخ جي اڳيان بيهاريو ويندو ته انهن کي چيو ويندو (ته) توهان پنهنجي حصي جون نعمتون دنيا جي زندگيءَ ۾ ختم ڪري ڇڏيون ۽انهن مان فائدو وٺي ڇڏيو. پوءِ هاڻي توهان کي توهان جو نافرمانين ۽ ناحق آڪڙ جي ڏوهه ۾ خواري وارو عذاب ڏنو ويندو. (سورت الاحقاف، آيت نمبر 20)

مسئلو 127: دوزخي دوزخ ۾ گڏهه وانگر هينگندا.

دوزخي اتي اهڙي طرح گڏهه وانگر هينگندا جو ڪابه ڳالهه ٻڌڻ ڪانه ايندي. (سورت الانبياءَ، آيت نمبر 100)

مسئلو 128: ڪن ڪافرن کي ذليل ڪرڻ جي لاءِ انهن جو نڪ داغيو ويندو.

اسان عنقريب انهن جي سونڊ (نڪ) تي داغ لڳائينداسين. (سورت القلم، آيت نمبر 16)

مسئلو 129: دوزخين جا چهرا ڪارا سياه هوندا.

جن ماڻهن الله تي ڪوڙ هنيا آهن انهن جا چهرا قيامت جي ڏينهن ڪارا هوندا. ڇا دوزخ ۾ انهن تڪبر ڪرڻ وارن جي لاءِ ڪافي نہ آهي؟ (سورت الزمر، آيت نمبر 60)

مسئلو 130: ڪن ڪافرن جا منهن خاڪ آلود (مٽيءَ سان ڀريل) هوندا.

ان ڏينهن ڪن چهرن تي خاڪ اڏي رهي هوندي ۽ ڪاراڻ ڇانيل هوندن. اُهي اهي ئي ڪافر ۽ گنهگار ماڻهو هوندا.

(سورت عبس، آيت نمبر 40_42)

مسئلو 131: ڪن ڪافرن کي پيشاني جي وارن کان پڪڙي گهليو ويندو.

هرگز نہ! جيڪڏهن اهو باز نہ آيو تہ اسان ان جي پيشاني جا وار پڪڙي گهليندا سين. اها پيشاني جيڪا ڪوڙ ۽ خطاڪار آهي. (سورت العلق، آيت نمبر 15_16)

مسئلو 132: ڪن ڪافرن کي دوزخ ۾ منهن ڀر گهليو ويندو.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو آيت مسئلو نمبر 135)

## دوزخ ۾ سخت اونده ۽ تاريڪي جو عذاب

مسئلو 133: ڪافرن کي دوزخ ۾ وجهي ان جا دروازا سختيءَ سان بند ڪيا ويندا تہ جيئن دوزخي صدين تائين سخت اونده ۽ تاريخيءَ ۾ عذاب ڀوڳيندا رهن. اهي ڪٿان بہ ڪو روشني جو ڪرڻو ڏسي نہ سگهندا.

۽ جن ماڻهن اسان جي آيتن کي مڃڻ کان انڪار ڪيو اهي بدبخت ماڻهو آهن (قيامت جي ڏينهن) انهن تي دوزخ جي باهہ هوندي، دروازا بند ڪيل. (سورت البلد، آيت نمبر 19_20)

توکي ڪهڙي خبر تہ پرزا پرزا ڪرڻ واري جاءِ ڇا آهي؟ (اها) الله جي باهہ آهي ڇڱيءَ طرح ڀڙڪايل. جيڪا دلين تائين پهچندي. اها انهن تي بند ڪيل دروازن ۾ هوندي. (انهيءَ حالت ۾ جو اهي) وڏن وڏن ٿنڀن ۾ ٻڌل (بيوس) هوندا. (سورت الهمزه آيت نمبر 5_9)

مسئلو 134: دوزخ جي باھ بذات خود تارڪول (ڏامر) کان وڏيڪ ڪاري ٿي سياھ آهي جنهن ۾ هٿ هٿ کي نہ ڏسي سگهندو.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي، ”ڇا توهان دوزخ جي باھ کي دنيا جي باھ وانگر ٿا سمجهو؟ (هرگز نہ!) دوزخ جي باھ تي (ڏامر) کان وڏيڪ ڪاري آهي.“ (مالڪ)

وضاحت: ڀڪو روڊ ٺاهڻ جي لاءِ ڪاري رنگ جو مادو جنهن کي اردوءَ ۾ ”تارڪول“ پنجابي ۾ ”لڪ“ انگريزي ۾ (Bitchumen) بچ مين چون ٿا عربي ۾ ”قار“ سڏجي ٿو.

## منهن ڀر هلائڻ ٿي گهلڻ جو عذاب

مسئلو 135: ملائڪ ڪافرن کي دوزخ ۾ منهن ڀر گهليندا. ان ڏينهن (ڪافر) منهن ڀر باھ ۾ گهليا ويندا انهن کي چيو ويندو چکو دوزخ جي باھ جو مزو. (سورت القمر، آيت نمبر 48)

مسئلو 136: ڪن ڏوهارين کي قبر مان ئي منهن ڀر اٿاري دوزخ ۾ اڇلايو ويندو.

مسئلو 137: منهن ڀر اٿڻ وارا ڪافر انڌا، گونگا ۽ ٻوڙا ٻه هوندا.

(گمراهہ ماڻهن کي) اسان قيامت جي ڏينهن انڌا، گونگا ۽ ٻوڙا ڪري منهن ڀر اٿاريندا سين. انهن جو نڪاڻو دوزخ آهي. جڏهن ٻہ ان جي باهہ وسامڻ لڳندي اسان ان کي وڌيڪ ڀڙڪائي ڇڏيندا سين. (سورت بني اسرائيل، آيت نمبر 97)

مسئلو 138: ڪن ڪافرن کي ملائڪ زنجيرن ۾ ٻڌي گهليندا.

طوق ۽ زنجير ڪافرن جي گردنن ۾ هوندا ۽ (جڏهن پاڻي گهرندا تہ پيئڻ جي لاءِ) اهي ٽهڪندڙ پاڻيءَ ڏانهن گهليا ويندا ۽ پوءِ (واپس) دوزخ جي باهہ ۾ اڇلايا ويندا.

(سورت المومن، آيت نمبر 71_72)

مسئلو 139: ڪافر جي مٿي تي ٽهڪندڙ پاڻي وجهڻ جي لاءِ ملائڪ ان کي گهلي دوزخ جي وچ ۾ وٺي ويندا.

(الله تعاليٰ ملائڪن کي حڪم ڏيندو) هن کي پڪڙي دوزخ جي وچ ۾ وٺي وڃو ۽ پوءِ هن جي مٿي تي ٽهڪندڙ پاڻي جو عذاب پرٿايو. (سورت الدخان، آيت نمبر 47_48)

مسئلو 140: ڪن ڏوهارين کي پيشاني جي وارن کان پڪڙي ۽ ڪن کي پيرن کان پڪڙي گهليو ويندو.

ڏوهاري اتي پنهنجن چهرن مان سڃاتا ويندا ۽ انهن کي پيشاني جي وارن ۽ پيرن کان پڪڙي گهليو ويندو (ان وقت) توهان پنهنجي رب جي ڪهڙين ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪري سگهندو. (سورت الرحمان، آيت نمبر 41_42)

مسئلو 141: ابوجهل کي ملائڪ پيشاني جي وارن کان پڪڙي دوزخ ۾ گهليندا.

هرگز نہ! جيڪڏهن هو باز نہ آيو تہ اسان ان جي پيشاني جي وارن کان پڪڙي گهليداسين. انهيءَ پيشانيءَ کي جيڪا

ڪوڙي ۽ خطاڪار آهي. (سورت العلق، آيت نمبر 15_16)

مسئلو 142: ڏيکاو ۽ رياءَ جي عبادت ڪرڻ وارن کي منهن ڀر گهلي دوزخ ۾ وڌو ويندو.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 66)

مسئلو 143: الله تعاليٰ ڏوهارين کي منهن ڀر اڻارڻ ۽ منهن ڀر هلائڻ تي اهڙي طرح قادر آهي جهڙي طرح دنيا ۾ انهن کي پيرن تي بيهارڻ ۽ هلائڻ تي قادر آهي.

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ هڪ شخص عرض ڪيو، "اي الله جا رسولﷺ قيامت جي ڏينهن ڪافر کي منهن ڀر ڪيئن اٿاريو ويندو؟" پاڻﷺ فرمايو، "اها ذات جنهن هن دنيا ۾ ٻنهي پيرن تي هلايو ڇا اها هن ڳالهہ تي قدرت نہ ٿي رکي تہ قيامت جي ڏينهن ان کي منهن ڀر هلائي؟" حضرت قتاده رضي الله عنہ هي حديث ٻڌي چيو،

”اسان جي پروردگار جي عزت جو قسم! بيشڪ اهو اهڙي طاقت ضرور رکي ٿو.“ (مسلم)

## باھ جي جبل تي چڙھائڻ جو عذاب

مسئلو 144: دوزخ ۾ ڪافرن کي باھ جي جبل تي چڙھائڻ جو عذاب ڏنو ويندو.

مان ان کي عنقريب مشڪل چڙھائي چڙھائيندس. (سورت المدثر، آيت نمبر 17)

مسئلو 145: ”صعود“ دوزخ ۾ هڪ پهاڙ جو نالو آهي جنهن تي ڪافر ستر سال جي مدت ۾ چڙھندو. پوءِ ان کان هيٺ ڪرندو ۽ وري ٻيهر ستر سالن جي مدت ۾ چڙھندو ائين مسلسل عذاب ۾ مبتلا رهندو.

حضرت ابو سعيد (خدري) رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرماوي، ”دوزخ ۾ هڪڙي وادي جو نالو ”ويل“ آهي جنهن جي تري تائين پهچڻ جي لاءِ ڪافر چاليهہ سالن

تائين ان ۾ ڪرندو هليو ويندو ۽ ”صعود“ دوزخ ۾ هڪڙي جبل جو نالو آهي جنهن تي ڪافر ستر سالن (جي عرصي) ۾ چڙهندو پوءِ ان تان لهندو. ڪافر هميشہ انهيءَ (عذاب ۾ يعني چڙهڻ ۽ لهڻ) ۾ مبتلا رهندو. (ابويعلي)

## باهہ جي ٿنڀن سان ٻڌڻ جو عذاب

مسئلو 146: ڪن ڏوهارين کي دوزخ م باهہ جي ٿنڀن سان ٻڌو ويندو.

توکي ڪهڙي خبر تہ پرزا پرزا ڪرڻ واري جاءِ ڇا آهي؟ اللّٰه جي باهہ آهي چڱيءَ طرح ڀڙڪايل، جيڪا دلين تائين پهچندي، انهن کي وڏن وڏن ٿنڀن ۾ (ٻڌي) مٿان بند ڪئي ويندي. (سورت الهمزتہ، آيت نمبر 5_9)

مسئلو 147: ڪن ڏوهارين کي وڏي سختيءَ سان ٻڌو ويندو.

ان ڏينهن الله جهڙو عذاب ڏيندو اهڙو عذاب ڏيڻ وارو ڪوبہ

نہ آهي. ۽ الله جهڙي طرح ٻڌندو اهڙي طرح ٻڌڻ وارو ڪوبہ

ڪونهي. (سورت الفجر، آيت نمبر 25_26)

## دوزخ ۾ لوهہ جي هٿوڙن ۽ گرزن سان مارڻ جو عذاب

مسئلو 148: لوهہ جي وزني هٿوڙن ۽ گرزن سان ڏوهارين جا مٿا ڪچليا ويندا.

ڪافرن جي لاءِ (دوزخ ۾) لوهہ جا گرز ۽ هٿوڙا هوندا. جڏهن بہ گهبرائجي دوزخ کان نڪرڻ جي ڪوشش ڪندا تہ وري ان ۾ واپس ڌڪيا ويندا. (۽ انهن کي چيو ويندو) هاڻي سڙڻ (۽ پچڻ) جي عذاب جو مزو چکو) (سورت الحج، آيت نمبر 21_22)

مسئلو 149: دوزخ ۾ ڪافرن کي سزا ڏيڻ لاءِ لوهہ جا گرز

ايتري قدر تہ وزني هوندا جو روءِ زمين جا انسان ۽ جن

گڏجي بہ هڪڙو گرز نہ کڻي سگهندا.

حضرت ابو سعيد خدري رضي الله ڪان روايت آهي تہ نبي

ڪريم ﷺ فرمايو، "جيڪڏهن دوزخ م ڪافرن کي مارڻ

وارو گرز زمين تي رکيو وڃي ۽ سڄي دنيا جا انسان ۽ جن

گڏ ٿين تڏهن بہ ان کي کڻي نہ سگهندا." (ابويعلي)

## دوزخ ۾ نانگن ۽ وڇن جو عذاب

مسئلو 150: دوزخ جا نانگ اٺ جيڏا هوندا، جن جي هڪ

دفعو ڏنگڻ جو اثر چاليهن سالن تائين جاري رهندو.

مسئلو 151: دوزخ جا وڇون خچر جيڏا هوندا، جن جي هڪ

دفعو ڏنگڻ جو اثر چاليهن الن تائين رهندو.

حضرت عبدالله بن حارث بن جز رضي الله عنہ ڪان روايت

آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، "دوزخ م بختي اُٺ (اٺن جو

هڪ قسم) جي برابر (جيڏا) نانگ هوندا. انهن مان هڪڙي نانگ جي ڏنگڻ سان دوزخي چاليهہ سالن تائين ان جو اثر محسوس ڪندو رهندو. دوزخ ۾ وڇون خچرن جيڏا هوندا. انهن مان هڪڙي وڇونءَ جي ڏنگ جو اثر دوزخي چاليهن سالن تائين محسوس ڪندو رهندو. (احمد)

مسئلو 152: دوزخ ۾ تمام زهريلا گنجا نانگ هوندا جيڪي زڪوات نہ ڏيڻ وارن جي ڳچين ۾ طوق بنائي وڌا ويندا.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 166)

مسئلو 153: دوزخين جو عذاب وڌائڻ لاءِ دوزخ جي وڇن جا ڏنگ ڊگهي ڪجي جيترا وڌايا ويندا.

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ الله تعاليٰ جي قول، ”وزد ناهم .... (اسان انهن جي عذاب ۾ وڌيڪ اضافو ڪنداسين.“ (سورت النحل آيت نمبر 88) جي تشريح ۾ فرمائين ٿا تہ (دزخين جي عذاب ۾ اضافي جي لاءِ) وڇن جا ڏنگ ڊگهين ڳچين جيترا وڌايا ويندا.“ (طبراني)

## جسمن کي وڏو ڪرڻ جو عذاب

مسئلو 451: دوزخ ۾ ڪافر جو هڪڙو ڏند احد جبل جيڏو هوندو.

مسئلو 155: دوزخ ۾ ڪافر جي کل جي ٿولهہ ٽن مهينن جي مسافري جي برابر هوندي.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، ”ڪافر جو ڏند يا ڇاڙهي (دوزخ ۾) احد جبل جي برابر هوندي. ۽ ان جي کل جي ٿولهہ ٽن ڏينهن جي مسافري جي برابر هوندي. (مسلم)

مسئلو 156: ڪن ڪافرن جي هوڙ (ڏاٿ) احد جبل کان بہ وڏي هوندي ۽ انهن جو باقي جسم بہ انهيءَ نسبت سان هوندو.

حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي اڪرم ﷺ فرمايو، ”دوزخ ۾) ڪافر جو جسم تمام وڏو

ڪيو ويندو. ايستائين جو ان جي هڪڙي هوڙ احد جبل کان
بہ وڏي هوندي.” (ابن ماجہ)

مسئلو 157: دوزخ ۾ ڪافر جي ٻنهي ڪلهن جي وچ جو
فاصلو تيز گهوڙي سوار جي ٽن ڏينهن جي مسافري جيترو
هوندو.

حضرت ابو هريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله
ﷺ فرمايو، ”ڪافر جي ٻنهي ڪهن جي وچ جو فاصلو تيز
گهوڙي سوار جي ٽن ڏينهن جي مسافري جي برابر هوندو.”
(مسلم)

مسئلو 158: ڪن ڪافرن جي ڪن ۽ ڪلهي جي وچ ۾
ستر (70) سالن جي مسافري جو مفاصلو هوندو ۽ انهن
جي جسم ۾ رت ۽ پون جون نديون وهي رهيون هونديون.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 21)

مسئلو 159: دوزخ ۾ ڪافر جي کل جي ٿولهہ ٻائيتاليهہ
هٿ (يعني 63 فوٽ) هوندي. هڪڙو ڏند احد جبل جيڏو

هوندو ۽ ان جي ويهڻ جي جاءِ مڪي ۽ مديني جي وچ ۾ مسافري جي برابر هوندي (يعني 410 ڪلوميٽر).

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي اڪرمﷺ فرمايو، ”دوزخ ۾ ڪافر جي ڪل جي ڏوله ٻائيتاليهہ هٿ هوندي، هڪڙو ڏند احد جبل جيڏو هوندو ۽ ان جي ويهڻ جي جاءِ مڪي ۽ مديني جي وچ ۾ مفاصلي جيڏي هوندي“. (ترمذي)

مسئلو 160: دوزخين جي هڪڙي ٻانهن ”بيضاءَ“ جبل جيڏي هوندي ۽ ان جي ران ”ورقان“ جبل جيڏي هوندي.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ فرمايو، ”قيامت جي ڏينهن ڪافر جي هوڙ احد (جبل) جي برابر هوندي ۽ ان جي ڪل جي ٿولهہ ستر هٿ (تقريبن سئو فوٽ) ۽ ان جي ٻانهن بيضاءَ (جبل) جي برابر ۽ ران ورقان (جبل) جي برابر هوندي. ان جي ويهڻ جي جاءِ ايتري

هوندي جيتري منهنجي ۽ ربزتہ (ڳوٺ) جي وچ ۾ فاصلو آهي.” (احمد ۽ حاڪم)

وضاحت: مختلف حديثن ۾ دوزخين جون حالتون مختلف بيان ڪيون ويون آهن. ڪٿي ڪل جي ٿولهہ ٻائيتاليهہ هٿ (تقريبن 60 فوٽ) ڪٿي ڪل جي ٿولهہ ستر هٿ (يعني تقريبن سئو فوٽ) بيان ڪئي وئي آهي. اهو فرق دوزخين جي گناهن ۽ ڏوهن جي مطابق هوندو. والله اعلم بالصواب.

مسئلو 161: ڪن ڪافرن جو جسم ايترو وڏو ڪيو ويندو جو اهي وسيع ۽ڪشادي دوزخ جي هڪڙي ڪنڊ ۾ سمائجي ويندا.

حضرت حارث بن اقيش رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، ”منهنجي اُمت مان ڪي ماڻهو اهڙا هوندا جن ڪي دوزخ ۾ وجهڻ جي لاءِ) ايترو وڏو ڪيو ويندو جو اهي دوزخ جي هڪ ڪنڊ هوندا (يعني هڪڙي ڪنڊ ۾ سمائجي ويندا)”. (ابن ماجہ)

## ڪجھ نامعلوم عذاب

مسئلو 162: ڪافرن جي گناهن جي مطابق انهن کي ڪي اهڙا بہ نامعلوم عذاب ڏنا ويندا جن جو ذڪر نہ قرآن ۾ ڪيو ويو آهي ۽ نہ حديث سڳوري ۾ ڪيو ويو آهي.

۽ اهڙي قسم جا ڪيترا پيا عذاب بہ هوندا. (سورت ص، آيت نمبر 58)

مسئلو 163: ڪن ڪافرن کي تمام "دردناڪ عذاب" ڏنو ويندو.

جن ماڻهن پنهنجي رب آيتن جو انڪار ڪيو انهن جي لاءِ سخت تڪليف وارو عذاب هوندو. (سورت الجاثيہ، آيت نمبر 11)

(اي محمد ﷺ) ڪفر جي رستي ۾ ڊوڙ ڊڪ ڪرڻ وارن جون سرگرميون توکي غمگين نہ ڪن ڇو تہ اهي الله جو ڪجھ بہ بگاڙي نٿا سگهن. الله تعاليٰ جو ارادو اهو آهي تہ انهن جي

لاءِ آخرت ۾ ڪوبہ حصو نہ رکي ۽ اهڙن ماڻهن جي لاءِ تمام وڏو عذاب آهي. (سورت آل عمران، آيت نمبر 176)

مسئلو 165: ڪن ڪافرن کي "سخت عذاب" ڏنو ويندو.

جن ماڻهن الله جي آيتن کي مڃڻ کان انڪار ڪيو انهن جي لاءِ سخت عذاب هوندو. (سورت آل عمران، آيت نمبر 4)

جيڪي ماڻهو برايون رٿين ٿا ۽ برايون ڪن ٿا تن جي لاءِ سخت عذاب آهي. (سورت الفاطر، آيت نمبر 10)

## دوزخ ۾ ڪجهہ گناهن جا مخصوص عذاب

مسئلو 166: زڪوات ادا نہ ڪرڻ وارن کي زهريلن گنجن نانگن جي ڏنگڻ جو عذاب.

حضرت ابوهريره رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، "جنهن کي الله تعاليٰ مال ڏنو ۽ هن ان جي زڪوات ادا نہ ڪئي تہ قيامت جي ڏينهن ان جو مال گنجي نانگ جي شڪل ۾ جنهن جي اکين تي بہ نقطا (يعني

داغ) هوندا، ان جي ڳچي جو طوق ٿيندو. پوءِ ان جون ٻئي واڇون پڪڙي چوندو، ”مان تنهنجو مال آهيان، مان تنهنجو خزانو آهيان“ پوءِ رسول الله ﷺ هيءَ آيت تلاوت فرمائي (ترجمو: ”جن ماڻهن کي الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان مال ڏنو آهي تنهن ۾ جيڪو بخل ڪن ٿا، اهي پنهنجي لاءِ اها ڪنجوسي سٺي نہ سمجهن بلڪ انهن جي حق ۾ تمام خراب آهي. عنقريب قيامت جي ڏينهن اها ڪنجوسي انهن جي ڳچيءَ جو طوق ٿيڻ واري آهي.“ (بخاري)

مسئلو 167: زڪوات ادا نہ ڪرڻ وارن کي انهن جي دولت (يعني سون ۽ چاندي) جون تختيون ٺاهي باهہ ۾ گرم ڪري انهن جي پيشانين، پٺين ۽ پاسرين کي ڏنپيو ويندو.

مسئلو 168: جانورن جي زڪوات نہ ڏيڻ واري کي قيامت جي ڏينهن جانورن جي پيرن هيٺان چيپاٽيو ويندو.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، ”جيڪ شخص سون ۽ چاندي جو مالڪ هجي

ليڪن ان جو حق (يعني زڪوات) ادا نہ ڪيو تہ قيامت جي ڏينهن ان (سون ۽ چاندي) جون تختيون ٺاهي، انهن کي دوزخ جي باهہ مان تپايو ويندو. پوءِ انهن تختين سان انهن جي پاسرين، پيشاني ۽ پٺيءَ تي ڏنب ڏنا ويندا. جڏهن بہ (اهي تختيون گرم ڪرڻ جي لاءِ) باهہ ۾ واپس وڌيون وينديون تہ وري (عذاب ڏيڻ لاءِ) آنديون وينديون (اهڙي طرح ان سان اهو سلوڪ) سڄو ڏينهن ٿيندو رهندو جنهن جو عرصو پنجاهہ هزار سالن (جي برابر) هوندو. ايستائين جو انسانن جا فيصلا ٿي ويندا ۽ اهي پنهنجو رستو جنت ڏانهن ڏسي وٺندا يا دوزخ ڏانهن" (صحابہ ڪرام رضي الله عنهم عرض ڪيو ڇا اي الله جا رسولﷺ) پوءِ اُٺن جو ڪهڙو معاملو ٿيندو؟" پاڻﷺ ارشاد فرمايو، "جيڪو شخص اٺن جو مالڪ هجي ۽ اهو انهن جو حق (يعني زڪوات) ادا نہ ڪري

۽ ان تي حق اهو بہ آهي تہ پاڻي پيارڻ واري ڏينهن کير ڏهي (۽ مسکينن کي پياري) اهو قيامت جي ڏينهن هڪ سڌي ميدان ۾ اونڌي منهن ليٽايو ويندو ۽ اهي اٺ تمام ٿلها متارا ٿي وينا، انهن مان هڪڙو گورو (ننڍو ٻچو) بہ گهٽ نہ هوندو. اهي ان کي پنهنجن داڙهن سان پيا چيڀاٽيندا ۽ پنهنجي منهن سان پيا پٽيندا. جڏهن پهريون اٺ (پنهنجي مالڪ کي لتاڙي) هليو ويندو تہ ٻيو ايندو (جيڪو ان کي لتاڙيندو) سڄو ڏينهن (ائين ئي) ٿيندو رهندو. جنهن جو اندازو پنجاهہ هزار سال آهي. ايستائين جو ماڻهن جو فيصلو ٿي ويندو ۽ اهي پنهنجو رستو جنت ڏانهن ڏسي وٺندا يا دوزخ ڏانهن" عرض ڪيو ويو، "اي الله جا رسولﷺ ڳئن ۽ ٻڪرين جي باري ۾ ڇا فرمان آهي؟" رسول الله ﷺ جيڪو شخص ڍڳين ۽ ٻڪرين جو مالڪ هجي ۽ اهو حق (زڪوات) ادا نہ ڪري اهو قيامت جي ڏينهن سڌي ميدان۾

اونڌي منهن ليٽايو ويندو ۽ انهن ڳڀئن ۽ ٻڪرين مان ڪابہ گهٽ نہ هوندي (سڀ ايندديون) ۽ انهن مان ڪابہ سڱ مڙيل نہ هوندي ۽ نہ بنا سڱن جي هوندي ۽ نہ وري ڪا ڀڳل سنڱ واري (هوندي) اهي هن کي پنهنجي سڱن سان مارينديون ۽ پنهنجي ڪرن سان لتاڙينديون. جڏهن پهرين ويندي تہ پوئين ايندي (يعني لڳاتار ايندديون رهنديون) سڄو ڏينهن ائين ٿيندو رهندو. ايستائين جو ٻانهن جي وچ ۾ فيصلو ٿي ويندو ۽ اهي پنهنجو رستو جنت ڏانهن ڏسي وٺندا يا دوزخ جي طرف.” (مسلم)

مسئلو 169: رمضان جا روزا نہ رکڻ وارن کي اونڌو لٽڪائي واڇون چيرڻ جي سزا ڏني ويندي.

حضرت ابو امامہ باهلي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ کي فرمائيندي ٻڌو. ”مان ستل هئس ۽ مون وٽ ٻہ ماڻهو آيا. انهن مون کي ٻانهن کان پڪڙيو ۽ مون

کي هڪ ڏکي چڙهائي واري جبل تي آندائون ۽ ٻنهيءَ چيو، ”هن جبل تي چڙهه“ مون چيو، ”مان نہ ٿو چڙهي سگهان“، هن چيو، ”اسان تنهنجي لاءِ آساني پيدا ڪنداسين.“ پوءِ مان چڙهي ويس ايتريقدر جو جبل جي چوٽيءَ تي پهچي ويس. جتي مون سخت رڙين ۽ دانهن جو آواز ٻڌو. مون پڇيو ”هي آواز ڇا جا آهن؟“ هنن ٻڌايو، ”هي دوزخين جون رڙيون ۽ دانهون آهن.“ پوءِ اهي مون سان گڏ اڳتي وڌيا جتي مون ڪجهہ ماڻهن کي اُبتو لٽڪيل ڏٺو، جن جا منهن چيريل هئا ۽ انهن مان رت وهي رهيو هو، مون پڇيو، ”هي ڪير ماڻهو آهن؟“ هنن جواب ڏنو، ”هي اهي ماڻهو آهن جيڪي روزو وقت کان اڳ ۾ کولي ڇڏيندا هئا.“ (ابن خزيمہ ۽ ابن حبان)

مسئلو 170: دين جو علم (قرآن ۽ حديث) لڪائڻ واري کي دوزخ جي باهہ جو لغام پارايو ويندو.

حضرت ابو هريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، ”جنهن شخص کان دين جو معاملو پڇيو ويو ان لڪايو (تہ) قيامت جي ڏينهن ان کي باھ جو لغام پارايو ويندو.“ (ترمذي)

مسئلو 171: ٻچاپڙائي اختيار ڪرڻ واري ماڻهوءَ کي قيامت جي ڏينهن منهن ۾ باھ جون ٻہ زبانون وڌيون وينديون.

حضرت عمار رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، ”جنهن دنيا ٻچاپڙائي (هن سان هن جهڙو ۽ هن سان هن جهڙو وارو رويو) اختيار ڪئي ان کي قيامت جي ڏينهن باھ جون ٻہ زبانون هونديون.“ (ابودائود)

مسئلو 172: ڪوڙيون افواهون ڦهلائڻ واري شخص جو وات، ناسون ۽ اکيون ڪياڙيءَ تائين چيرڻ جي سزا ڏني ويندي.

مسئلو 173: زاني مردن ۽ عورتن کي اگهاڙي بدن سان هڪ ئي تنور ۾ سڙڻ جي سزا ڏني ويندي،

مسئلو 174: وياج خور کي رت جي ندي ۾ غوطا کائڻ ۽ پٿر ڳهڻ جي سزا ڏني ويندي.

حضرت سمرت بن جندب رضي الله عنہ خواب واري حديث ۾ روايت ڪن ٿا تہ نبي اڪرم ﷺ فرمايو. ”(خواب ۾ منهنجي پيءُ تي) جبرائيل عليہ السلام ۽ ميڪائيل عليہ السلام مون کي ٻڌايو تہ (جيڪي نظارا توهان کي ڏيکاريا ويا آهن انهن مان) سڀ کان پهريائين جنهن شخص وٽان توهان لنگهيا ۽ جنهن جو واڇون ناسون ۽ اکيون ڪياڙيءَ تائين (لوهہ جي اوزار سان) چيريون پئي ويون. اهو اهو شخص هو جيڪو صبح جو گهر کان نڪرندو هو. ڪوڙيون خبرون گهڙيندو هو جيڪي (هڪدم) سڄي دنيا ۾ ڦهلجي وينديون هيون ۽ اهي اگهاڙا مرد ۽ عورتون جن کي توهان تنور ۾ سڙندي ڏٺو. زاني مرد ۽ عورتون هيون ۽ اهو شخص جيڪو رت جي درياهہ ۾ غوطا کائي رهيون هيون ۽ جنهن

جي منهن ۾ هر هر پٿر پئي ويا. اهو اهو شخص هو جيڪو (دنيا ۾) وياج کائيندو هو.” (بخاري)

مسئلو 175: ميت تي ماتم ۽ پار ڪڍڻ واري عورت (يا مرد) کي قيامت جي ڏينهن گندرف جي شلوار ۽ خارش جي خميص پارائي ويندي.

حضرت ابومالڪ اشعري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي اڪرم ﷺ فرمايو، ”منهنجي اُمت ۾ جاهليت جي زماني جا چار ڪم اهڙا آهن جن کي ماڻهو ڇڏيندا. (1) پنهنجي حسب تي فخر ڪرڻ (2) ٻين جي حسب تي ٺوڪ ڪرڻ (3) تارن کان بارش طلب ڪرڻ ۽ (4) (مرڻ وارن تي) پار ڪڍڻ” وڌيڪ رسول الله ﷺ فرمايو، ”پار ڪڍڻ واري عورت جيڪڏهن مرڻ کان اڳ توبہ نہ ڪندي تہ ان کي قيامت جي ڏينهن بيهاري گندرف جو پاجامون (شلوار) ۽ خارش جي (قميص) پارائي ويندي.” (مسلم)

مسئلو 176: قرآن ياد ڪري وساري ڇڏڻ واري ۽ سومهڻي جي نماز پڙهڻ کان سواءِ سمهڻ واري شخص کي دوزخ ۾ لڳاتار پٿر سان مٿو ڪچلڻ جي سزا ڏني ويندي.

حضرت سمرة بن جندب رضي الله عنه خواب واري حديث ۾ روايت ڪن ٿا ته خواب ۾ منهنجي پڇڻ تي نبي اڪرم ﷺ فرمايو، "جبرائيل عليہ السلام ۽ ميڪائيل عليہ السلام مون کي ٻڌايو ته (جيڪي مناظر توهان کي ڏيکاريا ويا آهن انهن مان) سڀ کان پهريائين جنهن شخص وٽان توهان جو لنگهڻ ٿيو ۽ جنهن جو مٿو پٿر سان ڪچليو پئي ويو اهو، اهو شخص هو جنهن دنيا ۾ قرآن (سکي) پلائي ڇڏيو هو ۽ فرض نماز پڙهڻ کان سواءِ سمهي رهندو هو." (بخاري)

وضاحت: حديث شريف ۾ اها به وضاحت آهي ته ملائڪ ماڻهوءَ جي مٿي تي پٿر هنيون ٿي ته مٿو ڪچلڻ کان پوءِ پٿر پري تائين لڙهڪي ويو پئي ۽ جڏهن ملائڪ پٿر کڻي

واپس پئي آيو تہ مٿو پهرئين وانگر صحيح سالم ٿي ويو پئي ۽ ملائڪ وري پٿر هڻي ان جو مٿو پئي ڪچليو ۽ اهڙي طرح ملائڪ لڳاتار ان ماڻهوءَ کي سزا پئي ڏني.

مسئلو 177: ٻين کي امربالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جي نصيحت ڪرڻ وارو ليڪن خود عمل نہ ڪرڻ واري جي دوزخ ۾ سزا.

حضرت اُسامہ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ کي فرمائيندي ٻڌو، "قيامت جي ڏينهن هڪ ماڻهوءَ کي آندو ويندو ۽ ان کي باهہ ۾ وڌو ويندو. ان جا آندا (پيٽ کان ٻاهر نڪري ايندا ۽) باهہ ۾ وندا. اهو پنهنجا آندا کڻي اهڙي طرح گهمندو جهڙي طرح گڏھہ (گهاڻي جي) چڪي جي چوڌاري ڦرندو آهي. دوزخ وارا ان جي چوڌاري گڏ ٿي ويندا ۽ پڇندا، "اي فلاڻا! تنهنجو هي حال ڇو ٿيو آهي؟" اهو شخص جواب ۾ چوندو "مان توهان کي نيڪي جو حڪم ڪندو هئس ليڪن خود نيڪي نہ ڪندو هئس. توهان کي

برائي کان روڪيندو هئس ليڪن خود نہ رڪندو هئس.”
(بخاري)

مسئلو 178: خودڪشي ڪرڻ وارو جنهن طريقي سان خودڪشي ڪري ٿو دوزخ ۾ اهو مسلسل انهيءَ سزا ۾ مبتلا رهندو.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي اڪرم ﷺ فرمايو، ”جيڪو شخص پنهنجو گلو گهٽي مري اهو دوزخ ۾ بہ پنهنجو گلو گهيندو رهندو ۽ جيڪو شخص تير (خنجر، پستول يا بندوق وغيره) سان پاڻ کي ماريندو اهو دوزخ ۾ بہ پنهنجو پاڻ کي تير هڻندو رهندو.” (بخاري)

مسئلو 179: شراب پيئڻ واري کي دوزخ ۾ دوزخ وارن جو بدبوءِ دار پگهر پياريو ويندو.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 90)

مسئلو 180: ڏيکاءَ جي عبادت ڪرڻ وارن کي منهن ڀر گهلي دوزخ ۾ وڌو ويندو.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 166)

مسئلو 181: غيبت (گلا) ڪرڻ وارا دوزخ ۾ پنهنجي نهن سان پنهنجي چهري ۽ سيني جو گوشت پٽيندا.

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو، ”معراج جي دوران منهنجو گذر اهڙن ماڻهن وٽان ٿيو جن جا نهن سرخ ٽامي جهڙا هئا، جن سان اهي پنهنجي منهن ۽ سيني جو گوشت پٽي رهيا هئا (۽ پاڻ کي) زخمي ڪري رهيا هائا. مون پڇيو، ”اي جبرائيل هي ڪير ماڻهو آهن؟“ حضرت جبرائيل عليہ السلام ٻڌايو، ”اهي اُهي ماڻهو آهن جيڪي ٻين جو گوشت ڪائيندا هئا (يعني انهن جي غيبت ڪندا هئا) ۽ انهن جي عزتن سان کيڏندا هئا.“ (ابودائود)

## دوزخ وارن تي قرآن مجيد جا تبصرا

مسئلو 182: قرآن مجيد جو قيامت تي ايمان نہ رکڻ وارن جي لاءِ ”معزز شخصيت“ جو خطاب!

(ملائڪن کي چونداسون) پڪڙيو هن کي ۽ گهليندا دوزخ جي وچ ۾ وٺي وڃوس ۽ هن جي مٿي تي ٽهڪندڙ پاڻي جو عذاب پرٽايو (هاريو) (۽ هن کي چئو) چک هن (عذاب) جو مزو ڇو تہ تون (پنهنجي گمان ۾) وڏو عزت وارو هئين. بيشڪ هي اهو عذاب آهي جنهن جي اچڻ ۾ توهان ماڻهو شڪ ڪندا هئو. (سورت الدخان، آيت نمبر 47_50)

مسئلو 183: رسول اڪرم ﷺ کي جادوگر چئي اسلام جي دعوت نڪرائڻ وارن کي دوزخ ۾ وٺي ويندي هڪ ٽول وارو سوال ٻڌايو؟ هي باهہ جادو آهي يا توهان کي ڪجهہ نظر نٿو اچي؟“

جنهن ڏينهن انهن کي ڌڪا ڏئي دوزخ جي باهہ ڏانهن نيو ويندو (ان ڏينهن انهن کي چيو ويندو)“ هيءَ اها باهہ آهي جنهن کي توهان ڪوڙو پائيندا هئا. (هاڻي ٻڌايو) هي جادو

آهي يا توهان کي نظر نٿو اچي؟ ان ۾ گهڙو. صبر ڪريو يا نہ ڪريو توهان جي لاءِ هڪجهڙو آهي. (۽ ياد رکو) توهان کي اهڙوئي بدلو ڏنو پيو وڃي جهڙو توهان عمل ڪندا هئو (سورت طور، آيت 13_16)

مسئلو 184: ڪافرن کي باهہ تي تپائيندي دوزخ جي داروغن جو ڪلام "انهيءَ عذاب کي توهان دنيا ۾ طلب ڪندا هئو. هاڻي خوب ان جو مزو وٺو."

(قيامت جي باري ۾) قياس ۽ گمان کان ڪم وٺڻ وارا ماريا ويا. اهي جيڪي غفلت ۾ مدهوش آهن. پڇن ٿا آخر حساب ڪتاب جو ڏينهن ڪڏهن ايندو؟ انهي ڏينهن ايندو جڏهن انهن کي باهہ ۾ عذاب ڪبو تہ (انهن کي چيو ويندو) پنهنجو عذاب چکو. هي اهو آهي جنهن کي (دنيا ۾) اوهان جلد گهرندا هئو (سورت الذاريات، آيت نمبر 10_14)

مسئلو 185: دوزخ جي طرف ويندي ڪافرن تي دوزخ جي داروغي جي هڪ هلڪي ٽوڪ "توهان تہ وڏا فرمانبردار ماڻهو" آهيو.

(ڇئبو تہ اي ملائڪو) گڏ ڪيو هنن ظالمن کي، انهن جي ساٿين کي ۽ انهن سڀني کي جن جي هي الله کان سواءِ عبادت ڪندا هئا. پوءِ انهن سڀني کي دوزخ جي واٽ ڏيکاري ڇڏيو. ۽ ها! ڪين ٿوري دير بيهاريو جو کانئن پڇڻو آهي. (ڇگو! ٻڌايو تہ) آخر ڪهڙي ڳالھ آهي جو توهان هڪ ٻئي جي مدد نٿا ڪريو؟ (جڏهن تہ دنيا ۾ توهان هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ جا دعويدار هئو) بلڪ اڄ تہ اهي (هي سڀ جا سڀ) وڏا فرمانبردار ٿهيل آهن (يعني بنا ڪجھ پڇڻ جي دوزخ جي واٽ وٺي رهيا آهن). (سورت الصافات، آيت نمبر 22_26)

## دوزخ ۾ گمراھ عالمن، پيرن ۽ انهن جي پيروي ڪندڙن جا جھڳڙا

مسئلو 186: گمراھ ڪرڻ وارن عالمن ۽ پيرن، فقيرن سان انهن جا پيروڪار دوزخ ۾ چوندا. ”هاڻي اسان جو ڪجھ تہ عذاب گهٽايو؟“ اهي جواب ڏيندا، ”هتي اسان سڀ هڪ جهڙا آهيون. توهان جي ڪنهن بہ ڪم نٿا اچي سگهون.“

جڏهن هي ماڻهو دوزخ ۾ هڪ ٻئي سان وڙهي رهيا هوندا (تڏهن) هيٺا (دنيا جي حساب سان جيڪي ڪمزور هوندا) (اهي وڏا ٿيڻ وارن) هينيان کي چوندا (دنيا ۾) اسان توهان جا پيروڪار هئاسون. هاڻي ڇا توهان هتي دوزخ جي باھ جي ڪجھ حصي کان اسان کي بچائي وٺندئو. هنيلا جواب ڏيندا، اسان سڀ هتي هڪڙي حال ۾ ئي آهيون. الله ٻانهن جي وچ ۾ فيصلو ڪري چڪو آهي (انهيءَ فيصلي جي خلاف هاڻي ڪجھ بہ ٿي نٿو سگهي.)

(سورت المومن، آيت نمبر 47_48)

مسئلو 187: پير دوزخ ۾ ويندي پنهنجي مريدن کي ڏسي چوند ”بدبخت مريدن جي هي فوج بہ دوزخ ۾ ئي ويندي“ مريد پنهنجي پيرن جي گفتگو ٻڌي چونا ”بدبختو! توهان بہ

دوزخ ۾ ئي وجي رهيا آهيو” اي الله ! اسان کي دوزخ ۾ پهچائڻ وارن کي چڱو مزو چکاءِ.”

مسئلو 188:گمراهہ ڪرڻ وارن جي لاءِ دوزخ ۾ انهن جي پيروڪارن جي لعنت ۽ ٻيڻي عذاب جي درخواست.

جنهن ڏينهن انهن جا چهرا باهہ تي اٿلايا پٿلايا ويندا (تنهن ڏينهن) چوندا ڪاش! اسان الله ۽ ان جي رسول جي اطاعت ڪئي هجي ها ۽ فرياد ڪندا ”اي اسان جا رب! اسان پنهنجي سردارن ۽ وڏن جي اطاعت ڪئي. انهن اسان کي سڌي رستي تان گمراهہ ڪري ڇڏيو. اي اسان جارب! (هاڻي) انهن کي ٻيڻون عذاب ڏي ۽ انهن تي سخت لعنت ڪر”. (سوره الاحزاب، آيت نمبر69، 66)

۽ ڪي ڪن ڏانهن منهن ڪري هڪ ٻئي کان پڇڻ لڳندا (ماڻهو پنهنجي سردارن کي) چوندا تہ بيشڪ اوهين

(گمراهہ ڪرڻ لاءِ) سچي ۽ (ڪبي) پاسي کان اسان وٽ ايندا هئا. (سردار) چوندا تہ (نہ) بلڪ اوهين تہ خود ئي ايمان آڻڻ وارا نہ هئو ۽ اسان جو توهان تي ڪو زور ڪونہ هئو. بلڪ توهان ماڻهو خود ئي سرڪش هئو. پوءِ اسان تي اسان جي رب جو چوڻ ثابت ٿيو تہ بيشڪ اسين (عذاب) چکندڙ هجون جيئن تہ اسان خود بہ گمراهہ هئاسون انهيءَ ڪري توهان کي بہ گمراهہ ڪيوسون. پوءِ بيشڪ اهي ان ڏينهن سڀ (گمراهہ ڪرڻ وارا ۽ گمراهہ ٿيڻ وارا) عذاب ۾ هڪ ٻئي جا ساٿي هوندا. (سورت الصافات، آيت نمبر 33_72)

مسئلو 190: دوزخ ۾ مشرڪ پنهنجي "استادن" کي مڪاري جو طعنو ڏيندا. جڏهن تہ "استاد" انهن کان بيزاري جو اظهار ڪندا.

۽ (ڪاش! توهان ڏسو انهن جو حال) جڏهن هي ظالم پنهنجي رب جي آڏو بيهاربا ان وقت هي هڪ ٻئي تي الزام

هٽندا. جيڪي (ماڻهو دنيا ۾ ڪمزور هئا (يعني پيروڪار) سي هٺين (يعني سردارن) کي چوندا جيڪڏهن توهان نہ هجو ها تہ اسين مومن هجون ها. سردار پنهنجن پيروڪارن کي جواب ڏيندا، تہ جڏهن (هدايت) اوهان وٽ آئي تڏهن اسان توهان کي هدايت کان روڪيو هو ڇا؟ (ائين نہ آهي) بلڪ توهان خود ئي ڏوهاري هئو ۽ ڪمزور ماڻهو وڏا ٿيڻ وارن کي چوندا (نہ! نہ!!) بلڪ هي تہ توهان جي رات ڏينهن جي مڪاري هئي. جڏهن توهان اسان کي چوندا هئو تہ الله کي مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ سانس شريڪ ٺهرايون. ۽ جڏهن (هي ماڻهو يعني ٻئي ڌريون) عذاب ڏسندا تہ پنهنجن دلين ۾ پڇتائيندا ۽ اسان انهن جي ڳچين ۾ طوق وجهنداسين. ماڻهن کي (قيامت جي ڏينهن) اهڙو ئي بدلو ملندو جهڙا عمل (دنيا ۾) هو ڪندا رهيا. (سورت السبا، آيت نمبر 33_31)

مسئلو 191: دوزخ ۾ مريد پنهنجي گمراهه پيرن ۽ فقيرن کي درخواست ڪندا، ”اسان کي الله جي عذاب کان بچايو“ پير جواب ۾ چوندا، ”هتي الله جي عذاب کان بچائڻ وارو ڪوبہ نہ آهي.“

۽ جڏهن هي سڀ ماڻهو الله جي روبرو حاضر ٿيندا پوءِ هيٺا هٺين کي چوندا تہ ”دنيا ۾ اسان توهان جا پيروڪار هئاسين. هاڻي ڇا؟ الله جي عذاب کان بچائڻ لاءِ توهان اسان جي لاءِ ڪجهہ ڪري سگهو ٿا؟“ (هٺيان) چوندا تہ الله اسان کي هدايت ڪري هان، تہ اسان بہ توهان کي هدايت ڪريون هان. هاڻي اسان جي لاءِ هڪجهڙو آهي چاهي روئون پٽيون يا صبر ڪريون، اسان کي بچائڻ وارو ڪوبہ نہ آهي.“ (سورت ابراهيم، آيت نمبر 21)

مسئلو 193: دوزخ جو داروغو، ”توهان وٽ ڪو ڊيڄارڻ وارو ڪونہ آيو هو.“

ڪافر، ”آيو هو ليڪن اسان ان کي نہ مڃيو. ڪاش! اسان سندس ڳالهہ غور سان ٻڌون ها تہ باهہ کان بچي وڃون ها.“ دوزخ جو داروغو، ”لعنت آهي توهان تي! هاڻي ڏوهہ جو اعتراف ڪرڻ جو ڪهڙو فائدو؟“

جڏهين ڪو بہ جٿو ياٽولو جهنم ۾ وڌو ويندو تہ جهنم جا داروغا انهن کان پڇندا ”ڇا توهان وٽ ڪو خبردار ڪرڻ وارو ڪونہ آيو هو“ (جهنمي چوندا) ها! برابر خبردار ڪرڻ وارو آيو هو پر اسان ان کي ڪوڙو ڪيو ۽ چوندا هئاسين الله اهڙي ڪابہ شيءَ نازل نہ ڪئي آهي (جيڪي هي رسول چوي ٿو) توهان ماڻهو تہ وڏيءَ گمراهيءَ ۾ پيل آهيو (ان وقت جهنمي حسرت مان) چوندا تہ ڪاش! (دنيا ۾) اسان (غور سان) ٻڌون ها ۽ سمجهون ها تہ اسان هن ڀڙڪندڙ باهہ ۾ ويندڙن مان نہ هجون ها اهڙي طرح هو پنهنجي گناهن جو اعتراف ڪندا (جهنم جا داروغا کين چوندا تہ) پوءِ پري ٿين جهنمي (الله جي) رحمت کان.

(سورت ملڪ، آيت نمبر 8_11)

مسئلو 194: دوزخ جو داروغو، ”توهان جا مشڪل ڪشا ۽ حاجت روا ڪٿي آهن؟“

مشرڪ، ”افسوس! انهن جي مشڪل ڪشائي ۽ حاجت روائي بيڪار ثابت ٿي.“

جڏهن (مشرڪن جي) ڳچين ۾ ڳٽ (طوق) ۽ زنجير پيل هوندا ۽ اهي ٽهڪندڙ پاڻيءَ ڏانهن گهليا ويندا ۽ جهنم جي باهه ۾ جلايا ويندا ته انهن کان پڇيو ويندو ته پلا اهي ڪٿي آهن جن کي اوهان (الله سان) شريڪ ڪندا هئو. مشرڪ جواب ۾ چوندا ته اهي ته اسان کان گهم ٿي ويا ۽ (اسان کي نظر ڪونه ٿا اچن) اسان ڪ ائين ٿو لڳي، ڄڻ اسان انهن کي سڏيندا ئي ڪونه هئاسين. (سورت مومن آيت نمبر 71_74)

مسئلو 195: ڪافر (پنهنجي ڪنن، اکين ۽ کل کي مخاطب ٿيندي چوندا) ”توهان الله جي عدالت ۾ اسان جي

خلاف شاهدي ڇو ڏني؟” کن، اکيون ۽ کل، ”اسان کي انهيءَ الله ڳالهائڻ جو حڪم ڏنو جنهن اسان کي پيدا ڪيو آهي انهيءَ ڪري اسان شاهدي ڏني.”

۽ جنهن ڏينهن الله جا دشمن (ڪافر مشرڪ) باهه جي طرف آندا ويندا ۽ جڏهن ٽولا ٽولا ٿي (يعني اڳيان ۽ پويان) اتي پهچي ويندا تہ سندن ڪن، اکيون ۽ چمڙيون (سندن ڪيل گناهن تي) مٿن شاهدي ڏينديون تہ دنيا ۾ هو ڇا ڇا ڪندا هئا ۽ اهي (الله جا دشمن) پنهنجي جسم جي کلن کي چوندا تہ توهان اسان جي خلاف ڇو شاهدي ڏني؟ اهي جواب ڏينديون تہ اسان کي انهيءَ الله ڳالهائڻ جي قوت ڏني آهي جنهن هر شيءَ کي ڳالهائڻ جي قوت بخشي آهي. انهيءَ تي توهان کي پهريون ڀيرو پيدا ڪيو ۽ انهيءَ جي ئي طرف توهان کي واپس ڪيو پيو وڃي. (سورت حم سجده آيت نمبر 19_21)

مسئلو 196: جنت وارا (دوزخ وارن سان) ”الله تعاليٰ اسان سان ڪيل سمورا واعدا پورا ڪيا، ڇا توهان سان ڪيل واعدا بہ پورا ٿيا؟“

دوزخ وارا ”ها! اسان سان ڪيل واعدا بہ پورا ٿيا.“

دوزخ جو داروغو، ”لغت آهي آخرت جو انڪار ڪرڻ وارن تي ۽ اسلام جو رستو روڪڻ وارن تي.“

۽ (جنت ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ) جنت وارا، دوزخ وارن کي سڏ ڪري (چوندا) اسان جي رب اسان سان جيڪي واعدا ڪيا هئا اهي سڀ جا سڀ سچ ثابت ٿيا ڇا توهان سان ڪيل واعدا بہ پورا ٿيا جيڪي توهان جي رب توهان سان ڪيا هئا؟“ اهي جواب ڏيندا، ”ها“ تڏهن ٻنهي ٽولن جي وچ ۾ هڪڙو پڪارڻ وارو (فرشتو) پڪاريندو، ”الله جي لعنت انهن ظالمن تي جيڪي (ماڻهن کي) الله جي رستي کان روڪيندا هئا، انهيءَ (رستي) کي ٽيڏو ڪرڻ چاهيندا هئا ۽ آخرت جو انڪار ڪندا هئا.“ (سورت الاعراف، آيت نمبر 44_45)

مسئلو 197: دنيا ۾ هڪ ٻئي سان گڏ حياتي گذارڻ وارن منافقن ۽ مومنن جي وچ ۾ هيٺين طرح گفتگو ٿيندي:

منافق ”هن اونداهي ۾ پنهنجي نور مان ڪجهه اسان کي به روشني حاصل ڪرڻ ڏيو.“

مومن، ”هي نور حاصل ڪرڻ جي لاءِ پيهر دنيا ۾ وڃو (جيڪڏهن وڃي سگهو ٿا.“

ان انڪار تي منافقن جي پيهر عاجزي واري درخواست

منافق، ”توهان اسان سان گڏ ته رهندا هئو پر الله ۽ ان جي رسل صلي الله عليه وسلم جي باري ۾ شڪ ۾ مبتلا هئو ۽ مسلمانن کي ڌوڪو ڏيندا رهيو انهيءَ ڪري توهان جو نڪاڻو دوزخ آهي.“

جنهن ڏينهن منافق مرد ۽ منافق عورتون مومنن کي چوندا ته ترسو ته جيئن اسان توهان جي نور مان روشني وٺو. (انهن کي) چيو ويندو: پٺتي (يعني دنيا ۾) واپس وڃو ۽ اتان (پنهنجي لاءِ روشني ڳولي اچو. پوءِ انهن جي وچ ۾ هڪ پٽ بيهاري ويندي جنهن ۾ (هڪڙو) دروازو هوندو. ان دروازي جي اندران رحمت (يعني جنت) هوندي ۽ ٻاهر عذاب

(يعني دوزخ). منافق (پيهر) مومنن کي سڏي چوندا: ڇا (دنيا ۾) اسان توهان سان گڏ نہ هئاسون؟ مومن جواب ڏيندا: ها (توهان اسان سان گڏ تہ هئو) پر توهان پنهنجو پاڻ کي (نفاق جي) فتني ۾ وڌو، ۽ (ايمان آڻڻ ۾) دير ڪندا رهئو ۽ (نبوت ۾) شڪ آندئو ۽ ڪوڙين اُميدن توهان کي فريب ڏينديون رهيون. ايستائين جو الله تعاليٰ جو فيصلو (يعني موت) اچي ويو ۽ آخر وقت تائين اهو وڏو ڌوڪيباز (يعني شيطان) توهان کي الله تعاليٰ (جي حڪم مڃڻ کان) ڌوڪو ڏيندو رهيو. انهيءَ ڪري اڄ نہ توهان کان ۽ نکي ڪافرن کان ڪو فديو قبول ڪيو ويندو ۽ توهان جو نڪاڻو دوزخ آهي. ۽ اها موٽڻ جي جاءِ بڇڙي آهي. (سورت الحديد، آيت نمبر 13)

**مسئلو 198: الله تعاليٰ جي ڪافرن سان سڌي سنئين**

**گفتگو:** الله تعاليٰ، ”ڇا منهنجون آيتون توهان وٽ نہ پهتيون هيون؟“ ڪافر، ”اي الله! اسان واقعي گمراهہ هئاسون. هڪ دفعو اسان کي هتان ڪڍ، پيهر ڪفر ڪيون تہ اسان سزا وار آهيون.“

الله تعاليٰ، ”ٽري وڃو. هتان نڪرڻ جي باري ۾ مون سان نہ ڳالهايو.اهو تہ ٻڌايو دنيا ۾ توهان ڪيترو عرصو رهيو.“

ڪافر، ”بس هڪڙو ڏينهن يا ڏينهن جو ڪجهہ حصو!“

الله تعاليٰ، ”ايتري قليل مدت جي لاءِ بہ توهان عقل کان ڪم نہ وٺي سگهيو ۽ اهو سمجهي ويٺو تہ اسان وٽ واپس نہ ايندئو؟“

ڇا منهنجون آيتون توهان کي پڙهي نہ ٻڌايون وينديون هيون ۽ توهان ماڻهو (جواب ۾) انهن کان انڪار نہ ڪندا رهيئو؟ ”اهي چوندا“ اي اسان جا رب! اسان جي بدبختي اسان تي غالب اچي وئي، اسان واقعي گمراهہ قوم هئاسون.

اي اسان جا رب! اسان کي (هڪڙو ڀيرو) هتان ڪڍ، پوءِ جيڪڏهن موٽي (ڪفر) ڪيون تہ اسان بيشڪ ظاهر ٿينداسين“ (الله تعاليٰ) فرمائيندو تہ پيا هجو خوار انهيءَ (يعني دوزخ) ۾ ۽ مون سان نہ ڳالهايو. توهان اهي ماڻهو آهيو جو منهنجا ڪجهہ ٻانها جڏهن چوندا هئا تہ اي اسان جا رب! اسان ايمان آندو، اسان کي معاف ڪر، اسان تي رحم

ڪر، تون (سيني رحم ڪرڻ وارن کان) وڌيڪ رحم ڪرڻ وارو آهين تہ توهان انهن تي ٺٺوڪون ڪندا هئو، ايستائين جو انهن سان ضد ۾ توهان اهو بہ وساري ڇڏيو تہ مان بہ ڪا هستي آهيان ۽ توهان انهن تي کلندا رهيو. بيشڪ اڄ انهن جي صبر جو مون انهن کي اهو بدلو ڏنو آهي جو اهي ڪامياب آهن. (الله تعاليٰ) فرمائيندو (ڀلا) ٻڌايو تہ زمين ۾ توهان گهڻا سال رهيئو؟ اهي چوندا، ”هڪ ڏينهن يا ان جو ڪو حصو اسان اتي ترسياسون، ڳڻپ ڪرڻ وارن کان پڇي ڏسو“ ارشاد ٿيندو، ”ٿورڙي ئي دير ترسيا آهيو نہ! ڪاش! توهان اهو ان وقت ڄاڻو هان ڇا توهان اهو سمجهي ڇڏيو هو تہ اسان توهان کي فضول ئي پيدا ڪيو آهي توهان کي اسان ڏانهن واپس موٽڻو ئي نہ آهي؟ (سورت المومنون آيت 105_115)

**مسئلو 199: الله تعاليٰ جي ڪافرن سان هڪ ٻي سڌي سنئين گفتگو:**

الله تعاليٰ، گهڻا مرڻ کان پوءِ پيهر جيئرو ٿيڻ سچ آهي يا نہ؟“

كافر: ”چو نہ! بلڪل سچ آهي.“

الله تعالي: ”تہ پوءِ پنهنجي انڪار جو مزو چکو.“

ڪافر: ”افسوس! قيامت جي باري ۾ اسان وڏي غلطي ڪئي.“

جڏهن هي ڪافر پنهنجي رب جي آڏو بيهاربا. ان وقت انهن جو رب انهن کان پڇندو، ”ڇا هي (زندگي کان پوءِ موت) حقيقت ناهي؟“ (ڪافر) چوندا ”ها! اي اسان جا رب! حقيقت آهي.“ (الله تعاليٰ ارشاد) فرمائيندو، ”تہ پوءِ پنهنجي انڪار جي بدلي ۾ عذاب (جو مزو) چکو.“ نقصان ۾ پئجي ويا اهي ماڻهو، جن الله سان ملاقات کي ڪوڙ سمجهيو ۽ جڏهن اها گهڙي اوچتي ايندن تہ چوندا، ”افسوس! قيامت جي باري ۾ اسان کان ڪهڙي نہ غلطي ٿي ۽ (انهن جو حال اهو هوندو) پنهنجن پٺين تي گناهن جو بار کنيون بيٺا هوندا، تمام خراب بار آهي جيڪو هي کڻندا.“ (سورت الانعام، آيت نمبر 30_31)

مسئلو 200: اهل جنت ۽ اهل دوزخ جي وچ ۾ گفتگو.

اهل جنت، ”توهان کي ڪهڙي ڳالھ دوزخ ۾ وڌي وئي؟“
اهل دوزخ، ”اسان نماز نہ پڙهندا هئاسون، مسڪين کي کاڌو نہ کارائيندا هئاسون، الله ۽ رسول صلي الله عليہ وسلم تي ٺوڪ بازي ڪرڻ وارن سان گڏجي اسان بہ ٺوڪ بزي ڪندا هئاسين ۽ بدلي واري ڏينهن کي ڪوڙ سمجهندا هئاسين.“

(اهل جنت) جنت ۾ (دوزخ وارن کان سوال) پڇندا ”توهان کي ڪهڙي ڳالھ دوزخ ۾ وڌي وئي؟“ اهي چوندا، اسان نماز نہ پڙهندا هئاسين، مسڪين کي کاڌو نہ کارائيندا هئاسين ۽ حق جي خلاف ڳالهيون ناهڻ وارن سان گڏجي ڳالهيون ناهينا هئاسين ۽ بدلي واري ڏينهن کي ڪوڙ چوندا هئاسين.
ايستائين جو اسان وٽ موت اچي ويو.“ (سورت المدثر، آيت نمبر 40_47)

مسئلو 201: الله تعاليٰ ۽ ان جي ولين جي درميان هڪ سبق آموز گفتگو: الله تعاليٰ، ”ڇا توهان منهنجن ٻانهن کي گمراھ ڪيو هو يا هو خود گمراھ ٿيا هئا؟“

الله جا وليءَ، ”پاڪ ذات آهي تنهنجي اي الله! اسان توکان سواءِ ڪنهن ٻئي کي پنهنجو حاجت روا ۽ مشڪل ڪشا ڪيئن ٿي ناهي سگهياسون. تو هنن کي دنيا جي دولت ڏني جنهن کي حاصل ڪري هي خود ئي گمراهہ ٿيا.“

قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ مشرڪن کي ۽ جن معبودن کي اهي پوڄيندا هئا هڪ هنڌ گڏ ڪندو. پوءِ انهن کان پڇندو، ”ڇا توهان منهنجن هنن ٻانهن کي گمراهہ ڪيو هو يا هي خود ئي گمراهہ ٿيا هئا؟“ اهي عرض ڪندا، ”پاڪ آهي تنهنجي ذات! اسان جي اها همت ڪٿي هئي جو توکي ڇڏي ڪنهن ٻئي کي پنهنجو ڪارساز ناهيون ها. تو هنن کي ۽ هنن جي پيءُ ڏاڏن کي تمام گهڻو زندگي جو سامان ڏنو ايستائين جو هنن (تنهنجو) فرمان ڀلائي ڇڏيو ۽ پاڻ کي برباد ڪيائون“ (سورت الفرقان، آيت نمبر 17_18)

مسئلو 202: دوزخ جي داروغي سان دوزخين جا عبرت جوڳا سوال جواب.

حضرت عبدالله بن عمرو (بن عاص رضي الله عنهم) الله تعاليٰ جي ارشاد..... ترجمو: ”دوزخي دوزخ جي داروغي ”مالڪ کي درخواست ڪندا تہ تنهنجو رب اسان کي ختم ئي ڪري ڇڏي تہ سٺو آهي“ (سورت الاحزاب آيت نمبر 77) جي باري ۾ فرمائين ٿا تہ (دوزخين جي هن درخواست جي جواب ۾) دوزخ جو داروغو مالڪ (دوزخ جي داروغي جو نالو) چاليهن سالن تائين انهن کان پيو ٽال مٽول ڪندو ۽ انهن جي درخواست جو ڪوبہ جواب نہ ڏيندو. (چاليهن سالن کان پوءِ) داروغو انهن کي هي جواب ڏيندو ”توهان انهيءَ دوزخ ۾ رهندئو.“ (سورت الزخرف، آيت نمبر 77) پوءِ دوزخي (سڌو سنئون عرض ڪندا....... (ترجمو: ”اي اسان جا پروردگار! اسان کي (هڪ دفعو) هن دوزخ مان ڪڍ. جيڪڏهن اسان ٻيهر ائين ڪيون تہ اسان ظالم هونداسين.“ (سورت المومنون، آيت نمبر 107) الله تعاليٰ انهن جي ڳالهہ کان اهڙي طرح منهن ڦيرائيندو جهڙي طرح انهن دنيا ۾ الله تعاليٰ جي ڳالهہ کان منهن ڦيرايو هو. پوءِ الله تعاليٰ

انهن کي جواب ارشاد فرمائيندو پري ٿي وڃون منهنجي اڳيان ۽ پيا هجو انهيءَ ۾ مون سان نہ ڳالهايو. (سورت المومنون، آيت نمبر 108) (عبدالله بن عمرو رضي الله عنہ) فرمائين ٿا تہ الله جو قسم ان کان پوءِ انهن جا چپ بند ٿي ويندا ۽ صرف انهن جي رڙين ۽ دانهن جا آواز باقي رهي ويندا. (حاڪم)

## ناڪام حسرتون

مسئلو 203: پاڻيءَ جي چند قطرن جي نامراد حسرت!

دوزخ وارا جنت وارن کي سڏ ڪري چوندا ڪجهہ پاڻي اسان تي بہ وجهو يا جيڪو رزق الله تعاليٰ توهان کي ڏنو آهي ان مان ڪجهہ (اسان ڏي بہ) اڇلايو. اهي (يعني جنت وارا) جواب ڏيندن تہ الله تعاليٰ انهن ڪافرن تي هي شيون حرام ڪري ڇڏيون آهن جن پنهنجي دين کي کيل تماشو ناهي ڇڏيو هو ۽ جن کي دنيا جي زندگي (جي رنگينين) ذوڪي

۾ وجهي ڇڏيو هو (پوءِ الله تعاليٰ فرمائيندو تہ) اڄ مان بہ انهن کي اهڙي طرح وساري ڇڏيندس جهڙي طرح انهن (مون کي) ۽ هن ڏينهن جي ملاقات کي وساري ڇڏيو هو ۽ منهنجن آيتن جو انڪار ڪندا رهيا هئا. (سورت الاعراف، آيي نمبر 50_51)

مسئلو 204: روشنيءَ جو هڪڙو ڪرڻو حاصل ڪرڻ جي حسرت ناڪام!

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو آيت مسئلو نمبر 791)

مسئلو 205: دوزخ جي عذاب ۾ صرف هڪڙي ڏينهن جي رعايت جي درخواست ۽ دوزخ جي داروغي جي ڇڙٻ!

دوزخي دوزخ جي داروغن کي عرض ڪندا، ”پنهنجي رب کان دعا گهرو تہ اهو اسان جي عذاب ۾ صرف هڪڙي ڏينهن جي گهٽتائي (يعني رعايت) ڪري“ اهي پڇندن، ”ڇا توهان وٽ (الله جا) رسول چٽا احڪام کڻي ڪونہ آيا هئا؟“ اُهي چوندا ”ها! (آيا هئا)“ دوزخ جا داروغا جواب ڏيندن تہ پوءِ توهان خود ئي دعا گهرو ۽ (ياد رکو تہ) ڪافرن جي دعا تہ

بيڪار وڃڻ واري آهي. (سورت المومن، آيت نمبر 49 ۽ 50)

مسئلو 206: موت جي تمنا ۽ ان ۾ ناڪامي!

(جهنمي دوزخ جي داروغي کي) پڪاري چوندا: اي مالڪ (دوزخ جي داروغي جو نالو) هاڻي تہ تنهنجو رب اسان جو ڪم پورو ڪري ڇڏي (يعني اسان کي ختم ڪري ڇڏي) تہ سٺو آهي. اهو جواب ڏيندن تہ "توهان ائين ئي (دوزخ ۾) پيا هوندئو. اسان جا (يعني الله جا موڪليل رسول) توهان وٽ حق کڻي آيا هئا ليڪن توهان مان گهڻن کي حق (کان ڪراهت هئي ۽ حق) وڻندو ئي نہ هئو. (سورت الزخرف، آيت نمبر 77 _ 78)

مسئلو 207: دوزخ جو عذاب ڏسي ڪافر افسوس ۾ هٿ مهٽيندو ۽ چوندو، "ڪاش! مون هن زندگيءَ لاءِ ڪجهہ اڳتي موڪليو هجي ها!"

۽ جنهن ڏينهن دوزخ کي سامهون آندو ويندو، ان ڏينهن انسان کي سمجهہ ايندي ليڪن ان وقت سمجهڻ جو ڇا فائدو؟ ڪافر چوندو ڪاش! مون پنهنجي هن زندگيءَ جي

لاءِ ڪجهه اڳتي موڪليو هجي ها! پوءِ ان ڏينهن الله تعاليٰ جهڙو عذاب ڏيندو اهڙو عذاب ڪوبه ڏيڻ وارو نه هوندو. ۽ الله جهڙي طرح ٻڌندو (قيد ڪندو) اهڙي طرح ٻڌڻ وارو (يد ۾ بند ڪرڻ وارو) ڪوبه ڪونهي. (سورت الفجر آيت نمبر 23_26)

مسئلو 208: گمراهه ڪرڻ وارن پيرن، درويشن ۽ عالمن ڪي دوزخ ۾ پنهنجي پيرن جي هيٺان لتاڙڻ جي ناڪام حسرت!

الله جي دشمنن جو بدلو هي باهه آهي جنهن ۾ هميشه هميشه جي لاءِ انهن جو گهر هوندو. اهو بدلو آهي انهيءَ ڳالهه جو ته انهن اسان جي آيتن جو انڪار ڪيو. اتي (باهه ۾) ڪافر چوندا : اي اسان جا رب! جنن ۽ انسانن مان جن جن اسان کي گمراهه ڪيو اسان کي ڏيکار ته جيئن اسان انهن کي پنهنجي پيرن جي هيٺان لتاڙيون ته جيئن اهي چڱيءَ طرح ذليل ۽ خوار ٿين. (سورت حم، السجده آيت نمبر 28_29)

مسئلو 209: باھ کي ڏسي، دنيا جي زندگيءَ ۾ عقل ۽ سوچ سمجھ کان ڪم وٺڻ جي حسرت!

(جڏهن ڪافر دوزخ جا هولناڪ آواز ٻڌندا تہ) چوندا، ”ڪاش! اسان ٻڌئون ها يا سمجهئون ها تہ اڄ هن ڀڙڪندڙ باھ ۾ سزا وارن ۾ شامل نہ ٿيون ها.“ اهڙي طرح اهي پنهنجي ڏوهن جو خود اعتراف ڪندا. لعنت آهي انهن دوزخين تي! (سورت ملڪ، آيت نمبر 10_11)

مسئلو 210: ڪافر باھ کي ڏسي خواهش ڪندو ”ڪاش! مان مٽي هجان ها.“

اسان ماڻهن کي انهيءَ عذاب کي ڊڄاري ڇڏيو آهي جيڪو ويجهو اچي ويو آهي. جنهن ڏينهن ماڻهو اهو سڀ ڪجھ ڏسي وٺندو جيڪو ان جي هٿن اڳتي موڪليو آهي، ان ڏينهن ڪافر چوندو: ”ڪاش مان مٽي مان هجان ها“ سورت الانبياءَ، آيت نمبر 40)

مسئلو 211: هڪ ٻي ناڪام حسرت ”ڪاش! مون رسول جي ڳالھ مڃي هجي ها! ڪاش! مان فلاڻي فلاڻي کي دوست ۽ رهنما نہ ناهيان ها!“

ان ڏينهن ظالم پنهنجن هٿن کي چٻاڙي چٻاڙي چوندو:
ڪاش! مون جيڪر رسول جي واٽ اختيار ڪئي هجي ها!
افسوس! مان فلاڻي کي دوست نہ ناهيان ها! ان مون کي
نصيحت اچڻ کان پوءِ گمراهہ ڪري ڇڏيو. شيطان واقعي
انسان کي دڪو ڏيڻ وارو آهي. (سورت الفرقان، آيت نمبر 27_29

مسئلو 212: باهہ ۾ سڙڻ کان پوءِ ڪافر خواهش ڪندا:
"ڪاش! اسان الله ۽ ان جي رسول صلي الله عليہ وسلم جي
اطاعت ڪريون ها."

جنهن ڏينهن انهن جا چهرا باهہ تي اٿلايا پٿلايا ويندا ان وقت
اهي چوندا "ڪاش! اسان الله ۽ ان جي رسول صلي الله عليہ
وسلم جا فرمانبردار (۽ اطاعت ڪندڙ) هجون ها.

مسئلو 213: پنهنجي گناهن جو اعتراف ڪرڻ کان پوءِ
دوزخ مان نڪرڻ جي ناڪام حسرت!

اهي (ڪافر دوزخ ۾) چوندا: اي اسان جا رب! تو اسان کي
واقعي ٻہ دف موت ٻہ دفعا زندگي ڏني. هاڻي اسان پنهنجن

گناهن جو اعتراف ڪريون ٿا. ڇا هتان نڪرڻ جو ڪو رستو آهي؟ (جواب ۾ ملندن) هي حالت جنهن ۾ توهان مبتلا آهيو انهيءَ ڪري آهي جو جڏهن اڪيلي الله ڏانهن سڏيو ويندو هو ته توهان مڃڻ کان انڪار ڪندا هئو ۽ جڏهن ٻي ڪي ان سان شريڪ ڪيو ويندو هو ته توهان مڃي ويندا هئو پوءِ هاڻي ته فيصلو الله بزرگ و برتر جي هٿ ۾ آهي. (سورت المومن، آيت نمبر 11 ۽ 12)

مسئلو 214: ڏوهاري پنهنجو اولاد، زال، ڀائر، خاندان ايتريقدر جو سڄي زمين تي رهندڙ مخلوق کي دوزخ ۾ وجهڻ جي عيوض پاڻ دوزخ کان بچڻ چاهيندو پر اها حسرت پوري نه ٿيندس.

مجرم چاهيندو ته ان ڏينهن عذاب کان بچڻ جي لاءِ پنهنجي اولاد کي، پنهنجي زال کي، پنهنجي ڀاءُ کي، پنهنجي قريب ترين خاندان کي جيڪو ان کي (دنيا ۾) پناهه ڏيڻ وارو هو ۽ روءِ زمين جي سڀني ماڻهن کي فدئي ۾ ڏئي ڇڏي ۽ کيس نجات ملي (ليڪن) هرگز نه! اها ته ڀڙڪندڙ باهه جي لپيٽ

هوندي جيڪا گوشت ۽ کل چٽي ويندي (سورت المعارج، آيت نمبر 11_16)

مسئلو 215: ڪافر زمين جي وزن جيترو سون صدقو ڪري دوزخ جي عذاب کان بچڻ چاهيندو ليڪن ان وقت اها خواهش پوري نہ ٿيندس.

بيشڪ جن ماڻهن ڪفر ڪيو ۽ ڪفر جي ئي حالت ۾ مري ويا انهن مان ڪو شخص پنهنجو پاڻ کي دوزخ جي عذاب کان بچائڻ جي لاءِ زمين (جي وزن) جي برابر سون فديئي ۾ ڏئي تہ بہ قبول نہ ڪيو ويندو. اهڙن ماڻهن جي لاءِ دردناڪ عذاب آهي ۽ انهن جي لاءِ ڪوبہ مددگار نہ هوندو. (سورت آل عمران، آيت نمب 91)

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”قيامت جي ڏينهن ڪافر کان پڇيو ويندو تہ جيڪڏهن تو وٽ روءِ زمين (جي وزن) جي برابر سون هجي تہ (دوزخ جي عذاب کان بچڻ

لاءِ) دئي ۾ ڏئي ڇڏيندين؟ هو چوندو، ”ها!ءِ وري ان کان پڇيو ويندو ”(دنيا ۾) توکان انهيءَ کان بہ گهٽ ۽ آسان شيءِ جو توکان مطالبو ڪيو ويو هو (يعني ڪلمي توحيد جو اقرار جنهن ڪي تو پورو نہ ڪيو.”) (مسلم)

مسئلو 216: عذاب کي ڏسي مشرڪن جي پنهنجي نهرايل شريڪن جي باري ۾ دوزخ جو حسرت، ”ڪاش! اسان کي هڪ ڀيرو دنيا ۾ ٻيهر موڪليو وڃي تہ اسان بہ انهن پيشوائن سان اهڙي طرح بيزاري جو اظهار ڪريون جهڙي طرح هي اڄ اسان کان ڪري رهيا آهن.”

(قيامت جي ڏينهن) اهي ئي پيشوا جن جي دنيا۾ پيروي ڪئي وئي هئي، عذاب کي ڏسي پنهنجن پيروي ڪندڙن کان بيزاري جو اظهار ڪندا. ٻنهي جي (پيار ۽ محبت جي) تعلقات جو سلسلو ختم ٿي ويندو تہ پيروي ڪرڻ وارا چوندا: ڪاش! اسان هڪ دفعو ٻيهر دنيا ۾ وڃئون ۽ اسان بہ انهن سان اهڙي طرح بيزاري ظاهر ڪريون جهڙي طرح اڄ اسان سان) هنن ڪئي آهي. الله تعاليٰ مشرڪن جا اعمال

اهڙي طرح انهن جي سامهون آڻيندو جو اهي سمورا اعمال انهن جي لاءِ حسرت ۽ ندامت جو سبب ٿيندا ليکن اهي باهه کان نکرڻ جو رستو نہ ڏسندا. (سورت البقرت، آيت نمبر 166_167)

مسئلو 217: باهہ جو عذاب ڏسي ڪافر جي دل ۾ پيدا ٿيڻ واريون حسرتون:

”افسوس مان الله جي شان ۾ گستاخيون نہ ڪيان ها!“

”افسوس! مان الله ۽ ان جي رسول تي ننئول نہ ڪريان ها!“

”افسوس مان بہ هدايت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريان ها!“

”افسوس! مان بہ پرهيزگار ٿي رهان ها!“

”افسوس! هڪڙو موقعو ٻيو ملي تہ مان نيڪ ٿي ڏيکاريان!“

۽ پيروي ڪريو پنهنجي رب جي موڪليل ڪتاب جي بهترين ڳالهين ۽ حڪمن جي، ان کان اڳي جو اوهان تي اوچتو عذاب اچي وڃي ۽ اوهان کي پتو بہ نہ پوي. ائين نہ ٿئي (جو هاڻي تہ ڪو ماڻهو غافل رهي پر عذاب اچڻ کان

پوءِ ارمان ڪري ۽) چوي تہ افسوس! منهنجي حال تي جو مان الله تعاليٰ جي حڪمن جي ڪوتاهي ڪندو رهيس (۽ افسوس) مان بہ مسخريون ۽ ٺٺوليون ڪرڻ وارن ۾ شامل رهيس. ”يا هيئن چوي ”ڪاش! الله مون کي هدايت بخشي ها تہ مان بہ پرهيزگار ٿيان ها.“ يا عذاب ڏسي چوي ”ڪاش! هڪڙو موقعو مون کي ٻيو ملي تہ مان بہ چڱا عمل ڪرڻ وارن ۾ شامل ٿي وڃان.“ (۽ ان وقت ان کي جواب ملندو) ”بلي چو نہ ! تو وٽ منهنجون نشانيون آيون تو انهن کي ڪوڙو سمجهي رد ڪيو ۽ تو تڪبر ڪيو ۽ تون (خود ئي) ڪافر ٿي وئين“ (سورت الزمر، آيت نمبر 55_59)

مسئلو 218: انجام ڏسڻ کان پوءِ ڪافر جي حسرت.

”افسوس! منهنجو اعمال نامون مون کي نہ ڏنو وڃي ها، افسوس دنيا جو موت ئي منهنجي لاءِ فيصلي وارو هجي ها.“

۽ جنهن جو اعمال نامون ان جي کبي هٿ ۾ ڏنو ويندو اهو چوندو ”ڪاش! منهنجو اعمال نامون مون کي نہ ڏنو وڃي ها ۽ مان نہ ڄاڻان ها تہ منهنجو حساب ڇا آهي. ڪاش! (دنيا جو) موت ئي (منهنجو) خاتمون ڪندڙ هجي ها!“ (سورت الحاقہ، آيت نمبر 25_27)

**مسئلو 219: افسوس! مان الله سان شرڪ نہ ڪيان ها!**

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”هر دوزخي جنت ۾ پنهنجي جڳهہ ڏسي ٿو ۽ چوي ٿو ڪاش! الله مون کي هدايت ڏئي ها (تہ مان جنت ۾ هجان ها) ۽ اهو (ڏسڻ) ان جي لاءِ حسرت جو باعث ٿيندو ۽ هر جنتي دوزخ ۾ پنهنجي جڳهہ ڏسي ٿو ۽ چوي ٿو، جيڪهن الله مون کي هدايت نہ ڏئي ها (تہ مان بہ انهيءَ جڳهہ ۾ هجان ها) ۽ اهو (ڏسڻ) هن جي لاءِ شڪر جو باعث ٿئي ٿو. پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وسلم هيءَ آيت تلاوت فرمائي، ”ان تقول نفس.... (ترجمو: ڪوبہ ماڻهو ائين نہ چوي ”افسوس منهنجي هن تقصير (خطا) تي

جيڪا مان الله جي حڪمن متعلق ڪندو رهيس) (سورت الزمر آيت نمبر 56) (حاڪم)

دوزخين جو هڪڙو ٻيو موقعو ملڻ جي خواهش ڪرڻ

مسئلو 220: ڪافر باهه ڏسي حق جو اعتراف ڪندا ۽ چڱا عمل ڪرڻ جي لاءِ ٻيهر دنيا ۾ موٽي وڃڻ جي خواهش ڪندا.

جنهن ڏينهن اهو نتيجو (باهه جي عذاب جو) سامهون ايندن ته اهي ماڻهو جن اڳ ۾ ان کي نظرانداز ڪري ڇڏيو هو چوندا ته واقعي اسان جي رب جا رسول حق ڪٺي آيا هئا. پوءِ ڇا هاڻي اسان کي ڪي سفارشي ملندا جيڪي اسان جي حق ۾ سفارش ڪن يا اسان کي ٻيهر واپس ئي موڪليو وڃي ته جيئن اسان جيڪي بدعمل ڪيا هئا ان جي ابتڙ چڱا عمل ڪري ڏيکاريون. (حقيقت هي آهي ته) انهن يقينن پنهنجو

پاڻ کي نقصان ۾ وجهي ڇڏيو ۽ اهي سڀ ڪوڙ جيڪي ٺاهيا هئائون انهن کان گم ٿي ويا. (سرت الاعراف، آيت نمبر 53)

مسئلو 221: دوزخ مان نڪرڻ ۽ آئنده چڱا عمل ڪرڻ جي درخواست تي دوزخ جي داروغي جو ڪڙوڪڙو جواب ”ظالمن جو هتي ڪو مددگار نہ آهي“

ڪافر، دوزخ ۾ رڙيون ۽ دانهون ڪري چوندا ”اي اسان جا رب! اسان کي هتان ڪڍ تہ جيئن اسان چڱا عمل ڪريون انهن عملن جي ابتڙ جيڪي اسان ڪندا رهيا آهيون. (انهن کي جواب ۾ چيو ويندو) ڇا اسان توهان کي ايتري عمر ڪانہ ڏني هئي جنهن ۾ (جيڪڏهن) ڪو نصيحت وٺڻ چاهي ها تہ وٺي سگهي ها ۽ توهان وٽ خبردار ڪرڻ وارو (پيغمبر) بہ اچي چڪو هو. هاڻي مزو چکو (ان عذاب جو). ظالمن جو هتي ڪوبہ مددگار ڪونهي. (سورت فاطر، آيت نمبر 37)

مسئلو 222: دوزخ ۾ مشرڪن جو اعتراف جرم ۽ ٻيو موقعو ملڻ تي مومن ٿي رهڻ جي خواهش.

پوءِ اهي سڀ گمراهه ماڻهو منهن ڀر دوزخ ۾ اڇلايا ويندا ۽
انهن جا معبود ۽ ابليس جا سڀ جا سڀ لشڪر بہ. ان ۾ هي
سڀ پاڻ ۾ جهڳڙا ڪندا ۽ گمراهه ماڻهو (پنهنجن معبودن
کي) چوندا: الله جو قسم اسان تہ چٽي گمراهي ۾ پيل
هئاسون جڏهن توهان کي سڄي جهان جي رب جي برابر
سمجهندا هئاسون. ۽ اهي ماڻهو (واقعي) ڏوهاري هئا جن
اسان کي گمراهه ڪيو. هاڻي (هتي) اسان جو نہ ڪو
سفارشي آهي ۽ نہ ڪو سچو دوست. ڪاش! اسان کي هڪ
دفعو موٽي وڃڻ جو موقعو ملي تہ اسان مومن ٿي رهون.
(سورت الشعراءَ آيت 94_102)

<u>مسئلو 223: الله تعاليٰ جي خدمت ۾ ندامت ۽ افسوس سان
ڪافر ايمان آڻڻ جي واعدي تي ٻيهر دنيا ۾ موڪلڻ جي
درخواست ڪندا. جواب ۾ حڪم ٿيندو "پنهنجن ڪرتوتن
جي بدلي ۾ هميشہ جي عذاب جو مزو چکو"</u>

ڪاش! تون ان وقت ڏسين جڏهن هي ڏوهاري پنهنجي رب
جي اڳيان ڪنڌ جهڪائي بيٺا هوندا (۽ چئي رهيا هوندا)
اي اسان جا رب! اسان سڀ ڪجهہ ڏٺو ۽ ٻڌو، هاڻي اسان

کي واپس موڪل تہ جيئن اسان چڱا عمل ڪريون. اسان هاڻي يقين سان (تنهنجي هدايتن کي) مڃون ٿا. (جواب ۾ حڪم ٿيندو) جيڪڏهن اسان چاهيون ها تہ هرهڪ شخص کي هدايت جي واٽ تي لڳائي ڇڏيون ها ليڪن منهنجي اها ڳالهہ پوري ٿي جيڪا مون چئي هئي تہ مان دوزخ کي جنن ۽ انسانن سان ڀري ڇڏيندس. سو هاڻي مزو چکو پنهنجي ڪرتوتن جو تہ توهان اڄوڪي ڏينهن جي ملاقات کي وساري ڇڏيو هو. هاڻي اسان بہ توهان کي وساري ڇڏيو آهي. هاڻي پنهنجن ڪرتوتن جي بدلي ۾ هميشہ جي عذاب جو مزو چکو. (سورت السجده، آيت نمبر 12_14)

مسئلو 240: باهہ جو عذاب ڏسي ڪافر هڪ ٻيو موقعو ملڻ جي ۽ نيڪ بڻجي زندگي گذارڻ جي خواهش ڪندا جيڪا پوري نہ ٿيندن.

(ڪٿي ائين نہ ٿئي جو قيامت جي ڏينهن) ڪو شخص عذات ڏسي چوي ڪاش! مون کي هڪ موقعو ٻيو ملي وڃي ۽ مان چڱا عمل ڪرڻ وارن ۾ شامل ٿي وڃان (۽ ان وقت ان کي هي جواب ملي) ڇو نہ (پر حقيقت هي آهي تہ) منهنجون

نشانيون تو وٽ اچي چڪيون هيون پوءِ تو انهن کي ڪوڙو
چئي رد ڪيو. تو تڪبر غرور ڪيو ۽ تون ڪافرن مان ٿي
وئين. (سورت الزمر، آيت 58_59)

مسئلو 225: دوزخ وارا الله تعاليٰ کي ايمان آڻڻ جي واعدي
تي دوزخ مان ڪڍڻ جي التجا به ڪندا. جواب ۾ الله تعاليٰ
جي طرفان زبردست دڙڪا ملند.

دوزخي چوندا: اي اسان جا رب! اسان جي بدبختي اسان تي
غالب اچي وئي ۽ اسان واقعي گمراهه هئاسون. اي اسان جا
رب! هاڻي اسان کي هتان ڪڍ، بيهر ڏوهه ڪريون ته پوءِ
اسان بيشڪ نافرمان ۽ ظالم هونداسون. الله تعاليٰ ارشاد
فرمائيندو: ”هتي وڃون منهنجي اڳيان، انهيءَ (دوزخ)۾ پيار
(هو ۽ مون سان نه ڳالهايو. توهان اهي ماڻهو آهيو جو
جڏهن منهنجا ڪي ٻانها چوندا هئا ته اي اسان جا رب! اان
ايمان آندو، اسان کي معاف ڪر ۽ اسان تي رحم ڪر،
توڪان وڏيڪ رحم ڪرڻ واو ٻيو ڪونهي ته توهان هنن کي
پنهنجي کل مسخري جو مشغلو بنائي ڇڏيو هو ايتري قدر

جو ان مشغلي جي ڪري توهان مون کي بہ وساري ڇڏيو هو ۽ توهان انهن تي ٺٺوليون ڪندا هئو. (سورت المومنون آيت نمبر 106_110)

مسئلو 226: باهہ جو عذاب ڏسي ڪافر ڪي گهڙيون مهلت طلب ڪندا تہ جيئن ايمان آڻين ليڪن انهن جي التجا رد ڪئي ويندي.

اي محمد! ڪافرن کي ان ڏينهن کان ڊيڄار جڏهن انهن کي عذاب اچي پڪڙيندو ۽ هي ظالم چوندا: اي اسان جا رب! اسان کي ڪي گهڙيون مهلت ڏي، اسان تنهنجي دعوت قبول ڪنداسين ۽ رسولن جي پيروي ڪنداسين (ليڪن انهن کي ڪرو ڪرو جواب ڏنو ويندو) ڇا توهان اهي ماڻهو نہ آهي جيڪي ان کان اڳ قسم کڻي کني چوندا هئو تہ اسن تي تہ زوال اچڻو ئي نہ آهي. (سورت ابراهيم، آيت نمبر 44)

مسئلو 227: دوزخ جي پرتي بيٺل ڪافرن جي خواهش "ڪاش! هڪ دفعو اسان کي پيهردنيا ۾ واپس موڪليو وڃي."

۽ جيڪڏهن تون اهو نظارو ڏسي سگهين جڏهن ڪافر دوزخ جي پرتي بيهاريا ويندا ۽ اهي چوندا: ڪاش ڪا صورت اهڙي نڪري اچي جو اسان دنيا ۾ واپس موڪليا وڃون ۽ پنهنجي رب جي نشانين کي ڪوڙو نہ سمجهون ۽ ايمان وارن ۾ شامل ٿي وڃون. (سورت انعام، آيت نمبر 27)

## مسئلو 228: دوزخ جو عذاب ڏسي پيهر دنيا ۾ موٽي وڃڻ جي خواهش

تون ڏسندين جڏهن ظالم ماڻهو پنهنجي سامهون عذاب ڏسندا تہ چوندا: ڇا هاڻي (دنيا ۾ واپس) موٽڻ جو ڪو رستو آهي؟ ۽ تون ڏسندين جڏهن اهي ماڻهو دوزخ جي سامهون آندا ويندا تہ ذلت جي ڪري ڪنڌ جهڪيل هوندن ۽ دوز کي ٽيڏين اکين سان پيا ڏسندا (يعني دوزخ کي چڱيءَ طرح ڏسڻ جي همت نہ هوندن) ان وقت ايمان وارا چوندا: واقعي اهي ماڻهو نقصان ۾ رهيا جن اڄ قيامت جي ڏينهن پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجي اهل و عيال کي نقصان ۾ وڌو.

ياد رکو! ظالم ماڻھو يقينن مستقل عذاب ۾ مبتلا رھندا.
(سورت شوريٰ، آيت نمبر 44 _ 45)

**مسئلو 229: عذاب اليم ۾ مبتلا ڏوھارين جي التجا ”اي اسان جا رب! ھڪ دفعو عذاب کي ھٽاءِ، اسان ايمان آڻيون ٿا.**

اي اسان جا رب! اسان تان ھي عذاب ٽاري ڇڏ، اسان (ھاڻي) ايمان ٿا آڻيون (پر) ھو ڪٿي ٿا نصيحت وٺن ۽ سمجھن؟ انھن جو حال تہ اھو آھي جو انھن وٽ (حقيقتن کي) چٽو ڪندڙ رسول بہ اچي ويو آھي پر پوءِ بہ اھي منھن ڦيرائي ھليا ٿا وڃن ۽ چون ٿا تہ ھو (ٻين جو) سيکاريل ۽ ديوانو آھي. ھاڻي جيڪڏھن اسان ڪجھہ عذاب ھٽائي بہ ڇڏيون تہ توھان ماڻھو اھوئي ڪجھہ ڪندئو جيڪو پھريائين (دنيا ۾) ڪندا پئي آيو. جنھن ڏينھن اسان ھنن کي سختيءَ سان پڪڙينداين، ان ڏينھن (اسان انھن کان) چڱيءَ طرح بدلو وٺنداسين (سورت الدخان، . آيت نمبر 12_ 16)

**مسئلو 230: حضرت ابراهيم عليہ السلام جو والد آزر دوزخ ڪي ڏسي چوندو، "اي ابراهيم! اڄ مان تنهنجي اطاعت ڪريان ٿو." ليڪن حضرت ابراهيم عليہ السلام جي والد ڪي بہ ٻيو موقعو نہ ڏنو ويندو ۽ ان ڪي دوزخ ۾ وڌو ويندو.**

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم فرمايو، "حضرت ابراهيم عليہ السلام قيامت جي ڏينهن پنهنجي پيءُ آزر ڪي هن حال ۾ ڏسندو جو ان جي منهن تي ڪاراڻ ۽ گرد و غبار ڇميل هوندو. ان تي حضرت ابراهيم عليہ السلام چوندس، "مون توکي دنيا ۾ چيو ڪونہ هئو تہ منهنجي نافرماني نہ ڪر؟" آزر چوندو، "چڱو! اڄ مان تنهنجي نافرماني نہ ڪندس." حضرت ابراهيم عليہ السلام (پنهنجي رب کي التجا ڪندو) "اي منهنجا رب! تو ون سان واعدو ڪيو هو تہ مون کي قيامت جي ڏينهن خوار نہ ڪندين لين ان کان وڌيڪ خواري ڪهڙي هوندي جو منهنجو پيءُ تنهنجي رحمت کان محروم رهي. "ال تعاليٰ ارشاد فرمائيندو، "مون جنت ڪافرن تي حرام ڪري ڇڏي آهي. "پوءِ الله تعاليٰ فرمائيندو، "اي ابراهيم!

تنهنجي پيرن جي هيٺان ڇا آهي؟ ”حضرت ابراهيم عليہ السلام ڏسندو تہ گندگيءَ ۾ ليٿڙيل هڪ بجو (گورپٽ) آهي جنهن کي ملائڪ ٽنگ کان پڪڙي دوزخ ۾ وجهي ڇڏيندا. (بخاري)

## شيطان دوزخ ۾

**مسئلو 231: دوزخ ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ شيطان جو پنهنجن پيروڪارن کي خطاب.**

جڏهن فيصلو ڪيو ويندو تہ شيطان چوندو ”حقيقت اها آهي جو الله تعاليٰ توهان سان جيڪي واعدا ڪيا هئا سي سڀ سچا هئا ۽ مون تهان سان جيڪي واعدا ڪيا انهن جي خلاف ورزي ڪيم (يعني اهي پورا نہ ڪيم) منهنجو توهان تي ڪوبہ زور ڪونہ هو. مون هن کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ ڪيو تہ توهان کي پنهنجي رستي ڏانهن دعوت ڏنم. توهان (خود ئي) منهنجي دعوت کي قبول ڪيو. هاڻي مون کي

ميار نہ ڏيو بلڪ پنهنجو پاڻ کي ملامت ڪريو. هتي نہ مان توهان جي فرياد ٻڌي ٿو سگهان ۽ نہ توهان منهنجي. هن کان پهريائين جيڪو توهان مون کي الله جو شريڪ ٺاهي رکيو هو، مان ان کان بيزاري ظاهر ٿو ڪريان ۽ اهڙن ظالمن جي لاءِ دردناڪ عذاب يقيني آهي. (سورت ابراهيم، آيت نمبر 22)

مسئلو 232: شيطان جو عبرتناڪ انجام!

مسئلو 233: قيامت جي ڏينهن سينيءَ کان پهريائين شيطان کي باھ جو لباس پارايو ويندو.

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”(قيامت جي ڏينهن) سڀني کان پهريائين شيطان کي باھ جو لباس پارايو ويندو. اهو ان کي پنهنجي پيشانيءَ تي رکي پٺيان کان گهليندو ڦرندو. ان جو اولاد (يعني پيروڪار) ان جي پٺيان پٺيان هوندا. شيطان پنهنجي موت ۽ بربادي کي سڏيندا وتندا. ايستائين جو جڏهن اهي باھ جي مٿان اچي بيهندا تہ شيطان چوندو.

”ھاءِ! موت“ (ان سان گڏ) ان جا پيروڪار بہ چوندا: ”ھاءِ موت“ ان وقت انھن کي چيو ويندو ”اڄ ھڪڙي موت کي نہ پر گھڻن موتن کي پڪاريو.“ (سورت الفرقان، آيت نمبر 14)

## ماضيءَ جي ياد

**مسئلو 234: دوزخ ۾ ھڪڙي نيڪ ۽ صالح دوست جي ياد ۽ ان جي تلاش**

دوزخي پاڻ ۾ چوندا، ڇا ڳالھہ آھي (ھتي) اسان انھن ماڻھن کي نٿا ڏسون جن کي اسان دنيا ۾ برو سمجھندا ھئاسون. اسان ائين ئي ھنن تي ٺٺوليون ڪيون (ممڪن آھي تہ) اھي ھتي ڪٿي (ھجن ۽ اسان جي نظرن کان پري ھجن؟ بيشڪ اھو سچ آھي تہ دوزخ وارن ۾ اھڙا بحث مباحثا ضرور ٿيندا. (سورت ص، آيت نمبر 62_64)

**مسئلو 235: دوزخ ۾ ھڪڙي گمراھہ ۽ بي دين دوست جي ياد.**

ان ڏينهن ظالم پنهنجي هٿن کي چٻاڙي چٻاڙي چوندو ”ها ءِ افسوس! مون رسول جي (ڏسيل) واٽ اختيار ڪئي هجي ها. ها ءِ افسوس! مون فلاڻي شخص کي دوست نہ بنايو هجي ها. ان تہ مون کي نصيحت اچڻ کان پوءِ گمراهہ ڪري ڇڏيو ۽ شيطان واقعي انسان کي ڌوڪو ڏيڻ وارو آهي.
(سورت الفرقان آيت نمبر 27_28)

## دوزخ ۾ وٺي وڃڻ وارا عمل دلفريب آهن

مسئلو 236: دوزخ کي دلفريب ۽ دل کي وڻندڙ عملن سان ڍڪيو ويو آهي.

حضرت ابوهريره رضي اللّٰہ عنہ کان روايت آهي تہ رسول اللّٰہ صلي اللّٰہ عليہ وسلم فرمايو. ”جڏهن اللّٰہ تعاليٰ جنت ۽ دوزخ ناهيا تہ جبرائيل عليہ السلام کي جنت ڏانهن موڪليائين ۽ فرمايائين (وڃ ۽) جنت جو نظارو ڪري (اچ) ۽ جيڪي

نعمتون مون جنت وارن لاءِ خلقيون آهن اهي ڏس جبرائيل

عليہ السلام آيو ۽ جنت ۽ جنتين جي لاءِ خلقيل نعمتون

ڏنائين ۽ پوءِ الله تعاليٰ جي خدمت ۾ حاضر ٿي عرض

ڪيائين "تنهنجي عزت جو قسم! جيڪو بہ ان جي باري ۾

ٻڌندو اهو ان ۾ ضرور داخل ٿيندو." پوءِ الله تعاليٰ

(ملائڪن کي) حڪم ڏنو تہ جنت کي مشڪلاتن ۽ مصيبتن

سان ڍڪي ڇڏيو. تڏهن الله تعاليٰ حضرت جبرائيل عليہ

السلام کي (ٻيهر) حڪم ڏنو تہ وري وڃ ۽ جنت ۽ جنتين

جي لاءِ مون جيڪي نعمتون تيار ڪيون آهن انهن کي ڏس

حضرت جبرائيل عليہ السلام ويو تہ (ڏنائين تہ) جنت

مشڪلاتن ۽ مصيبتن سان ڍڪيل ڏنائين. پوءِ الله تعاليٰ

جي بارگاهہ ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين، "تنهنجي عزت

جو قسم! مون کي ڊپ آهي تہ هن ۾ ڪوبہ داخل ٿي نہ

سگهندو". پوءِ (وري) الله تعاليٰ حڪم ڏنس هاڻي دوزخ

ڏانهن وڃ ۽ جيڪو عذاب مون دوزخ وارن جي لاءِ تيار ڪيو آهي اهو ڏس ته (ڪهڙي طرح) ان جو هڪڙو حصو ٻئي جي مٿان چڙهيل آهي. حضرت جبرائيل عليہ السلام (سڀ ڪجهہ ڏسي) واپس ٿيو ۽ عرض ڪيائين. ”تنهنجي عزت جو قسم! ڪوبہ شخص اهڙو نہ هوندو جيڪو ان جي باري ۾ ٻڌي ۽ ان ۾ داخل ٿئي. الله تعاليٰ حڪم ڏنو تہ دوزخ کي شهوتن ۽ لذتن سان ڍڪيو. تڏهن الله تعاليٰ حضرت جبرائيل عليہ السلام کي فرمايو ٻيهر وڃ.

حضرت جبرائيل عليہ السلام ٻيو ويو (سڀ ڪجهہ ڏٺائين) ۽ عرض ڪيائين، ”تنهنجي عزت جو قسم ! مون کي ڊپ آهي تہ هاڻي تہ ان کان ڪو بچي ئي نہ سگهندو، هر ڪو ان ۾ داخل ٿيندو.۽ (ترمذي)

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”جنت اڻ وڻندڙ شين ان گهيري وئي آهي ۽ دوزخ خوشگوار وڻندڙ شيئن سان گهيريو ويو آهي.“ (مسلم)

مسئلو 237: دنيا جي رنگينين جو نتيجو دوزخ آهي.

حضرت ابومالڪ شعري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ،
”دنيا جي مٺاس آخرت جي ڪڙواڻ آهي ۽ دنيا جي ڪڙواڻ آخرت جي مٺاس آهي.“ (احمد ۽ حاڪم)

مسئلو 238: الله تعاليٰ جي نافرماني ڪرڻ وارن ڪمن ۾ وڏي ذلت آهي.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”دنيا مومن جي لاءِ قيد خانو آهي ڪافر جي لاءِ جنت آهي.“ (مسلم)

## انسان ذات مان دوزخين ۽ جنتين جي نسبت

مسئلو 239: هزار ماڻهن مان نو سئو نوانوي ماڻهو دوزخ ۾ ويندا ۽ صرف هڪ ماڻهو جنت ۾ ويندو.

حضرت ابو سعيد رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”الله تبارڪ و تعاليٰ (قيامت

جي ڏينهن آدم عليہ السلام کي مخاطب ڪري) فرمائيندو، ”اي آدم!“ حضرت آدم عليہ السلام عرض ڪندو، ”اي الله! مان حاضر آهيان تنهنجي خدمت ۾، تنهنجي فرمانبرداري ۾ ۽ ڀلائي تنهنجي ئي هٿ ۾ آهي.“ تڏهن الله تعاليٰ فرمائيندو، ”(مخلوق مان) باهہ واري جماعت الڳ ڪر“ حضرت آدم عليہ السلام عرض ڪندو، ”باهہ واري جماعت ڪيتري آهي؟“ الله تعاليٰ ارشاد فرمائيندو: ”هزار مان نو سئو نوانوي“ پاڻ صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو، ”اهوئي اهو وقت هوندو جڏهن ٻار پوڙهو ٿي ويندو، حمل وارين عورتن جا حمل ڪري پوندا ۽ تون ماڻهن کي مدهوش ڏسندين حالانڪہ اهو مدهوش نہ هوندا بلڪ الله جو عذاب ئي ايترو سخت هوندو (جو ماڻهو هوش ۽ حواس وڃائي ويهندا)“ حضرت ابو سعيد رضي الله عنہ فرمائي ٿو اهو ٻڌي صحابہ ڪرام رضي الله عنهم پريشان ٿي ويا ۽ عرض ڪيائون، ”اي الله جا رسول صلي الله عليہ وسلم! پوءِ اسان مان اهو ڪهڙو (خوش نصيب) ماڻهو هوندو (جيڪو جنت ۾ وڃي سگهي). ”پاڻ صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو،

”اطمينان رکو (گهبرايو نہ!) ياجوج ماجود (جو تعداد ايترو هوندو جو انهن مان) هڪ هزار ماڻهو ۽ توهان مان هڪڙي ماڻهوءَ جي ڳڻپ انهن مان پوري ٿي ويندي.“ (يعني نسبتن توهان جو عدد هڪ ۽ ياجوج ۽ ماجوج جو عدد هڪ هزار هوندو). (مسلم)

مسئلو 240: حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جي امت جي ٽيهتر فرقن مان ٻاهر فرقا دوزخ ۾ ويندا صرف هڪڙو فرقو جنت ۾ ويندو.

حضرت عوف بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو. ”يهودي ايڪهتر فرقن ۾ تقسيم ٿيا ۽ انهن مان صرف هڪڙو فرقو جنت ۾ داخل ٿيو ۽ باقي ستر فرقا دوزخ ۾ هليا ويا. عيسائي ٻاهتر فرقن ۾ تقسيم ٿيا ۽ ايڪهتر فرقا دوزخ ۾ داخل ٿيا صرف هڪڙو فرقو جنت ۾ داخل ٿيو. ان ذات جو قسم جنهن جي هٿ ۾ محمد (صلي الله عليہ وسلم) جو ساهہ آهي، منهنجي اُمت ٽيهتر فرقن ۾ تقسيم ٿيندي. انهن مان صرف هڪڙو فرقو جنت ۾ ويندو باقي ٻاهتر فرقا دوزخ ۾ ويندا.“ عرض

ڪيو ويو، ”اي الله جا رسول صلي الله عليہ وسلم! جنت ۾ وڃڻ وارا ڪهڙا ماڻهو آهن؟“ پاڻ صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو، ”الجماعتہ“ (يعني اها جماعت جنهن تي مان ۽ منهنجا اصحابي دين تي قائم آهن) (ابن ماجہ)

## دوزخ ۾ عورتن جي گهڻائي

**مسئلو 241: دوزخ ۾ مردن جي مقابلي ۾ عورتن جو تعداد گهڻو هوندو.**

حضرت اسامہ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”مان جنت جي دروازي تي بيٺس. ان ۾ داخل ٿيڻ وارن ۾ گهڻائي غريب ۽ محتاج ماڻهن جي هئي. دولتمند مالدار (جنت جي دروازي تي ئي) روڪيا ويا. جڏهن تہ دوزخ ۾ وڃڻ وارن دولتمند ماڻهن کي اڳ ۾ ئي دوزخ ۾ وڃڻ جو حڪم ڏنو ويو هو. پوءِ مان دوزخ جي دروازي تي بيٺس. دوزخ ۾ داخل ٿيڻ وارن ۾ گهڻائي عورتن جي هئي“ (بخاري)

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”مون جنت ۾ ڏٺو تہ ان ۾ اڪثريت فقيرن جي هئي ۽ دوزخ ۾ ڏٺم تہ ان ۾ اڪثريت عورتن جي هئي.“ (ترمذي)

مسئلو 242: ڪي عورتون پنهنجي مڙسن جي احسان فراموشي ۽ ناشڪري جي ڪري دوزخ ۾ وينديون.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”اڄ مون دوزخ ڏٺو، ان جهڙو نظارو مون (ان کان اڳ۾) ڪڏهن بہ نہ ڏٺو آهي. مون دوزخ ۾ عورتن جي گهڻائي ڏٺي.“ صحابہ ڪرام رضي الله عنهم عرض ڪيو، ”اي الله جا رسول صلي الله عليہ وسلم! اهو ڇو؟“ ارشاد فرمايائون، ”اهو انهن جي ناشڪري جي ڪري“ عرض ڪيو ويو، ”ڇا اهي الله جي ناشڪري ڪن ٿيون؟“ پاڻ صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”پنهنجي مڙسن جي ناشڪري ڪن ٿيون ۽ احسان نہ ٿيون مڃن. جيڪڏهن توهان ڪنهن عورت تي سدائين احسان ڪندا اچو پر جڏهن بہ ان (عورت) جي مرضي جي خلاف (ڪا ڳالهہ) ٿي وڃي تہ

چوندي: {مون تہ تو وٽ ڪا پلائي ڏني ئي نہ آهي.”
(مسلم)

مسئلو 243: ڪي عورتون وڏيڪ لعنت ڪرڻ جي ڪري دوزخ ۾ وينديون.

حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم عيد الاضحيٰ يا عيد الطر جي موقعي تي عيدگاھ ويا رستي ۾ سندن گذر عورتن کان ٿيو تہ پاڻ صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو، ”اي عورتو! صدقو ڏينديون ڪريو. مون دوزخ ۾ ڏٺو آهي تہ عورتن جو تعداد وڏيڪ آهي.” عورتن عرض ڪيو، ”اي الله جا رسول صلي الله عليہ وسلم! ان جو سبب ڪهڙو آهي؟” پاڻ صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو ”توهان لعنت گهڻي ڪنديون آهن ۽ پنهنجن مڙسن جي ناشڪري ڪنديون آهيو.” (بخاري)

مسئلو 24: ڪي عورتون سنهي سوڙهي ۽ نيم عريان لباس پائڻ جي ڪري دوزخ ۾ وينديون.

مسئلو 245: ڪي عورتون مردن کي پاڻ ڏانهن مائل ڪرڻ ۽ ڦاسائڻ جي ڪري دوزخ ۾ وينديون.

حضرت ابوهريره هريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”دوزخ ۾ وڃڻ وارا ٻہ قسم اهڙا آهن جيڪي مون اڃ تائين (دنيا۾ ) نہ ڏٺا آهن. انهن مان هڪڙا اهي ماڻهو جن وٽ ڏاند جي پڇن وانگر ڪوڙا هوندا جن سان اهي ماڻهو (يعني رعيت) کي ماريندا. ٻيو قسم انهن عورتن جو آهي جيڪي ڪپڙا پائڻ جي باوجود اگهاڙيون هونديون آهن، مردن کي بهڪائڻ واريون ۽ خود بهڪڻ واريون. انهن جا مٿا بختي اٺ جي ڪوهان وانگر (ارن جو ڙا لڳائڻ جي ڪري) هڪڙي طرف جهڪيل هوندا. اهڙيون عورتون نہ جنت ۾ وينديون ۽ نہ جنت جي خوشبوء سنگهي سگهنديون، جڏهن تہ جنت جي خوشبوء ڊگهي فاصلي تان محسوس ڪئي ويندي آهي.“ (مسلم )

## باهہ جي خوشخبري ٻڌڻ وارا

مسئلو 246: عمرو بن لحي دوزخ ۾ .

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”مون عمرو بن لحي بن قمعہ بن خندف بنو کعب جي جد اعليٰ کي دوزخ ۾ انهيءَ حالت ۾ ڏٺو جو هو پنهنجا آنڊا ڇڪي رهيو هو.“ (مسلم)

مسئلو 247: ”سائبہ“ بت ايجاد ڪرڻ وارو عمرو بن عامر خزاعي دوزخ ۾ آهي.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”مون عمرو بن عامر خزاعي کي دوزخ ۾ پنهنجا آنڊا گهليندي ڏٺو آهي. هي شخص اهو هو جنهن سڀ کان پهريائين سائبہ (بت) ايجاد ڪيو.“ (مسلم)

مسئلو 248: غنيمت جي مال مان چادر چوري ڪرڻ جي گناهہ۾ ”ڪرڪره“ نالي شخص دوزخ ۾ آهي.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 295)

مسئلو 249: بدر ۾ قتل ٿيل قريشن جا چوويهہ سردار دوزخ ۾ آهن.

حضرات ابوطلحہ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ بدر جي ڏينهن نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم قريشن جي چوويهن

سردارن کي بدر جي کوهن مان هڪ گندي ۽ بدبوءِدار کوهه ۾ اڇلائڻ جو حڪم ڏنو. جن کي اڇليو ويو. پاڻ صلي الله عليہ وسلم کوهه جي پڳهہ تي بيهي سيني سردارن جا نالا انهن جي پيئرن جي نالن سان پڪاريان. اي فلاڻان پٽ فلاڻي جا، اي فلاڻان پٽ فلاڻي جا! ڇا هاڻي اها ڳالهہ توهان کي سٺي نہ ٿي لڳي تہ الله ۽ ان جي رسول صلي الله عليہ وسلم جي اطاعت ڪريو ها؟ اسان سان اسان جي رب جنهن ڳالهہ جو واعدو ڪيو هو اهو اسان لاءِ سچو ثابت ٿيو ڇا توهان بہ پنهنجي رب جي وعدي کي سچو ڏٺو (يعني دوزخ کي)؟" (بخاري)

مسئلو 250: ابوثمامہ عمرو بن مالڪ دوزخ ۾ آهي.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 1)

مسئلو 251: جنگ احزاب ۾ شريڪ ڪافر ۽ مشڪ باهہ ۾ آهن.

حضرت علي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ احزاب واري ڏينهن رسول الله صلي الله عليہ وسلم (مشرڪن جي لاءِ) هينئن دعا فرمائي، ”اي الله هنن جي گهرن ۽ قبرن کي باهہ سان ڀري ڇڏ. انهن اسان کي وچين نماز (يعني ٽپهري جي نماز) نہ پڙهڻ ڏني، ايستائين جو سج لهي ويو.“ (بخاري)

## هميشہ هميشہ جي لاءِ دوزخ ۾ وڃڻ وارا ماڻهو

مسئلو 252: مشرڪ دوزخ ۾ ويندا.

بيشڪ اهل ڪتاب مان جن ڪفر ڪيو ۽ مشرڪ، دوزخ جي باهہ ۾ ويندا. جنهن ۾ اهي هميشہ هميشہ رهندا. اهي ئي ماڻهو بدترين مخلوق آهن. (سورت البينتہ، آيت نمبر 6)

مسئلو 253: ڪافر دوزخ ۾ ويندا.

۽ اهي ماڻهو جن ڪفر ڪيو ۽ اسان جي آيتن کي ڪوڙو چيو، اهي باهہ ۾ وڃڻ وارا آهن جتي اهي هميشہ رهندا. (سورت البقره، آيت نمبر 39)

مسئلو 254: مرتد (مسلمان ٿي وري ڪفر ۾ وڃڻ وارا) دوزخ ۾ ويندا.

توهان مان جيڪو پنهنجي دين کان ڦرندو ۽ ڪفر جي حالت ۾ ساهه ڏيندو (يعني مرندو) ان جا عمل دنيا ۽ آخرت ۾ ضايع ٿي ويندا. اهڙا ماڻهو باهه وارا آهن، ان ۾ هميشه رهندا. (سورت البقره، آيت نمبر 217)

مسئلو 255: منافق دوزخ ۾ ويندا.

منافق مردن، عورتن ۽ ڪافرن سان الله دوزخ جو واعدو ڪري ڇڏيو آهي جنهن ۾ اهي هميشه رهندا. اهائي (باهه) انهن جي لاءِ ڪافي آهي. انهن تي الله جي لعنت آهي ۽ انهن جي لاءِ نه ٽرڻ وارو عذاب آهي. (سورت التوبه، آيت نمبر 68)

مسئلو 256: اهل ڪتاب ۽ ٻين غير مسلمن مان جيڪي ماڻهو حضرت محمد صلي الله عليه وسلم تي ايمان نه آڻيندا اهي به دوزخ ۾ ويندا.

حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو، ”ان ذات جو قسم جنهن جي هٿ ۾ محمد (صلي الله عليه وسلم) جي جان آهي، هن امت

(يعني مون کان پوءِ سموري آدم جي اولاد)۾ ڪوبہ يهودي يا عيسائي (يا ٻيو ڪو غير مسلم) منهنجي باري ۾ ٻڌي ۽ پوءِ جيڪا شيءِ ڏئي مان موڪليو ويو آهيان (يعني قرآن مجيد) ان تي ايمان نہ آڻي ۽ ائين مري وڃي تہ اهو دوزخي آهي.” (مسلم)

## ڪجھہ عرصي جي لاءِ دوزخ ۾ وڃڻ وارا ماڻهو

مسئلو 257: زڪوات ادا نہ ڪرڻ وارا دوزخ ۾ ويندا.

جيڪي ماڻهو سون ۽ چاندي گڏ ڪن ٿا ۽ الله جي راهہ ۾ خرچ نٿا ڪن انهن کي دردناڪ عذاب جي خوشخبري ٻڌائي ڇڏ. هڪ ڏينهن ايندو جڏهن ان سون ۽ چانديءَ کي دوزخ جي باهہ تپائي ويندو ۽ پوءِ ان سان انهن ماڻهن جون پيشانيون، پاسا ۽ پٺيون ڏنپيون ويندون ۽ چيو ويندو اهو آهي اهو خزانو جيڪو توهان پنهنجي لاءِ گڏ ڪيو هو. هاڻي پنهنجي گڏ ڪيل دولت جو مزو چکو. (سورت التوبہ آيت 34_35)

**مسئلو 258: جنهن مومن کي ڄاڻي واڻي قتل ڪرڻ وارو وڏي عرصي تائين دوزخ ۾ رهندو.**

ڪنهن مومن کي ڄاڻي واڻي قتل ڪيو، ان جي سزا دوزخ آهي. جنهن ۾ اهو هميشه رهندو. ان تي الله جو عذاب ۽ ان جي لعنت آهي ۽ الله، ان جي لاءِ سخت عذاب تيار ڪري رکيو آهي. (سورت النساءَ، آيت نمبر 93)

حضرت ابوسعيد ۽ حضرت ابوهريره رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو،

”جيڪڏهن آسمان ۽ زمين ۾ رهڻ واري مخلوق (جن، انسان ۽ ملائڪ) هڪ مومن ماڻهوءَ جي قتل ۾ شريڪ هجن ته الله تعاليٰ انهن سڀني کي منهن ڀر دوزخ ۾ وجهندو.“ (ترمذي)

(1) ڪي موحد مسلمان ڪبيره گناهن جي ڪري دوزخ ۾ ويندا ۽ پنهنجي گناهن جي نوعيت جي مطابق دوزخ ۾ پنهنجي سزا ڪاٽڻ کان پوءِ الله جي فضل ۽ ڪرم سان ٻاهر ڪڍيا ويندا. والله اعلم بالصواب.

مسئلو 259: ڪافرن سان جنگ جي دوران لشڪر مان ڀڄڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

جنهن (ڪافرن جي مقابلي ڪان) پٺي ڦيرائي سواءِ ان جي تہ جنگي چال جي ڪري ائين ڪري يا ڪنهن ٻئي سبب (مثال طور پنهنجي ئي) فوج سان ملڻ جي لاءِ ائين ڪري، ان الله جي ڪاوڙ خريد ڪري ورتي. ان جو نڪاڻو دوزخ هوندو جيڪو تمام بڇڙو نڪاڻو آهي. (سورت انفال، آيت نمبر 16)

مسئلو 260: يتيم جو مال ناحق کائڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

جيڪي ماڻهو ظلم سان يتيم جو مال کائن ٿا، حقيقت ۾ اهي پنهنجا پيٽ باهہ سان ڀرن ٿا ۽ (قيامت جي ڏينهن) هي دوزخ جي ڀڙڪندڙ باهہ ۾ ضرور وڌا ويندا (سورت النساءَ، آيت نمبر 10)

مسئلو 261: پاڪدامن مومن عورتن تي تهمت لڳائڻ وارا دوزخ ۾ ويندا.

جيڪي ماڻهو پاڪدامن، بي خبر مومن عورتن ي تهمت لڳائن ٿا انهن تي دنيا ۽ آخرت ۾ لعنت ڪئي وئي آهي. ۽ انهن جي لاءِ تمام وڏو عذاب آهي. (سورت النور، آيت نمبر 23)

مسئلو 262: فاسق فاجر ۽ گنهگار ماڻهو دوزخ ۾ ويندا.

يقينن بدڪار (۽ گنهگار) ماڻهو دوزخ ۾ ويندا ۽ بدلي واري ڏينهن اهي ان ۾ داخل ٿيندا ۽ اهي ان (دوزخ) مان گرز غائب نہ ٿي سگهندا. (سورت مطففين آيت نمبر 14_16)

مسئلو 263: نماز ترڪ ڪرڻ (ڇڏي ڏيڻ) وارو دوزخ ۾ ويندو.

حضرت عبدالله بن عمرو بن العاص رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم هڪ ڏينهن نماز جو ذڪر ڪندي فرمايو، ”جنهن شخص نامز جي حفاظت ڪئي ان جي لاءِ نماز قيامت جي ڏينهن نور، برهان (پڪو دليل) ۽ نجات جو سبب ٿيندي. جنهن نماز جي

حفاظت نہ ڪئي ان جي لاءِ نہ نور هوندو نہ برهان ۽ نہ نجات. ان کان علاوه قيامت جي ڏينهن ان جي پڇاڙي (ان جو انجام) قارون، فرون، هامان ۽ ابي ابن خلف سان ٿيندي.” (ابن حبان)

مسئلو 264: روزا نہ رکڻ وارا دوزخ ۾ ويندا.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 169)

مسئلو 265: وسعت جي باوجود حج نہ ڪرڻ وارا دوزخ ۾ ويندا.

حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنہ فرمائين ٿا تہ مون ارادو ڪيو تہ ڪجهہ ماڻهن کي شهرن ۾ موڪليان. اهي تحقيق ڪن تہ جن ماڻهن کي حج جي طاقت آهي ۽ انهن حج نہ ڪيو اهي. تہ انهن تي جزيہ (غير مسلمن تي مقر ٽيڪس) مقرر ڪريان. اهڙا ماڻهو مسلمان نہ آهن. اهڙا ماڻهو مسلمان نہ آهن. (سعيد)

مسئلو 266: رياءُ ڪرڻ وارا دوزخ ۾ ويندا.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو تہ قيامت جي ڏينهن سڀ کان پهرئين هڪ شهيد کي آندو ويندو. الله تعاليٰ هن کي پنهنجي نعمتون ڳڻائيندو ۽ شهيد انهن نعمتن جو اقرار ڪندو. الله تعاليٰ هن کان پڇندو، ”تو انهن نعمتن جو حق ادا ڪرڻ لاءِ ڪهڙو عمل ڪيو؟“ هو چوندو تہ مون تنهنجي راهہ ۾ جنگ ڪئي ايستائين جو شهيد ٿيس. الله تعاليٰ ارشاد فرمائيندو، ”تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين، تو بهادر چوائڻ لاءِ جنگ ڪئي سو دنيا ۾ توکي بهادر چيو ويو.“

پوءِ (فرشتن کي) حڪم ٿيندو ۽ هن کي اونڌي منهن پر گهلي دوزخ ۾ وڌو ويندو. ان کان پوءِ ان ماڻهو کي آندو ويندو جنهن خود بہ علم سکيو ۽ ٻين کي بہ سيکاريو ۽ قرآن پاڪ پڙهيو. الله تعاليٰ هن کي پنهنجون نعمتون يادڪرائيندو ۽ هو (عالم) ان جو اقرار ڪندو تڏهن الله تعاليٰ هن کان پڇندو، ”انهن نعمتن جو شڪر ادا ڪرڻ لاءِ

تو ڪھڙو عمل ڪيو؟” هو عرض ڪندو، ”يا الله! مون علم سکيو، ماڻھن کي سيکاريو ۽ تنهن جي خاطر ماڻھن کي قرآن پڙهي ٻڌايو.“ الله تعاليٰ ارشاد فرمائيندو، ”تو ڪوڙ ڳالهايو آهي، تو علم ان لاءِ سکيو تہ جيئن ماڻھو توکي عالم سڏين ۽ قرآن ان لاءِ پڙهي ٻڌايو تہ ماڻھو توکي قاري سڏين، سو دنيا توکي عالم ۽ قاري چيو.“ پوءِ حڪم ٿيندو (فرشتن کي) ۽ هن کي اونڌي منهن گهلي دوزخ ۾ وڌو ويندو. ان کان پوءِ ٽيون ماڻھو آندو ويندو جنهن کي الله تعاليٰ دنيا ۾ وسعت ۽ هرطرح جي دولت سان نوازيو هوندو. الله تعاليٰ ان کي پنهنجو نعمتون ياد ڪرائيندو ۽ اهو شخص انهن نعمتن جو اقرار ڪندو. پوءِ الله تعاليٰ ان کان سوال ڪندو ”منهنجون نعمتون حاصل ڪري تو ڪهڙا ڪم ڪيا؟“ هو چوندو، ”يا الله! مون تنهنجي راهہ ۾ انهن سڀني هنڌن تي مال خرچ ڪيو جتي توکي پسند هو.“

الله تعاليٰ ارشاد فرمائيندو. ”تو ڪوڙ ڳاهايو تو تہ مال صرف ان لاءِ خرچ ڪيو تہ ماڻهو توکي سخي سڏين ۽ دنيا توکي سخي سڏيو.“ پوءِ حڪم ٿيندو (فرشتن کي) ۽ هن کي اونڌي مهن گهلي دوزخ ۾ وڌو ويندو. (مسلم)

مسئلو 267: نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي نالي غلط ڳالھ منسوب ڪرڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

حضرت اُمہ سلمہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم فرمائيندي ٻڌو. ”جنهن شخص مون سان اهڙي ڳالھ منسوب ڪئي جيڪا مون نہ چئي هجي اهو پنهنجو نڪاڻو دوزخ ۾ ٺاهي ڇڏي.“ (بخاري)

مسئلو 268: تڪبر ڪرڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

حضرت ابو سعيد خدري ۽ حضرت ابو هريره رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم فرمايو تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو. ”عزت منهنجي ستر وارو ڪپڙو آهي ۽ ڪبريائي منهنجي چادر آهي جيڪو شخص اهي ٻئي شيون مون کان کسيندو مان ان کي عذاب ڏيندس.“ (مسلم)

مسئلو 269: وياج خور دوزخ ۾ ويندو.

مسئلو 270: زاني مرد ۽ عورت دوزخ ۾ ويندا.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 273 ۽ 174)

مسئلو 271: شراب پيئڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 90)

مسئلو 272: خودڪشي ڪرڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 178)

مسئلو 273: تصويرون ناهڻ وارا دوزخ ۾ ويندا.

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون نبياڪرم صلي الله عليہ وسلم کان ٻڌو، ”(قيامت جي ڏينهن) تصويرون ناهڻ وارن کي الله وٽ سڀ کان وڌيڪ عذاب ٿيندو.“ (بخاري)

مسئلو 274: دنياوي شان ۽ مال ۽ فخر ۽ غرور جي خاطر دين جو علم سکڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

حضرت ڪعب بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو، ”جيڪو شخص (دين جو) علم حاصل ڪري (1) عالمن کان فخر ڪرڻ لاءِ (2) بي علم ماڻهن سان جهيڙا ڪرڻ لاءِ (3) (وڏن) ماڻهن جا چهرا پاڻ ڏانهن (ڪوڙي شهرت جي خاطر) متوجہ ڪرڻ لاءِ (تہ) الله تعاليٰ (قيامت جي ڏينهن) ان کي باهہ (دوزخ) ۾ داخل ڪندو.“ (ترمذي)

مسئلو 275: بيت المال جي رقم خرد برد ڪرڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

حضرت خولہ انصاريہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم کي هي فرمائيندي ٻڌو تہ ”جيڪي ماڻهو الله جي مال ۾ ناحق تصرف ڪن ٿا اهي قيامت جي ڏينهن باهہ ۾ ويندا.“ (بخاري)

مسئلو 276: ڪراڙو زاني، ڪوڙو بادشاهہ ۽ مغرور فقير دوزخ ۾ ويندا.

**حضرت ابوهريره رض الله عنہ کان روايت آهي تہ سول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو۔ "قيامت جي ڏينهن ٽن ماڻهن سان نہ الله تعاليٰ ڳالهائيندو ۽ نہ انهن کي پاڪ ڪندو ۽ انهن جي لاءِ دردناڪ عذاب آهي. (1) ڪراڙو زاني (2) ڪوڙو بادشاهہ (3) مغرور فقير." (مسلم)**

**مسئلو 277: احسان جتائڻ وارو ۽ ڪوڙو قسم ڪائي مال وڪڻڻ وارو دوزخ ۾ ويندا.**

**حضرت ابوذر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم فرمايو۔ "ٽن ماڻهن سان اللّٰهتعاليٰ قيامت جي ڏينهن نہ ڳالهائيندو۔ نہ انهن ڏانهن رحم جي نظر ڪندو ۽ نہ انهن کي پاڪ ڪندو بلڪ انهن جي لاءِ دردناڪ عذاب هوندو." رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم اهي الفاظ ٽي دفعا ارشاد فرمايا تہ حضت ابوذر رضي الله عنہ عرض ڪيو۔ "نامراد ٿيا ۽ نقصان ۾ پيا اُهي ماڻهو ڪير آهن يا رسول الله صلي الله عليہ وسلم؟" پاڻ صلي الله عليہ وسلم فرمايو۔ "(1) گوڏ (شلوار يا پاجامون) ٽڙين (مري) کان**

هيٺ لڙڪائڻ وارو (2) احسان جتائڻ وارو ۽ (3) ڪوڙا قسم کڻي پنهنجو مال وڪڻڻ وارو.” (مسلم)

مسئلو 278: جانور تي ظلم ڪرڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

حضرت عبدالله (بن عمر) رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو، ”هڪ عورت (دوزخ ۾) عذاب ڏني وئي هڪ ٻلي کي قيد ڪرڻ جي معاملي ۾ ايستائين جو اها ٻلي مري وئي ۽ اها عورت دوزخ ۾ هلي وئي. ان عورت ٻلي کي قيد ڪري نه کاڌو ڏنو، نه پاڻي ڏنو ۽ نه ئي وري ان کي آزاد ڪيو ته اها زمين جا ڪيڙا ۽ جيت کائي سگهن.” (مسلم)

مسئلو 279: ٻين تي ظلم ڪرڻ وارو ۽ ٻين جا حق غضب ڪرڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم (صحابه ڪرام رضي الله عنهم) کان پڇيو، ”ڇا توهان ڄاڻو ٿا ته مفلس ڪنهن کي چئبو آهي؟ ”صحابه ڪرام رضي الله عنهم عرض ڪيو، ”مفلس ته اهو آهي جنهن وٽ نه پئسو هجي ۽ نه ڪو سامان” پاڻ صلي الله

عليہ وسلم فرمايو، ”منهنجي اُمت جو مفلس اهو آهي جيڪو قيامت جي ڏينهن نماز، روزي ۽ زڪوات جهڙيون نيڪيون ڪٺي حاضر ٿيندو. ليڪن ڪنهن کي گار ڏني هوندائين، ڪنهن تي تهمت لڳائي هوندائين، ڪنهن جو مال کاڌو هوندائين، ڪنهن کي قتل ڪيو هوندائين يا ڪنهن کي ماريو هوندائين، انهيءَ ڪري ان جون نيڪيون مختلف ماڻهن ۾ وراهيون وينديون. جيڪڏهن هن جون نيڪيون ختم ٿي وينديون ۽ مظلومن جا حق باقي رهي ويندا تہ پوءِ حقدارن جا گناهہ ان جي کاتي تي چڙهندا ۽ ان کي دوزخ ۾ وڌو ويندو.“ (مسلم)

مسئلو 280: حرام کائڻ وارو، خيانت ڪرڻ وارو، ڌوکو ڏيڻ وارو، بخيل يا ڪوڙو ۽ گندو ڳالهائڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

حضرت عياض بن حمار مجاشعي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم هڪڙي ڏينهن پنهنجي خطبي ۾ ارشاد فرمايو، ”باهہ ۾ وڃڻ وارا پنجن قسمن جا ماڻهو آهن. پهريان اهي جاهل ماڻهو جن کي (حلال ۽ حرام)

جي ڪا سڃاڻپ (تميز) نہ آهي، ٻين جي پٺيان (اکيون بند ڪري) هلڻ وارا اهل عيال ۽ مال متاع کان بي فڪر آهن. ٻيو اهو خيانت ڪرڻ وارو شخص جنهن کي معمولي شيءَ جي ضرورت محسوس ٿئي تہ خيانت ڪرڻ لڳي. ٽيون اهو شخص جيڪو تنهنجي اهل ۽ مال ۾ توکي ڌوکو ڏيڻ وارو آهي پوءِ پاڻ صلي الله عليہ وسلم جن بخيل يا ڪوڙوي شخص جو ذڪر ڪيو ۽ پنجون اهو شخص جيڪو گندو ڳالهائڻ وارو ۽ گاريون بڪڻ وارو آهي." (مسلم)

مسئلو 281: جهڳڙالو ۽ بداخلاق دوزخ ۾ ويندو.

حضرت حارثہ بن وهب رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ سول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو "جهيڙاڪار ۽ بداخلاق ماڻهو جنتہ ۾ نہ ويندو." (ابوداڻود)

مسئلو 282: ڪنهن ويران جاءِ تي پنهنجي ضرورت کان وڌيڪ پاڻي هجڻ جي باوجود ڪنهن مسافر کي پاڻي نہ ڏيڻ وارو ۽ ان کان علاوه دنيا جي لالچ ۾ حاڪم جي بيعت ڪرڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”ٽن ماڻهن سان الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن نہ ڳالهائيندو، نہ انهن ڏانهن رحم جي نظر ڪندو ۽ نہ انهن کي پاڪ ڪندو. انهن جي لاءِ دردناڪ عذاب هوندو. (1) اهو شخص جيڪو جهنگ ۾ پنهنجي ضرورت کان وڌيڪ پاڻي رکندو هجي ۽ مسافر کي پاڻي وٺڻ کان روڪي ڇڏي (جڏهن تہ ٻئي هنڌ بہ پاڻي نہ ملندو هجي) (2) اهو شخص جيڪو ٽيپهري (عصر) کان پوءِ مال وڪڻي ۽ الله جا قسم کائي تہ مون اهو مال هيتري ۾ خريد ڪيو آهي. خريدار سچ سمجهو (۽ مال خريد ڪيو) حالانڪ (دوڪاندار) اهو مال ايتري ۾ نہ خريد ڪيو هو. (3) اهو شخص جنهن صرف دنيا جي لالچ ۾ حاڪم جي بيعت ڪئي. جيڪڏهن حاڪم ان کي دنيا ڏني تہ ان سان وفا ڪيائين ۽ جيڪڏهن دنيا نہ ڏنائين تہ بي وفائي ڪيائين.“ (مسلم)

**مسئلو 283: غير محتاط (خاص ڪري دين جي معاملي ۾) گفتگو ڪرڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.**

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ هن رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي فرمائيندو ٻڌو آهي، ”(ڪڏهن ڪڏهن) ٻانهو ڪا اهڙي ڳالهہ زبان سان چئي ڏيندو آهي جو مشرق ۽ مغرب جي وچ ۾ فاصلي کان بہ وڌيڪ هيٺ باهہ ۾ وڃي ڪرندو آهي.“ (مسلم)

**مسئلو 284: قسم کائي ڪنهن ٻئي جو حق غضب ڪرڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.**

حضرت ابو امامہ حارثي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”جنهن قسم کائي ڪنهن مسلمان جو حق کاڌو الله تعاليٰ ان تي دوزخ واجب ٿو ڪري ڇڏي.“ هڪ ماڻهوءَ عرض ڪيو، ”اي الله جا رسول صلي الله عليہ وسلم! چاهي معمولي حق هجي؟“ پاڻ صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو، ”چاهي پيلو (ڪٻڙ) جي هڪ ٽاري ئي ڇو نہ هجي.“ (مسلم)

**مسئلو 285: پاجامون، شلوار يا گوڏ ٽڙين (مري) کان هيٺ لڙڪائڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.**

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو ”گوڏ جو اهو حصو جيڪو ٽڙين (مري) کان هيٺ هوندو دوزخ ۾ ويندو.“ (بخاري)

**مسئلو 286: چڱيءَ طرح وضو نہ ڪرڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.**

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم ڪن ماڻهن کي وضوءَ ڪندي ڏٺو. انهن جون ڪڙيون (آليون نہ هجڻ جي ڪري) چمڪي رهيون هيون. پاڻ صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو، ”(خشڪ) ڪڙين جي لاءِ باهہ جي بربادي آهي. وضوءَ چڱيءَ طرح ڪندا ڪريو.“ (ابن ماجہ)

**مسئلو 287: حرام مال تي پلجڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.**

حضرت جابر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”جيڪو جسم حرام مال سان پليو، باهہ ان کي سڀ کان پهريائين ساڙيندي.“ (طبراني)

<u>مسئلو 288: ناموس ۽ مشهوري وارو لباس پائڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.</u>

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو. ”جيڪو شخص دنيا ۾ مشهوري ۽ ناموري جي لاءِ لباس پائے الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ان کي ذلت جو لباس پارائيندو. پوءِ ان ۾ باهہ لڳائي ڇڏيندو.“ (ابن ماجہ)

<u>مسئلو 289: ڇاڻي واڻي دين جو مسئلو لڪائڻ وارو يا نہ ٻڌائڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.</u>

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 170)

<u>مسئلو 290: قتل جي ارادي سان هڪ ٻئي تي حملو ڪرڻ وارا ٻئي مسلمان دوزخ ۾ ويندا.</u>

حضرت ابو موسيٰ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو. ”جڏهن ٻہ مسلمان هڪ ٻئي تي

پنهنجي تلوار سان حملا آور ٿين ته قاتل ۽ مقتول ٻئي باھ ۾ ويندا آهن.” صحابه ڪرام رضي الله عنهم عرض ڪيو ”اي الله جا رسول صلي الله عليه وسلم! قاتل جو دوزخي هجڻ ته صحيح آهي مقتول ڇا جي لاءِ دوزخ ۾ ويندو؟” پاڻ صلي الله عليه وسلم فرمايو، ”مقتول به پنهنجي ساٿي کي قتل ڪرڻ ئي گهريو پي.” (ابن ماجه)

مسئلو 291: ڌوڪو ۽ فريب ڏيڻ وارو شخص دوزخ ۾ ويندو.

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو ”جنهن ڌوڪو ڪيو اهو اسان مان نه آهي. ان کان علاوه فرمايائون، فريب ۽ ڌوڪو باھ ۾ آهي.” (طبراني)

مسئلو 292: سون جي منڊي پائڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت اهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم هڪ مرد جي هٿ ۾ سون جي منڊي ڏٺي. پاڻ صلي الله عليه وسلم ان جي هٿ مان اها

منديَ لاٿي ۽ پري اڇلي ڇڏي. پوءِ فرمايائون، ”توهان مان ڪو شخص باهه جو ٽانڊو هٿ ۾ وٺڻ گهرندو آهي ته اهو (سون) جي منڊي پائيندو آهي.“ (مسلم)

مسئلو 293: سون ۽ چانديءَ جي ٿانون ۾ کائڻ پيئڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

حضرت اُم سلمه رضي الله عنها کان روايت آهي ته نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم فرمايو، ”جنهن سون ۽ چاندي جي ٿانوءَ ۾ (ڪاڏو) پيتو، ان پنهنجي پيٽ ۾ دوزخ جي باهه وڌي.“ (مسلم)

مسئلو 294: جيڪو ماڻهو اهو پسند ڪري ته منهنجي اچڻ تي ماڻهو تعظيما بيهي منهنجو استقبال ڪن اهو دوزخ ۾ ويندو.

حضرت ابومجلز کان روايت آهي ته حضرت معاويه رضي الله عنه جي اچڻ تي حضرت عبدالله بن زبير ۽ حضرت صفوان رضي الله عنهما اٿي بيهنا ته حضرت معاويه رضي الله عنه فرمايو، ”ٻئي ويهي رهو. مون رسول الله صلي الله عليه وسلم کي فرمائيندي ٻڌو آهي ته جيڪو شخص اهو پسند ڪري ته

ماڻهو باادب هٿ ٻڌي سندس سامهون بيٺا هجن ته اهو پنهنجي جاءِ دوزخ ۾ ٺاهي ڇڏي.” (ترمذي)

مسئلو 295: غنيمت جو مال چوري ڪرڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

حضرت عبدالله بن عمرو رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم جي زماني ۾ هڪ ماڻهو کي غنيمت جي مال تي محافظ مقرر ڪيو ويو هو جنهن جو نالو ”ڪرڪره“ هو. جڏهن اهو فوت ٿيو ته رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم فرمايو، ”اهو باهه ۾ آهي.“ صحابه ڪرام رضي الله عنهم (ان جو سامان وجي ڏٺو ته ان ۾ غنيمت جي مال مان چورايل هڪڙي چادر ڏٺائون). (بخاري)

مسئلو 296: غيبت ڪرڻ وارو دوزخ ۾ ويندو.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 181)

مسئلو 297: ماڻهن جي اڪثريت ”زبان ۽ شرمگاهه“ جي ڪري دوزخ ۾ ويندي.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم کان پڇيو ويو تہ ”ڪهڙو عمل سڀ کان وڌيڪ ماڻهن کي جنت ۾ وٺي وڃڻ جو سبب ٿيندو؟“ پاڻ صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو، ”تقويٰ ۽ سٺو اخلاق.“ وري پاڻ صلي الله عليہ وسلم کي عرض ڪيو ويو، ”ڪهڙو عمل سڀ کان وڌيڪ ماڻهن کي باهہ ۾ وٺي وڃڻ جو سبب ٿيندو؟“ پاڻ صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو ”وات ۽ شرمگاهہ.“ (ترمذي)

# دوزخ جي گفتگو

مسئلو 298: دوزخ الله تعاليٰ جي حڪم سان گفتگو ڪندو.

الله تعاليٰ: ”ڇا تون ڀرجي وئين؟“

دوزخ: ”ڪجهہ اڃان آهي“ (تہ اهو بہ آڻيو)

قيامت جي ڏينهن اسان دوزخ کان پڇنداسين ڇا تون ڀرجي وئين؟ ۽ اهو چوندو: ڇا ٻيو به ڪجهه آهي. (سورت ق، آيت نمبر 30)

مسئلو 299: دوزخ کي اکيون هونديون جنهن سان هو ڪافرن کي پري کان ايندو ڏسندو.

جڏهن دوزخ ڪافرن کي پري کان (ايندو) ڏسندو ته ڪافر دوزخ جو غصي مان رڙيون ڪرڻ ۽ دانون ڪرڻ ٻڌي وٺنا. (سورت فرقان، آيت نمبر 12)

مسئلو 300: دوزخ جون ٻه اکيون آهن جن سان اهو ڏسندو، ٻه ڪن آهن جن سان اهو ٻڌندو ۽ زبان آهي جنهن سان اهو گفتگو ڪندو.

حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو، ”قيامت جي ڏينهن دوزخ مان هڪڙي ڳچي نڪرندي جنهن کي ٻه اکيون هونديون جنهن سان اها ڏسندي، ٻه ڪن هوندا جن سان اها ٻڌندي ۽ زبان هوندي جنهن سان اها ڳالهائيندي ۽ چوندي مان ٽن ماڻهن کي عذاب ڏيڻ لاءِ مسلط ڪئي وئي آهي. (1) الله جي

مقابلي ۾ سرڪش ۽ دشمني رکڻ وارو (2) الله سان گڏ ڪنهن ٻئي کي پڪارڻ وارو (3) تصويرون ٺاهڻ وارا.”
(ترمذي)

## پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجي اهل و عيال کي دوزخ جي باهہ کان بچايو

مسئلو 301: الله تعاليٰ سڀني ايمان وارن کي دوزخ جي باهہ کان بچڻ ۽ پنهنجي اهل و عيال کي بچائڻ جو حڪم ڏنو آهي.

اي ايمان وارئو! پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجي اهل و عيال کي انهي باهہ کان بچايو جنهن جو ٻارڻ انسان ۽ پٿر آهن. جنهن تي نهايت سخت طبيعت ۽سخت گير ملائڪ مقرر آهن جيڪي ڪڏهن بہ الله جي حڪم جي نافرماني نہ ڪندا آهن

۽ انهن کي جيڪو به حڪم ڏنو ويندو آهي ان تي عمل ڪندا آهن. (سرت التحريم، آيت نمبر 6)

مسئلو 302: سڀني انبياءَ ڪرام پنهنجي پنهنجي امت کي دوزخ جي عذاب کان بچڻ جو تاڪيد ڪيو هو.

(1) حضرت نوح عليہ السلام

اسان نوح (عليہ السلام) کي ان جي قوم ڏانهن موڪليو. ان انهن کي چيو، ”اي مهنجي قوم جا ڀائرو! الله جي بندگي ڪريو. ان کان علاوه توهان جو ڪوبہ معبود نہ آهي. مان توهان جي متعلق هڪ خوفناڪ ڏينهن کان ڊڄان ٿو.“
(سورت الاعراف، آيت نمبر 59)

(ب) حضرت ابراهيم عليہ السلام

ابراهيم (عليہ السلام) چيو: توهان دنيا جي زندگيءَ ۾ الله کي ڇڏي بتن کي پنهنجي وچ ۾ محبت جو ذريعو ٺاهي ڇڏيو آهي. ليڪن قيامت جي ڏينهن توهان هڪ ٻئي جو انڪار ڪندئو ۽ هڪ ٻئي تي لعنتون وجهندئو ۽ توهان جو نڪاڻو دوزخ هوندو جتي توهان جو ڪوبہ مددگار نہ هوندو.
(سورت عنڪبوت، آيت نمبر 25)

## (ج) حضرت هود عليہ السلام

انهن کي ٿورو عاد جي ڀاءُ (هود) جو قصو ٻڌاءِ جڏهن ان احقاف (جي جا3) تي پنهنجي قوم کي خبردار ڪيو ۽ اهڙا خبردار ڪرڻ وارا ان کان اڳ بہ گذري چڪا هئا ۽ ان کان پوءِ بہ (۽ انهن پيغمبرن خبردار ڪيو) تہ الله کان سواءِ ڪنهن جي بندگي نہ ڪيو. مون کي توهان جي متعلق هڪڙي وڏي ڏينهن جي عذاب جو خوف آهي. (سورت الاحقاف، آيت نمبر 21)

## (د)حضرت شعيب عليہ السلام

۽ مدين وارن ڏانهن اسان انهن جي ڀاءُ شعيب (عليہ السلام) کي موڪليو.ان چيو "اي منهنجي قوم جا ڀائرو الله جي عبادت ڪريو ان کان سواءِ توهان جو ڪو بہ معبود ڪونهي ۽ ماپ تور ۾ گهٽتائي نہ ڪريو.اڄ مان توهان کي سٺي حال ۾ ڏسي رهيو آهيان ليڪن مون کي ڊپ آهي تہ سڀاڻي توهان

تي اهڙو ڏينهن ايندو جنهن جو عذاب توهان کي گهيري وٺندو.”(سوره هود ، آيت نمبر84)

## حضرت موسيٰ عليہ السلام

موسيٰ (عليہ السلام ) فرمايو”(اي فرعون) اسان تو وٽ رب جي نشاني کڻي آيا آهيون. سلامتي ان جي لاءِ آهي جيڪو سڌي راهہ جي پيروي ڪري ۽ جيڪو ان کان انڪار ڪري ۽ منهن ڦيرائي ان جي لاءِ (باهہ جو ) عذاب آهي.(سوره طہٰ، آيت نمبر 47 ۽ 48)

## حضرت عيسيٰ عليہ السلام

۽ مسيح (عليہ السلام ) چيو،”اي بني اسرائيل الله جي عبادت ڪيو جيڪو منهنجو رب آهي ۽ توهان جو بہ (رب آهي)جنهن بہ الله سان ڪنهن کي شريڪ ڪيو ان تي الله جنت حرام ڪري ڇڏي ۽ ان جو ٺڪاڻو دوزخ آهي. اهڙن ظالمن جو مددگار ڪو بہ نہ آهي.”(سورت المائده، آيت نمبر 72)

## ٻيا انبياءَ ۽ رسول

۽ اسان نہ موڪليا رسول ليڪن انهيءَ لاءِ چيو تہ چڱا عمل ڪرڻ وارن کي اهي سٺي نتيجي جي خوشخبري ڏين ۽ بڇڙا عمل ڪرڻ وارن کي عذاب کان ڊيڄارين. پوءِ جيڪي انهن جي ڳالهہ مڃن ۽ پنهنجي طرز عمل جي اصلاح ڪن تہ انهن جي لاءِ نہ خوف هوندو ۽ نہ غم، ۽ جيڪي ماڻهو اسان جي آيتن جو انڪار ڪندا، انهن کي انهن جي نافرماني جي ڪري عذاب ڀوڳڻو پوندو. (سورت الا نعام، آيت نمبر 48 ۽ 49)

## حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم

(اي محمد صلي الله عليہ وسلم) انهن کي چئو تہ مان توهان کي بس هڪڙي ڳالهہ جي نصيحت ڪريان ٿو تہ الله جي واسطي توهان اڪيلا اڪيلا يا ٻہ ٻہ گڏجي پنهنجي دماغ سان سوچو. توهان جي ساٿي (يعني مون)۾ آخر ڪهڙي ڳالهہ چريائپ جي آهي؟ اهو تہ توهان کي سخت عذاب جي اچڻ کان اڳ خبردار ڪري رهيو آهي. (سورت سبا، آيت نمبر 46)

**مسئلو 303: رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم پنهنجي قريبي عزيزن کي سڀ کان اڳ باھ کان بچڻ جو تاڪيد ڪيو.**

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي.... ۽ ڊڄار پنهنجن قريبي عزيزن کي (سورت شعراءَ آيت 214) تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم قريش جي ماڻهن کي سڏايو. اهي سڀ گڏ ٿيا تہ پاڻ صلي الله عليہ وسلم (پهريائين) سڀني کي عمومي طور ڊيڄاريو، پوءِ (الڳ الڳ نالا وٺي) خاص ماڻهن کي ڊيڄاريو ۽ فرمايائون "اي ڪعب بند لوي جي اولاد پنهنجو پاڻ کي دوزخ جي باھ کان بچايو! اي مره بن ڪعب جي اولاد! پنهنجو پاڻ کي دوزخ جي باھ کان بچايو. اي هاشم جي اولاد ! پنهنجو پاڻ کي دوزخ جي باھ کان بچايو. اي عبدالمطلب جي اولاد! پنهنجو پاڻ کي دوزخ جي باھ کان بچايو ۽ اي فاطمہ (بنت محمد صلي الله عليہ وسلم)! پنهنجو پاڻ کي دوزخ جي باھ کان بچاءِ، الله جي مقابلي ۾ (قيامت جي ڏينهن) مان توهان جي ڪنهن بہ ڪم نہ اچي سگهندس. البت (دنيا ۾)

توسان منهنجي جيڪا مائٽي آهي ان ڪي ٻُنديندو رهندس.”
(مسلم)

**مسئو 304: هر مسلمان مرد ۽ عورت کي باهہ کان بچڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪرڻ گهرجي.**

حضرت عدي بن حاتم رضي اللّٰه عنہ کان روايت آهي تہ رسول اللّٰه صلي اللّٰه عليہ وسلم باهہ جو ذڪر ڪيو ۽ پنهنجو منهن مبارڪ ٻئي طرف ڦيريائون. پاڻ صلي اللّٰه عليہ وسلم پنهنجو منهن مبارڪ تمام گهڻو ڦيرايو ۽ فرمايائون ”(اي انسانو!) باهہ کي بچو” (اهو ارشاد فرمائي) پاڻ صلي اللّٰه عليہ وسلم ٻيهر پنهنجو منهن مبارڪ ڦيرايو،. تمام گهڻو ڦيرايائون ايتري قدر جو اسان گمان ڪيو تہ ڄڻ تہ پاڻ صلي اللّٰه عليہ وسلم باهہ ڏانهن ڏسي رهيا آهن. وري پاڻ صلي اللّٰه عليہ وسلم ارشاد فرمايو، ”(انسانو!) باهہ کان بچو ڇاهي کتل (کجور) جو هڪڙو ٽڪرو صدقو ڏئي بچو. جنهن شخص وٽ (صدقو ڪرڻ جي لاءِ) کتل جو ٽڪرو بہ نہ هجي تہ اهو سٺي ڳالهہ ڪري پنهنجو پاڻ کي دوزخ جي باهہ کان بچائي.” (مسلم)

مسئلو 305: ”انسانو! دوزخ جي باهہ کان پري ٿيو“

”انسانو! دوزخ جي باهہ کان پري ٿيو.“

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو. ”منهنجو مثال ان شخص جهڙو آهي جنهن باهہ ٻاري پوءِ جڏهن ان جي چوڌاري روشني ٿي وئي تہ پتنگن ۽ جيتن جيڪي باهہ ۾ (ڪرندي مرندا آهن) باهہ ۾ ڪرڻ لڳا ۽ اهو شخص انهن کي روڪڻ لڳو ليڪن پتنگ ان تي غالب (يعني قابوءِ نہ) آيا ۽ باهہ ۾ ڪرندا رهيا. منهنجو ۽ توهان جو مثال اهو آهي. مان توهان کي چيلهہ کان پڪڙي پڪڙي دوزخ کان بچائي رهيو آهيان ۽ آواز ڏئي رهيو آهيان، (انسانو!) باهہ کان پري ٿيو (انسانو!) باهہ کان پري ٿيو ليڪن توهان مون تي غالب اچي ويا ۽ باهہ ۾ هليا ويا.“ (مسلم)

مسئلو 306: امير، غريب، مرد، عورت، عالم، جاهل، عابد، زاهد، هر مسلمان کي هر قيمت تي دوزخ جي باهہ جو فڪر ڪرڻ گهرجي.

حضرت عدي بن حاتم رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”(قيامت جي ڏينهن) توهان مان ڪو شخص الله تعاليٰ جي سامهون هن حال ۾ بيٺو هوندو جو الله تعاليٰ ۽ ان جي وچ ۾ ڪوبہ پردو نہ هوندو ۽ نہ ترجمان تڏهن الله تعاليٰ ٻانهي کان پڇندو، ”ڇا مون توکي (دنيا ۾) مال ڪونہ ڏنو هو؟“ ٻانهو عرض ڪندو، ”ڇو نہ. اي الله (تو مال) ڏنو هو.“ پوءِ الله تعاليٰ پڇندس ”ڇا مون تو ڏانهن رسول نہ موڪليو هو؟“ ٻانهو عرض ڪندو ”ڇو نہ ! يا الله تو (رسول) موڪليو هو.“ پوءِ ٻانهو پنهنجي سڄي طرف ڏسندو تہ باهہ ئي باهہ نظر ايندس. پوءِ ڪٻي پاسي ڏسندو تہ باهہ ئي باهہ نظر ايندس. انهيءَ ڪري توهان کي باهہ کان ضرور بچڻ گهرجي ڇاهي کتل (ڪجور) جي ڪکڙي ئي (جو صدقو) ڏئي. جيڪڏهن اها بہ نہ هجي تہ چڱي ڳالهہ چئي دوزخ جي باهہ کان بچو.“ (بخاري)

مسئلو 307: رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم امت کي باهہ کان ڊيڄارڻ جو حق ادا ڪري ڇڏيو.

حضرت نعمان بن بشير رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو. ”اي انسانو! مون توهان کي باهہ کان ڊيڄاريو آهي. مون توهان کي باهہ کان ڊيڄاريو آهي.“ (نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم جو آواز ان وقت ايترو بلند هو جو) جيڪڏهن رسول الله صلي الله عليہ وسلم منهنجي جاءِ تي هجن ها تہ بازار وارا پاڻ صلي الله عليہ وسلم جو آواز ٻڌن ها. (پاڻ صلي الله عليہ وسلم جن ايتري قدر بي خودي ۾ اهي الفاظ دهرائي رهيا هئا جو) سندن چادر مبارڪ ڪلهن تان سرڪي سندن پيرن مبارڪن ۾ ڪري پئي.“ (دارمي)

حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ کان حجتہ الوداع جي حديث ۾ روايت اهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم (عرفات جي ميدان ۾ خطبو ڏيندي) فرمايو. ”(قيامت جي ڏينهن) توهان کان منهنجي باري ۾ پڇيو ويندو. توهان ڪهڙو جواب ڏيندئو؟“ صحابہ رضي الله عنهم جواب ڏنو. ”اسان شاهدي ڏيون ٿا تہ توهان الله جو پيغام پهچائي ڇڏيو. ڊيڄارڻ (۽ خبردار ڪرڻ) جو حق ادا ڪيو ۽ (پنهنجي اُمت جي) پوري

پوري خير خواهي ڪئي.” پوءِ پاڻ صلي الله عليہ وسلم پنهنجي شهادت جي آڱر آسمان ڏانهن کڻي ماڻهن ڏانهن جهڪائيندي ٽي ڀيرا فرمايو: ”اي الله! شاهد رهجان. اي الله! شاهد رهجان. اي الله! شاهد رهجان.” (مسلم)

## دزوخ ۽ ملائڪ

مسئلو 308: ملائڪن جي لاءِ دوزخ جو عذاب نہ آهي ليڪن پوءِ بہ اهي الله جي عذاب کان ڊڄن ٿا.

زمين ۽ آسمانن ۾ سموري جي سموري ساهواري مخلوق ۽ سڀ ملائڪ الله تعاليٰ جي اڳيان سجدي ۾ پيل آهن. اهي هرگز سرڪشي نٿا ڪن ۽ پنهنجي رب کان، جيڪو انهن جي مٿان آهي، ڊڄندا رهن ٿا ۽ جيڪو انهن کي حڪم ڏنو

وجي ٿو ان جي مطابق ڪم ڪن ٿا. (سورت النحل، آيت نمبر 49 _ 50)

مسئلو 309: الله جي ڊپ ۾ خوف کان ملائڪن جو رنگ ڦڪو (پيلو) رهندو آهي.

مشرڪ چون ٿا ته (ملائڪ) رحمان جو اولاد آهن جڏهن ته اهي ته ان جا عزت وارا ٻانها آهن. الله جي اڳيان اڳتي وڌي نه ڳالهائيندا آهن بلڪ ان جي حڪم تي عمل ڪندا آهن. جيڪي ڪجهه ان جي سامهون آهي ان کي به هو ڄاڻي ٿو ۽ جو ڪجهه ان کان پري آهي ان کان به هو باخبر آهي ۽ ملائڪ ڪنهن جي سفارش نٿا ڪن سواءِ ان جي (جو) جنهن جي حق ۾ الله سفارش ٻڌڻ تي اضي هجي ۽ ملائڪ الله تعاليٰ کان ايتري قدر خوفزده رهندا آهن جو انهن جو رنگ ڦڪو ٿي ويندو آهي. (سورت الانبياءَ، آيت نمبر 26_28)

## دوزخ ۾ انبياءَ (عليهم السلام)

**مسئلو 310: سيد الانبياءَ حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم الله جي عذاب کان تمام گهڻو ڊڄندا هئا.**

(اي پيغمبر) چئو، جيڪڏهن مان پنهنجي رب جي نافرماني ڪريان تہ مون کي هڪ وڏي (خوفناڪ) ڏينهن جي عذاب جو ڊڄ آهي. ان ڏينهن جيڪو (ان جي) عذاب کي بچي ويو، ان تي الله وڏو ئي رحم ڪيو ۽ الله جي عذاب کان بچڻ وڏي ڪاميابي آهي. (سورت الانعام، آيت نمبر 15 _ 16)

**مسئلو 311: دوزخ جي مٿان لنگهندي سمورا نبياءَ الله تعاليٰ کان "رب سلم" (اي منهنجا رب مون کي بچاءِ) جي درخواست ڪندا.**

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ، نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم کان روايت ڪن ٿا تہ پاڻ صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو، "(قيامت جي ڏينهن) پل صراط دوزخ جي مٿان رکي ويندي. سڀ کان پهرئين منهنجي امت ان تان لنگهندي. ان ڏينهن رسولن کان سواءِ ڪنهن کي بہ ڳالهائڻ جي همت نہ هوندي ۽ رسولن جي التجا بہ صرف اها هوندي "اي الله! مون

ڪي بچاءِ ۾ دوزخ ۾ سعدان جي ڪنڊن وانگر وڏا وڏا مڙيل انگوڙا هوندا. سعدان جا ڪنڊا ڪڏهن توهان ڏٺا آهن؟ صحابہ ڪرام رضي الله عنهم عرض ڪيو، ”ها اي الله جا رسول صلي الله عليہ وسلم! ۽ تہ اهي (لوهہ جا مڙيل انگوڙا) ڪيڏا وڏا وڏا هوندا، اهو الله ڪان سواءِ ڪوبہ نہ ٿو ڄاڻي. هي انگوڙا ماڻهن کي انهن جي عمال جي مطابق دوزخ ۾ ڪيرائيندا. ڪو تہ پنهنجي عملن جي ڪري بلڪل تباهہ ٿي ويندو (يعني پل صراط تي پير رکندي ئي دوزخ ۾ ڪيرايو ويندو) ڪو چند قدم هلڻ ڪان پوءِ دوزخ ۾ ڇڪيو ويندو. ڪو وڏي مشڪل سان پل صراط کي پار ڪري سگهندو. يا ڪي اهڙا ئي ڪلما (الفاظ) رسول الله صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايا.“ (بخاري)

مسئلو 312: دوزخ جا خوفناڪ آواز ٻڌي سمورا مقرب ملائڪ ۽ انبياءَ ايتري قدر جو حضرت ابراهيم عليہ السلام بہ الله تعاليٰ ڪان پنهنجي سلامتي جي التجا ڪندو.

حضرت عبيد بن عمير رضي الله عنہ کان الله تعاليٰ جي ارشاد. ”جڏهن ڪافر دوزخ جون رڙيون ڪرڻ ۽ ڦوڪون ڏيڻ ٻڌندا“ (سورت الفرقان، آيت نمبر 12) جي باري ۾ فرمائين ٿا تہ جڏهن دوزخ غصي ۾ ڏڪندو تہ سڀ مقرب ملائڪ ۽ وڏي مرتبي وارا انبياءَ ايتريقدر جو حضرت ابراهيم عليہ السلام بہ گوڏن ڀر ڪري پوندا ۽ التجا ڪندا، ”اي منهنجا رب! اڄ مان توکان پنهنجي ذات جي سلامت کان سواء ڪجهہ بہ نہ ٿو گهران.“ (ابن ڪثير)

**مسئلو 313: قيام اليل ۾ رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن عذاب جي هڪڙي آيت بار بار پڙهي سڄي رات گذاري ڇڏي.**

حضرت ابوذر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ هڪ رات رسول الله صلي الله عليہ وسلم قيام ۾ بيٺا ۽ صبح تائين هڪ ئي آيت تلاوت فرمائيندا رهيا، ”اي الله! جيڪڏهن تون انهن کي عذاب ڏين تہ اهي تنهنجا ٻانها آهن (تون ڏئي سگهين ٿو) جيڪڏهن بخشي ڇڏين تہ تون وس وارو بہ آهين

۽ حڪمت وارو به (توڪان ڪو به پڇڻ وارو نه آهي). (ابن ماجہ)

مسلو 314: رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم پنهنجي امت جي ڪن فردن جي دوزخ ۾ وڃڻ جي انديشي جي ڪري روئيندا رهيا.

حضرت عبدالله بن عمرو بن العاص رضيالله عنه کان روايت آهي ته رسول الله لي الله عليه وسلم به آيتون تلاوت فرمايون جن ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جن جو هي قول آهي، ”اي منهنجا رب! هنن بتن تمام گهڻن ماڻهن کي گمراهہ ڪيو پوء جيڪو شخص منهنجي پنيان هليو اهو منهنجو (فرمانبردار) آهي ۽ جنهن منهنجي نافرماني ڪئي (ان جي لاء) تون بخشڻ وارو مهربان آهين.“ (سورت ابراهيم، آيت نمبر 36) ۽ پوء اها آيت تلاوت فرمايائون جنهن ۾ حضرت عيسيٰ عليه السلام جو قول آهي، ”جيڪڏهن تون انهن کي عذاب ڏين ته اهي تنهنجا ٻانها آهن ۽ جيڪڏهن انهن کي معاف ڪرين ته بيشڪ تون وس وارو ۽ حڪمت وارو آهين.“

(سورت المائده، آيت نمبر 118) ان کان پوءِ پاڻ صلي الله عليہ وسلم پنهنجا هٿ (الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾) کنيا ۽ عرض ڪيائون، ”يا الله! منهنجي امت، يا الله! منهنجي امت ۽ روئڻ لڳا.“ الله تعاليٰ ارشاد فرمايو، ”اي جبرائيل ! محمد (صلي الله عليہ وسلم) وٽ وڃ ۽ پڇين تہ توهان ڇو ٿا روئو؟ ۽ اي جبرائيل تنهنجو رب تہ ڄاڻي ٿو (تہ محمد صلي الله عليہ وسلم) ڇو روئي رهيو آهي.“ انهيءَ ڪري جبرائيل عليہ السلام حاضر ٿيو ۽ حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم کان معلوم ڪائين (تہ توهان ڇو ٿا روئو؟) حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم روئڻ جو سبب ٻڌايو ۽ جبرائيل عليہ السلام الله تعاليٰ کي وجي ٻڌايو جڏهن تہ الله تعاليٰ چڱيءَ طرح ڄاڻڻ وارو آهي. تڏهن الله تعاليٰ ارشاد فرمايو، ”اي جبرائيل! محمد (صلي الله عليہ وسلم) وٽ وڃ ۽ ٻڌائين تہ اسان (يعني الله تعاليٰ) تنهنجي اُمت جي معاملي ۾ توکي خوش ڪري ڇڏينداسين ۽ ناراض نہ ڪنداسين.“ (مسلم)

# دوزخ ۽ صحابہ ڪرام رضي الله عنهم

## مسئلو 315: حضرت عائشہ رضي الله عنها دوزخ جي باھ ياد اچڻ تي روئندي رهي.

حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ انهن کي (دوزخ جي) باھ ياد آئي تہ روئڻ لڳيون. رسول الله صلي الله عليہ وسلم پڇين، ”اي عائشہ ڇو ٿي روئين؟“ حضرت عائشہ عرض ڪيو، ”(اي الله جا رسول صلي الله عيہ وسلم) دوزخ جي باھ ياد اچڻ تي ٿي روئان. ڇا توهان قيامت جي ڏينهن پنهنجي اهل عيال کي بہ ياد رکندئو؟“ رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو، ”ٽن جاين تي ڪو ماڻهو ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کي ياد نہ ڪندو. (1) تارازي وٽ، ايستائين جو خبر نہ پوي تہ ڪنهن جي عملن جو وزن هلڪو ٿيو آهي ۽ ڪنهن جو ڳورو (2) نامہ اعمال ملڻ جي وقت جڏهن سڏيو ويندو تہ اچو ۽ پنهنجو اعمال نامون پڙهو ايستائين جو خبر نہ پوي تہ ڪنهن کي اعمال نامون سڄي هٿ ۾ ڏنو ٿو وڃي ۽ ڪنهن کي کٻي هٿ جي پٺي جي پويان ۽ (3)

پلصراط تان لنگھڻ وقت جڏھن ان کي دوزخ جي مٿان رکيو ويندو.” (ابوداؤد)

مسئلو 316: حضرت عبدالله بن رواحہ رضي الله عنہ ۽ سندس زال دوزخ کي ياد ڪندي روئندا رهيا.

حضرت قيس بن ابي حازم رحمتہ الله عليہ فرمائي ٿو تہ حضرت عبدالله بن رواحہ رضي الله عنہ پنھنجي زال جي گوڏ مٿو رکي (سمهيو) پيو هو تہ (اوچتو) روئڻ لڳو. ان سان گڏ انهن جي زال بہ روئڻ لڳي. حضرت عبدالله بن رواحہ رضي الله عنہ پڇيس، ”تون ڇو ٿي روئين؟“ زال عرض ڪيو تہ ”توکي روئندو ڏٺم تہ مان بہ روئڻ لڳس.“ حضرت عبدالله بن رواحہ رضي الله عنہ فرمايو، ”مون کي الله تعاليٰ جو هي فرمان ياد آيو تہ ”توهان مان ڪوبہ اهڙو نہ آهي جنهن جو دوزخ کان لنگھڻ نہ ٿئي.“ (سورت مريم آيت نمبر 71) ۽ مون کي خبر نہ آهي تہ (دوزخ جي مٿان رکيل پل صراط تان گذرندي) اسان بچنداسين يا نہ؟ (حاڪم)

مسئلو 317: حضرت عبادتہ بن صامت رضي الله عنہ دوزخ کي ياد ڪري روئيندو رهيو.

حضرت زياد بن اسود رحمت الله عليہ کان روايت آهي تہ حضرت عباده بن صامت رضي الله عنہ بيت المقدس جي مشرقي ديوار تي هو تہ اوچتو روئڻ لڳو. ماڻهن پڇيس، ”اي ابو الوليد (حضرت عباده بن صامت رضي الله عنہ جي کنيت) ڇو ٿو روئين؟“ حضرت عباده رضي الله عنہ فرمائڻ لڳا ”هيءَ اها جاءِ آهي جتان رسول الله صلي الله عليہ وسلم اسان کي ٻڌايو تہ مون دوزخ ڏٺو آهي.“ (حاڪم)

مسئلو 318: حضرت عمر رضي الله عنہ ۾ الله عذاب جو خوف.

حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنہ فرمائيندا هئا،
”جيڪڏهن آسمان کان ڪو پڪارڻ وارو پڪاري، اي انسانو! توهان سڀ جنت ۾ داخل ٿيندئو سواءِ هڪڙي ماڻهوءَ جي تہ مون کي ڊپ آهي تہ اهو هڪڙو ماڻهو مان نہ هجان ۽ جيڪڏهن آسمان کان ڪو پڪارڻ وارو پڪاري تہ اي انسانو! توهان سڀ دوزخ ۾ ويندئو سواءِ هڪڙي ماڻهوءَ جي

تہ مان اميد ٿو رکان تہ اهو (الله جي فضل ۽ ڪرم سان) مان هوندس.” (ابونعيم)

حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنہ فرمائيندا هئا،جيڪڏهن آسمان کان ڪو پڪارن وارو پڪاري، اي انسانو .توهان سڀ جنت ۾ داخل ٿيندؤ سواءِ هڪڙي ماڻهوءَ جي تہ مون کي ڊپ آهي تہ اهو ڪهڙو ماڻهو مان نہ هجان ۽ جيڪڏهن آسمان کان ڪو پڪارڻ وارو پڪاري تہ اي انسانو توهان سڀ دوزخ ۾ وندؤ سواءِ هڪڙي ماڻهوءَ جي تہ مان اميد تو رکان تہ اهو (الله جي فضل ۽ ڪرم سان)مان هوندس.”

<u>مسئلو 319:حضرت عائشہ رضي الله عنها دوزخ جي گرم ۽ زهريلي هوا جو عذاب ياد ڪندي روئندي رهي.</u>

حضرت عروه رضي الله عنہ پنهنجي پيءُ (حضرت زبير رضي الله) کان روايت ڪن ٿا تہ مان جڏهن صبح جو گهر کان نڪرندو هئس تہ پهريائين حضرت عائشہ رضي الله عنها جي گهر سلام عرض ڪندو هئس، هڪ ڏينهن مان گهر کان

نڪتس (۽ معمول جي مطابق سلام ڪرڻ حاضر ٿيس) ته حضرت عائشه رضي الله عنها (نماز ۾) بيٺيون هيون قرآن مجيد جي آيت .... (ترجمو) الله اسان تي احسان ڪيو ۽ گرم زهريلي هوا جي عذاب کان بچائي ورتائين (سورت الطور آيت 127) تلاوت ڪري رهي هئي، حضرت عائشه رضي الله عنها بار بار اها آيت پڙهي رهي هئي ۽ روئي رهي هئي .مان (انتظار جي لاءِ) بيهي رهيس.ايستائين جو مان ڪڪ ٿي پيس ۽ مان ڪنهن ڪم سان بازار هليو ويس.واپس موٽيس ته حضرت عائشه رضي الله عنها اجان تائين نماز ۾ بيٺل هئي ۽ اها ورجائيندي روئي رهي هئي.

مسئلو 320: حضرت عمر رضي الله عنه عذاب جي آيت پڙهي ايترو ته رنا جو بيمار ٿي پيا.

حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنه سورت طور جي تلاوت فرمائي رهيا هئا. جڏهن هن آيت تي پهتا "بيشڪ تنهنجي رب جو عذاب واقع ٿيڻ وارو آهي."(آيت نمبر 7) ته روئڻ

لڳا .ايتريقدر گهڻو رنا جو بيمار ٿي پيا ۽ ماڻهو سندن عيادت جي لاءِ اچڻ لڳا.

حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنہ جي چهري تي روئڻ جي ڪي ٻہ ڪاريون ليڪون ٿهي ويون هيون.

مسئلو 321 : حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله لوهار جي دوڪان تي باهہ ڏسي روئڻ لڳا.

حضرت سعد بن اخرم رحمتہ الله عليہ فرمائن ٿا تہ مان حضرت عبدلله بن مسعود رضي الله عنہ سان وڃي رهيو هوس. اسان لوهار جي دوڪان ڪان لنگهياسون جنهن باهہ مان (ڳاڙهو ڳاڙهو) لوهہ ٻاهر ڪڍيو تہ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ ان کي ڏسڻ لاءِ بيهي رهيا ۽ روئڻ لڳا.

مسئلو 322: حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنہ دوزخ کي ياد ڪري ڏاڍا رنا.

حضرت معاذ (بن جبل) رضي الله عنہ تمام هڻو رنا. انهن کان پڇيو ويو ، ” توهان ڇو ٿا روئو؟“ حضرت معاذ رضي

الله فرمايو، ” الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجون ٻئي مٺيون (مخلوق سان) ڀري هڪڙي جنت ۾ وڌي ۽ ٻئي دوزخ ۾. مان نٿو ڄاڻان تہ منهنجو تعلق جنت واري گروهہ سان آهي يا دوزخ واري گروهہ

**وضاحت:** ياد هجي تہ رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم جو ارشاد مبارڪ آهي تہ ” الله تعليٰ جنت ۽ دوزخ کي پيدا ڪيو تہ ٻنهيءَ لاءِ الڳ الڳ ماڻهو ناهيا.“ (مسلم) هن حديث ڏانهن اشارو آهي.

مسئلو 323:حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کي دوزخين جو پاڻي طلب ڪرڻ ياد آيو تہ روئڻ لڳا.

حضرت سمير رياحي رحمتہ الله پنهنجي پيءُ کان روايت ڪن ٿا تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله جن ٿڌو پاڻي پيتو تہ روئڻ لڳا ۽ تمام هڙو رنا. انهن کان پڇيو ويو، ” توهان ڇو ايترو رنا آهيو؟“ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما فرمايو، ” مون کي قرآن مجيد جي هيءَ آيت ياد اچي وئي (دوزخي جنهن شيءَ جي خواهش ڪري رهيا هوندا. انهيءَ وقت اهي انهيءَ شيءَ کان محروم ڪيا ويندا.) (سورت سبا

آيت نمبر 54 ) ۾ مون کي معلوم آهي تہ دوزخي ان وقت کجھ بہ نہ گھرندا. بس انھن جي ھڪڙي ئي خواھش ھوندي، پاڻي ملڻ جي چو تہ الله تبارڪ و تعاليٰ فرمايو آھي تہ ”دوزخي جنت وارن کان التجا ڪندا. ٿورو پاڻي اسان کي بہ ڏيو جيڪو رزق الله تعاليٰ کي ڏنو آھي ان مان ئي ڪجھ اڇلايو.“ ( سورت الاعراف آيت نمبر 50)

مسئلو 324: حضرت سعيد بن رضي الله عنہ دوزخ جي تصور کان ڪلندا نہ هئا.

حجاج (بن يوسف) حضرت سعيد بن جبير رضي الله عنہ کان حيران ٿي پڇيو، ” مون کي خبر پئي آهي تہ توهان ڪلندا نہ آهيو.“ حضرت سعيد بن جبير رضي الله عنہ فرمايو، ” مان ڪئين ڪلي ٿو سگھان جڏھن تہ دوزخ ڀڙڪايو ويو آھي، طوق کوڙيا ويا آهن ۽ الله جي فوج (دوزخ جا ملائڪ تيار بيٺا آهن.“

مسئلو 325: ڪو بہ مومن پل صراط ٽپڻ کان اڳ ۾ بي خوف نٿو ٿي سگھي.

حضرت معاذ بن جبل رضي اللّٰہ فرمائن ٿا تہ ڪوبہ مومن ماڻھو پل صراط ٽپڻ کان اڳ ۾ گھٻراھٽ کان امن نٿو حاصل ڪري سگھي( يعني بي خوف نٿو رھي سگھي.)

دوزخ ۽ اڳئين وقت جا بزرگ bold

مسئلو 326: حضرت عمر بن عبدالعزيز رحمتہ اللّٰہ عليہ دوزخ ۾ طوق ۽ زنجيرن واري آيت بار بار پڙھندا رھيا ۽ سڄي رات روئندا رھيا.

حضرت عمر بن عبدالعزيز رحمتہ اللّٰہ عليہ ھڪ رات نماز پڙھي رھيو ھو جڏھن ھن آيت تي پھتو " جڏھن طوق ۽ زنجير انھن جي گردنن ۾ ھوندا جن سان پڪڙي انھن کي ٺھڪندڙ پاڻيءَ ڏانھن گھليو ويندو ۽ پوءِ دوزخ جي باھہ ۾ اڇليا ويندا. (سورت المومن، آيت نمبر 71 ۽ 72) تہ بار بار انھيءَ آيت کي پڙھندا رھيا ۽ روئندا رھيا ايستائين جو صبح ٿي ويو.

مسئلو 327: حضرت ربيع بن خيثم رحمتہ اللّٰہ تنور جي باھہ ڏسي بيھوش ٿي ويا.

هضرت ابو وائل رحمته الله کان روايت آهي ته اسان عبدالله بن مسعود رضي الله عنه سان گڏ ٻاهر نڪتاسين، اسان سان گڏ ربيع بن خيثم رحمته الله عليه به هئا، حضرت عبدالَله بن مسعود رضي الله فرات درياهه جي ناري تي هڪڙي تنور وٽان لنگهيا. جڏهن ان ڀڙڪندڙ باهه ڏٺائون ته هي آيت تلات ڪيائون ” جڏهن دوزخ ڪافرن کي پري کان ڏسندو ته ڪافر دوزخ جون دانهون ڪرڻ ۽ ڦوڪون ڏيڻ ٻڌندا.“ (سورت الفرقان آيت نمبر 12) اهو ٻڌي ربيع بن حيثم رحمته الله عليه بيهوش ٿي ڪري پيا، ماڻهو ان کي کٽ تي رکي گهر کڻي آيا، حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه ان وٽ (صبح کان وٺي) ٻنپهرن تائين ويهي هوش ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا ليڪن حضرت ربعي بن خثيم رحمته الله عليه هوش ۾ نه آيا. (ابن ڪثير3/451 )

مسئلو 328:<u>سڄي دنيا کي باهه کان خبردار ڪرڻ جي خواهش.</u>

حضرت مالڪ بن دينار رحمته الله عليه فرمائن ٿا ته جيڪڏهن منهنجي وس ۾ هجي ها ته مان ننڊ نه ڪيا ته مان

ڪڍهن بہ نہ سمهان ها، انهيءَ خوف کان تہ متان مون تي الله جو عذاب نازل ٿئي ۽ جيڪڍهن مون وٽ مددگار هجن ها تہ مان انهن کي سڄي دنيا ۾ منادي ڪرڻ لاءِ موڪليان ها ( جيڪي چون ها ) اي انسانو .باهہ کان خبردار رهو، اي انسانو . باهہ کان خبردار رهو. (ابونعيم )

**مسئلو 329: حضرت سيفان ثوري رحمتہ اللہ عليہ آخرت جي ذڪر تي ايترو خوفزده ٿيندا هئا جو رت جو پيشاب اچڻ لڳندو هئن.**

حضرت موسيٰ بن مسعود رحمتہ اللہ عليہ فرمائن ٿا تہ جڏهن اسان سفيان ثوري رحمتہ اللہ عليہ جي خدمت ۾ ويهندا هئاسون تہ انهن کي خوف ۽ گهٻراهٽ جي حالت ۾ ڏسي اسان کي ائين لڳندو هو ڄڻ باهہ اسان کي گهيري ورتو آهي، جڏهن آخرت جو ذڪر ٿيندو هو تہ سفيان ثوري رحمتہ اللہ عليہ کي رت جو پيشاب اچڻ لڳندو هو. (الاحياءَ 169)

**مسئلو 330: موت، قبر، قيامت ۽ پل صراط جو خوف.**

حضرت عطاءَ سليمي رحمتہ اللہ عليہ کان ڏکارو ۽ غمزده رهڻ جو سبب پڇيو ويو تہ فرمائڻ لڳا، ” تون برباد ٿين ( ڇا توکي معلوم نہ آهي تہ موت منهنجي گردن ۾ آهي، قبر منهنجو گهر آهي، قيامت جي ڏينهن مون کي اللہ جي عدالت ۾ بيهڻو آهي ۽ دوزخ جي پل ( صراط) تان مون کي لنگهڻو آهي ۽ مان نٿو ڄاڻان مون سان ڇا ٿيڻ وارو آهي.(صفوت الصفوه3/327)

**مسئلو 331: دوزخ ياد اچڻ تي حضرت ابو مسيره رحمته الله عليہ جي خواهش ”ڪاش . مون کي منهنجي ماءُ نہ ڄڻي ها.“**

حضرت ابوميسره رحمته الله عليہ جڏهن پنهنجي بستري تي ويندو هو تہ چوندو هو، ” ڪاش . مون کي ماءُ نہ ڄڻي ها، “ ۽ روئڻ لڳندا هئا، انهن کان پڇيو ويو، اي ابو ميسره ڇو ٿو روئين؟“ حضرت ابو ميسره رحمته الله عليہ فرمايو، ” اسان کي اها تہ خبر آهي تہ اسان کي دوزخ جي مٿان لنگهڻو آهي پر اها خبر نہ آهي تہ نجات (بہ) ٿيندي يا نہ؟“ (ابن ڪثير- 179/3 )

**مسئلو 332: دوزخ جي يادگيري سڄي عمر جي لاءِ کلڻ ختم ڪري ڇڏيو.**

حضرت حسن بصري رحمته الله عليہ چون تہ هڪڙي نيڪ ماڻهوءَ پنهنجي ڀاءُ کان پڇيو، ” ڇا توکي خبر آهي تہ توکي دوزخ جي مٿان لنگهڻو آهي؟ ان پڇيس ها“، ان وري پڇيس، توکي خبر آهي تہ تون اتان بچي نڪريدين؟ ڀاءُ جواب ڏنس

نہ " تڏهن ان نيڪ ماڻهوءَ پڇيس " پوءِ هيءَ ڪل ڪهڙي؟"

انهيءَ ڪري مرڻ گهڙيءَ تائين ان شخص جي چپن تي ڪل نہ آئي (آبن ڪثير -179/3)

مسئلو 333: حضرت بديل بن ميسره رحمتہ الله عليہ قيامت جي ڏينهن جي اج جي خوف کان ايترو تہ رنا جو رت جا ڳوڙها وهڻ لڳن.

حضرت بديل بن ميسيره رحمتہ الله عليہ ايتري قدر روئيندا هئا جو اکين مان پوڻ ۾ رت وهڻ لڳندو هئن، هميشہ آخرت جي خوف کان ڏکويل ۽ غمگين رهندا هئا ۽ چوندا هئا،

"مان قيامت جي ڏينهن اج جي سختيءَ کان روئان ٿو."

(صفتہ الصفوت - 265/3 )

مسئلو 334: حضرت محمد بن منڪدر رحمتہ لله عليہ جڏهن دوزخ جي خوف کان روئندا هئا تہ ڳوڙها پنهنجي چهري ۽ ڏاڙهي کي ملبندا هئا.

حضرت محمد بن منڪدر رحمتہ الله عليہ جڏهن (باهہ جي خوف کان) روئيند هئا تہ ڳوڙها پنهنجي منهن ۽ ڏاڙهي تي

مليندا هئا ۽ چوندا هئا تہ مون کي معلوم ٿيو آهي تہ الله جي ڊپ کان وهڻ وارا ڳوڙها جنهن جنهن جاءِ تي لڳندا ان کي باهہ نہ ساڙيندي. (الاحياءَ 4_172)

مسئلو 335: عطاءُ سليمي رحمتہ الله عليہ پنهنجي پاڙي واري جي تنور جي باهہ کي ڏسي بيهوش ٿي ويا.

حضرت علاءُ بن محمد رحمتہ الله عليہ، عطاءُ سليمي رحمت الله عليہ جي گهر آيا تہ ان کي بيهوشي جي حالت ۾ ڏٺاون. ان جي زال اُم جعفر کان پڇيائون، ”عطاءَ سليمي کي ڇا ٿيو آهي؟“ ان جي زال چيو، ”اسان جي پاڙي واري تنور کي ٻاريو، عطاءَ سليمي ان کي ڏسي بيهوش ٿي ويو.“ (صفتہ الصفوت (3_326)

مسئلو 336: حضرت حسن بصري رحمت الله عليہ جو باهہ جي ڊپ کان روئڻ.

حضرت حسن بصري رحمتہ الله عليہ کي روئندي ڏسي پڇيو ويو ”توهان ڇو ٿا روئو.“ هن جواب ڏنو، ”مون کي ڊپ آهي تہ ڪٿي قيامت جي ڏينهن الله تاليٰ مون کي باهہ ۾ نہ

اڇلائي ۽ اللّٰه کي تہ کنهن جي پرواھ نہ آهي.” (صفتہ الصفوت 3_332)

**مسئلو 337: حضرت يزيد بن هارون رحمت اللّٰه عليہ جون ٻئي اکيون روئڻ جي ڪري انڌيون ٿي ويون هيون.**

حضرت حسن بن عرفہ رحمتہ اللّٰه عليہ فرمائين ٿا تہ مون حضرت يزيد بن هارون رحمتہ اللّٰه عليہ کي ڏٺو تہ ماڻهن ۾ ان جون اکيون سڀ کان وڌيڪ سهڻيون هيون، ڪجھ وقت کان پوءَ ڏٺو تہ هن جي هڪ اک هئي، ( هڪ ختم ٿي وئي) پوءِ ڪجھ وقت کان پوءِ ڏٺو تہ ٻئي آکيون ختم ٿي ويون هيون، مون پڇيو، ” اي ابو خالدءِ تنهن جي سهڻين اکين کي ڇا ٿيو ؟”چوڻ لڳو ”سحر گاهي ۾ هليون ويون،”

**مسئلو 338: مرڻ کان اڳ ۾ ايمان کسجڻ جو خوف.**

حضرت عبدالرحمان بن مهدي رحمتہ اللّٰه عليہ چون ٿا تہ حضرت سفيان رحمتہ اللّٰه عليہ رات مون وٽ گذاري ، جڏهن وڌيڪ پريشان ٿيو تہ روئڻ لڳو، هڪ ماڻهوءَ پڇيس، ” اي ابو عبداللّٰه . ڇا گناهن جي ڪثرت جي ڪري روئين ٿو؟”

حضرت سفيان رحمتہ اللہ عليہ زمين تان ڪک کڻي فرمائڻ لڳا، ” اللہ جو قسم. گناهن جو معاملو منهنجي نزديڪ هن ڪک کان بہ وڌيڪ هلڪو آهي، مون کي ڊپ آهي تہ ڪٿي موت کان اڳ منهنجو ايمان نہ کسجي وڃي، (صفتہ الصفوت 150/3)

مسئلو 339: حضرت عمر بن عبدالعزيز رحمتہ اللہ سومهڻي (عشاءُ) جي نماز کان پوءِ اللہ جي خوف کان روئڻ لڳندا هئا ايستائين جو ننڊ اچي ويندي هين.

حضرت فاطمہ بنت عبدالملڪ بن مروان حضرت عمر بن عبدالعزيزرحمتہ اللہ عليہ جي زال هئي، فرمائي ٿي ماڻهن ۾ حضرت عمر رحمتہ اللہ عليہ کان نماز ۽ روزو رکڻ وارا تہ گهڻا هئا، ليڪن پنهنجي رب جي خوف کان روئڻ وارو مون حضرت عمر رحمتہ اللہ عليہ کان وڌيڪ ڪنهن کي نہ ڏٺو، جڏهن، سومهڻي جي نماز کان فارغ ٿيندا هئا تہ ( اللہ جي اڳيان) هٿ ڊگها ڪري مسلسل روئندا رهندا هئا ايستائين جو ننڊ غالب اچي ويندي هين، جاڳايا ويندا هئا تہ وري هٿ

مٿي ڪري روئڻ شروع ڪندا هئا،ايستائين جو ننڍ اچي ويندي هين. (تذڪر الحفاظ 120/1)

## سوچڻ جي ڳالھ ( دعوت فڪر)

مسئلو 340: باھ ۾ سڙڻ وارو ماڻهو بهتر آهي يا باھ کان محفوظ رهڻ وارو؟

ڀلا اهو ماڻهو سٺو آهي جيڪو باھ ۾ وڌو ويندو يا اهو سٺو آهي جيڪو قيامت جي ڏينهن امن جي حالت ۾ حاضر ٿئي؟ هاڻي جهڙو عمل چاهيو ڪريو. بيشڪ جو ڪجھ توهان ڪندؤ الله انهيءَ کي ڏسي رهيو آهي. (سورت حم السجده آيت نمبر 40)

مسئلو 341:دوزخ جي باھ کي ڏسي پنهنجي موت ۽ بربادي کي پڪارڻ وارو سٺو آهي يا اهو شخص سٺو آهي جيڪو اهڙي جاءِ تي قيام ڪري جتي ان جي هر خواهش پوري ڪئي وڃي؟

جيڪو شخص قيامت جو انڪار ڪري ان جي لاءِ اسان ڀڙڪندڙ باھ تيار ڪري رکي آهي، اها باھ جڏهن پري کان

انهن انڪار ڪرڻ وارن کي ڏسندي ته هي (انڪار ڪرڻ وارا) دوزخ جي قهر ۽ ڪاوڙ جا آواز ٻڌي وٺندا ۽ جڏهن جي (زنجيرن سان)ٻڌي سوڙهيءَ جاءِ ۾ (زور سان) پريا ويندا ته پنهنجي موت کي سڏڻ لڳندا ( ان وقت انهن کي چيو ويندو) اج هڪڙي موت کي نه، گهڻن موتن کي سڏيو ، انهن کان پڇو اها پڇاڙي سٺي آهي يا اها دائمي جنت جنهن جو واعدو متقي ماڻهن سان ڪيو ويو آهي، جيڪا انهن جو بدلو ۽ انهن جي سفر جي آخري منزل هوندي، جنهن ۾ انهن جي هر خواهش پوري ڪئي ويندي (۽)جنهن ۾ اهي هميشه هميشه رهندا. هن واعدي جو پورو ڪرڻ تنهنجي رب جي ذمي واجب آهي (سورت الفرقان آيت نمبر 11-16)

مسئلو 342: <u>جنت جي نعمتن جي مهماني سٺي آهي يا ٿوهر جي وڻ جو کاڌو ۽ ٿهڪندڙ پاڻي جو پيئڻ سنو آهي؟</u>

بيشڪ ( جنت جو حصول) عظيم الشان ڪاميابي آهي ۽ اهڙي .ئي ڪاميابي جي حصول لاء عمل ڪرڻ وارن کي عمل ڪرڻ گهرجي. (پلا . )ٻڌايو هيءَ (جنت جي ) مهماني سٺي آهي يا ٿوهر جو وڻ؟ اسان انهيءَ وڻ کي ظالمن جي لاءَ

فتنو ناهيو آهي.اهو هڪڙو وڻ آهي جيڪو دوزخ جي تري ۾ ڦٽي ٿو ان جا گونچ اهڙا آهن جهڙا شيطانن جا مٿا.دوزخي ان کي کائيندا ۽ انهيءَ مان پنهنجو پيٽ ڀريندا. پوءِ ان تي پيئڻ جي لاءِ انهن کي ٽهڪندڙ پاڻي ملندو.(سورت الصافات، آيت 60-67)

مسئلو 343: دنيا ۾ ٺوڪون ڪرڻ وارا سٺا آهن يا آخرت ۾؟

ڏوهاري ماڻهو دنيا ۾ ايمان اٽڻ وارن تي ٺوڪون ڪندا هئا، جڏهن انهن وٽان لنگهندا هئا ته اکين سان انهن ڏي اشارا ڪندا هئا، جڏهن پنهنجن گهر وارن ڏانهن موٽندا هئا ته خوش ٿي موٽندا هئا ۽ جڏهن انهن کي ڏسندا هئا ته چوندا هئا ته رستي کان ڀٽڪيل ماڻهو آهن، حالانڪ اهي انهن تي نگران ڪري ڪونہ موڪليا ويا هئا، اڄ ايمان وارا ڪافرن تي کلي رهيا آهن، پلنگن تي ويٺا آهن ۽ انهن جو حال ڏسي رهيا آهن. ڇا ڪافر جيڪي ڪجھ ( دنيا ۾ ) ڪندا هئا ان

جو ثواب (بدلو) انهن کي مليو (نہ)( سورة المطفيضن آيت نمبر 29-36)

## باهہ جي عذاب کان پناهہ گهرڻ جون دعائون

مسئلو 344: جيڪو شخص ٽي دفعا دوزخ کان الله تعاليٰ جي پناهہ طلب ڪري ان جي لاءِ دوزخ سفارش ٿو ڪري.

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو، ” جيڪو شخص الله تعاليٰ کان ٽي دفعا جنت گهري (ان جي حق ۾ ) جنت چوندي آهي يا الله .هن کي جنت ۾ داخل ڪر ۽ جيڪو شخص ٽي دفعا باهہ کان پناهہ گهري (ان جي حق ۾ ) باهہ چوندي آهي يا الله، هن کي باهہ کان بچاءِ. (ابن ماجہ)

مسئلو 345:باهہ کان پناهہ گهرڻ جون ڪجهہ قرآني دعائون.

اي اسان جا رب .اسان کي دنيا ۾ ڀلائي عطا ڪر ۽ آخرت ۾ بہ ڀلائي سان نواز ۽ اسان کي باهہ جي عذاب کان بچاءِ،

( سورة البقر ، آيت نمبر 201)

اي اسان جا رب . اسان کان دوزخ جو عذاب ڦيري (ٽاري ٽاري) ڇڏ ڇو تہ ان جو عذاب (جسم سان) چنبڙڻ وارو آهي. بيشڪ دوزخ تمام برو ٺڪاڻو آهي ۽ تمام بري جڳهہ آهي.(سورة الفرقان، آيت نمبر 65-66)

اي اسان جا رب . تو هي (زمين ۽ آسمان بي مقصد نہ ٺاهيو آهي.تنهنجي ذات پاڪ آهي (انهيءَ ڳالهہ کان تہ تون ڪو بيڪار ڪم ڪرين يا حڪم ڏين)پوءِ اسان کي باهہ جي عذاب کان بچاءِ . اي اسان جا رب . جنهن کي تو باهہ ۾ وڌو، ان کي تو خوار، برباد / رسوا ڪيو ۽ ظالمن جي لاءِ تہ (ان ڏينهن) ڪو مددگار نہ آهي. اي اسان جا رب . اسان هڪ اعلان ڪرڻ واري کي اعلان ڪندي ٻڌو آهي تہ ( اي انسانو) پنهنجي رب تي ايمان آڻيو . پوءِ اسان ايمان آندو، اي اسان جا رب . اسان جا گناهہ /قصور بخش (۽ مدايون ميٽ). اسان کان اسان جون برايون /بديون پري ڪر ۽ اسان کي نيڪ ماڻهن سان گڏ موت (يعني اسان جو خاتمو

پلارن سان ڪر) نصيب ڪر .اي اسان جا رب . پنهنجي رسولن جي معرفت جيڪي ڪجهہ تو اسان سان واعدو ڪيو آهي، اهو اسان کي عطا ڪر ۽ قيامت جي ڏينهن اسان کي خوار نہ ڪجانءَ. بيشڪ تون وعده خلافي نہ ٿو ڪرين.(سورة آل عمران آيت نمبر 191-194)

مسئلو 346: دوزخ جي عذاب کان پناهہ گهرڻ جي لاءِ هيٺين دعا رسول الله صلي الله عليہ وسلم صحابہ ڪرام رضي الله عنهم کي قرآن جي سورة وانگر سيکاري.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم صحابہ رضي الله عنهم کي هيٺين دعا قرآن مجيد جي ڪنهن سورة وانگر سيکاريندا هئا. پاڻ صلي الله عليہ وسلم فرمائيندا هئا. ” اي الله . اسان دوزخ جي عذاب کان تنهنجي پناهہ گهرون ٿا ۽ قبر جي عذاب کان بہ تنهنجي پناهہ گهرون ٿا. ان کان علاوه مسيح دجال جي فتني کان ۽ زندگي ۽ موت جي فتني کان تنهنجي پناهہ طلب ڪريون ٿا.”(نسائي)

مسئلو 347: دوزخ جي گرميءَ کان پناهہ گهرڻ جي دعا

حضرت عائشہ رضي اللّٰہ عنها کان روايت آهي تہ رسول اللّٰہ صلي اللّٰہ عليہ وسلم هيءَ دعا گهرندا هئا " اي اللّٰہ . جبرائيل، ميڪائيل ۽ اسرافيل جا رب . مان باهہ جي گرمي ۽ قبر جي عذاب کان تنهنجي پناهہ گهران ٿو". (نسائي)

مسئلو 348:سمهڻ کان اڳ اللّٰہ جي عذاب کان تنهنجي پناهہ گهرڻ جون بہ دعائون.

حضرت حفصہ رضي اللّٰہ عنها کان روايت آهي تہ رسول اللّٰہ صلي اللّٰہ عليہ وسلم سمهڻ جو ارادو ڪندا هئا تہ سڄو هٿ ڳل جي هيٺيان رکي هي الفاظ پڙهندا هئا ، "اي اللّٰہ . جنهن ڏينهن تون پنهنجن ٻانهن کي اٿاريندين ان ڏينهن مون کي پنهنجي عذاب کان بچائجان." (ابودائود)

حضرت عبداللّٰہ بن عمر رضي اللّٰہ عنهما کان روايت آهي تہ رسول اڪرم صلي اللّٰہ عليہ وسلم جڏهن پنهنجي بستري تي ايندا هئا تہ فرمائندا هئا " ان اللّٰہ جو شڪر آهي جنهن مون کي هر مصيبت کان بچايو، مون کي رهڻ جي لاءِ جڳهہ ڏني، مون کي کارايائين پيارايائين ۽ ان ذات جو شڪر اهي جنهن مون تي احسان ڪيو تہ وڏو (احسان) ڪيو مون کي

عطا ڪيائين تہ گھڻو( عطا ) ڪيائين. هر حال ۾ ان جو شڪر ئي شڪر آهي، اي الله . هر شيءَ جا پاليندڙ ، هر شيءَ جا مالڪ، هر شيءَ جا معبود، مان باهہ کان تنهنجي پناهہ گھران ٿو۔ ” (ابودائود )

مسئلو 349:تهجد جي نماز ۾ الله جي عذاب کان پناهہ گھرڻ جي دعا .

حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون هڪڙي رات رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي بستري تان غائب ڏٺو ۽ ڳولڻ لڳيس. منهنجو هٿ پاڻ صلي عليہ وسلم جي پيرن جي ترِيءَ تي پيو جيڪي اڀي حالت ۾ هئا، ان وقت رسول الله صلي الله عليہ وسلم مسجد ۾ هئا (۽ سجدي جي حالت ۾ )هيءَ دعا گھري رهيا هئا، ” اي الله . مان تنهنجي رضا جي وسيلي سان تنهنجي ڪاوڙ کان پناهہ گھران ٿو .تنهنجي بخشش جي وسيلي سان تنهنجي عذاب کان پناهہ گھران ٿو ۽ مان (هر معاملي ۾ ) توکان ئي پناهہ گھران ٿو. مان تنهنجي حمد ۽ ثنا ڪرڻ جي طاقت نٿو رکان. تنهنجي

تعريف جي تعريف تہ اهڙي آهي جهڙي تو خود پنهنجي تعريف ڪئي.”

مسئلو 350: باھ جي عذاب کان بچڻ جي هينئين دعا ڪثرت سان گهرڻ گهرجي.

حضرت انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي گهڻو ڪري دعا هي هوندي هئي، ” اي الله . اسان کي دنيا ۾ بہ خير عطا ڪر ۽ آخرت ۾ بہ ۽ اسان کي باھ جي عذاب کان بچاءِ. (بخاري ۽ مسلم)

مسئلو 351: هڪ ئي وقت گهٽ ۾ گهٽ ٽي دفعا دوزخ کان الله تعاليٰ جي پناھ گهرڻ کپي.

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 344)

مسئلو 352: الله جي رحمت ۽ ان جي فضل کان سواءِ دوزخ جي عذاب کان ڪو بہ بچي نٿو سگهي.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم فرمايو، ”ڪو بہ شخص پنهنجي عملن جي ڪري جنت ۾ نہ ويندو.“ عرض ڪيو ويو، ” اي الله جا

رسول صلي الله عليہ وسلم . ڇا توهان پاڻ بہ؟ خود صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو، ” ها مان بہ . علاوه ان جي تہ منهنجو رب مون کي پنهنجي رحمت سان ڍڪي ڇڏي.” ( مسلم )

**مسئلو 353:موحد، متقي ۽ صالح ماڻهن جي شاهدي کنهن جي جنتي يا دوزخي هجڻ جي سڃاڻپ آهي.**

حضرت ابو بڪر بن ابوزهير ثقفي رضي الله عنہ پنهنجي پيءُ کان روايت ڪن ٿا رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم اسان کي طائف جي ويجهو هڪ جاءِ نباوه (يا بناوه) ۾ خطاب فرمايو ۽ ارشاد فرمايو، ” تمام جلد اهڙو زمانو اچڻ وارو آهي جو توهان جنتي ۽ دوزخيءَ کي سڃاڻي وٺندؤ.” صحابہ ڪرام رضي الله عنهم عرض ڪيو، اي الله جا رسول صلي الله عليہ وسلم . ڪيئن؟” پاڻ صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو، ”(ماڻهن جي) سٺي يا خراب تعريف جي ذريعي، توهان ماڻهو هڪ ٻئي جي لاءِ الله تعاليٰ جا شاهد آهيو.” ( ابن ماجہ )

حضرت عبداللّٰه بن عباس رضي عنهما کان روايت آهي تہ رسول اللّٰه صلي اللّٰه عليہ وسلم فرمايو، ”جنتي اهو آهي جنهن جا ڪن ماڻهن جي تعريف ٻڌندي ٻڌندي ڀرجي وڃن ۽ دوزخي اهو آهي جنهن جا ڪن ماڻهن کان پنهنجي برائي ٻڌندي ٻڌندي ڀرجي وڃن.“

مسئلو 354: سخت گرمي ۽ سخت گرمي ۽ سخت سردي جي موسم دوزخ جي ٻن ساهن سان پيدا ٿئي ٿي. گرم ساهہ دوزخ جي گرم حصي کان ۽ سرد ساهہ دوزخ جي سرد حصي زمهرير کان .

وضاحت: (تفصيل لاءِ ڏسو حديث مسئلو نمبر 49)

مسئلو 355: مومن جي لاءِ بخار دوزخ جو حصو آهي.

حضرت عائشہ رضي اللّٰه عنها کان روايت آهي تہ رسول اللّٰه صلي اللّٰه عليہ وسلم فرمايو، ” بخار هر مومن جو دوزخ جو حصو آهي،“ (بزار)

مسئلو 356: ڪن ڪلمہ گو مسلمانن جو سڄو جسم باهہ ساڙي ڇڏيندي.

حضرت جابر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو. ” موحدن مان(کن)ماڻهن کي باھ جو عذاب ڏنو ويندو.ايستائين جو اهي باھ ۾ (سڙي) ڪوئلو ٿي ويندا. پوءِ انهن کي الله جي رحمت جو فيض حاصل ٿيندو ۽ اهي دوزخ مان ڪڍيا ويندا (۽) جنت جي دورازن تي آڻي ويهاريا ويندا. جنت وارا انهن تي پاڻي وجهندا ۽ اهي (نئين طرح) ايئين اٿي ڪڙا ٿيندا جيئين ڪو سلو سيلاب (جي پاڻيءَ)سان (هڪدم ) ڦٽي نڪرندو آهي، پوءِاهي جنت ۾ داخل ڪيا ويندا."(ترمذي)

مسئلو 357: سمنڊ ئي دوزخ جي جاءِ آهي.

حضرت يعليٰ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو. ” بيشڪ سمنڊ ئي دوزخ جي جڳهہ آهي."(حاڪم)

وضاحت : قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ جو ارشاد مبارڪ آهي ” واذا البحار سجرت” ۽ جڏهن سمنڊ باھ سان ڀڙڪايا ويندا.(سورة تڪوير آيت 6)بي جڳهہ ارشاد رباني آهي. ”

........ ۽ جڏهن سمنڊ ڦاڙيا ويندا (جوش سان وهايا ويندا )(سورة انفطار آيت نمبر 3) ٻنهي آيتن مان معلوم ٿو ٿئي تہ قيامت جي ڏينهن سڀ سمنڊ هڪڙي هنڌ گڏ ڪيا ويندا ۽ پاڻي پنهنجااصلي جزن يعني ٻہ حصا هائڊروجن ۽ هڪ حصو آڪسيجن ۾ بدليو ويندو. جنهن جي ڪري باھ ڀڙڪي پوندي. ياد هجي تہ هائڊروجن خود باھ سان ڀڙڪڻ واري گيس آهي.جڏهن تہ آڪسيجن باھ ڀڙڪائڻ ۾ مدد ڏيندي آهي، جنت ۽ دوزخ هن وقت ٻئي موجود آهن. انهي ڪري رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي ارشاجو مطلب اهو ٿي سگهي ٿو تہ دوزخ کي ڀڙڪندڙ سمنڊ جي مٿان رکيو ويندو تہ جيئن دوزخ جي باھ اجان بہ وڌيڪ ڀڙڪي ۽ پوءِ اهائي سمنڊ واري جاءِ دوزخ جي مستقل جڳھ ٿي ويندي.

والله اعلم بالصواب.

## هيءَ آهي اها باھ جنهن کي توهان ڪوڙو پائيندا هئو

اي سڄي دنيا جا انسانو!

منهنجي ڳالھ ٿوڙي غور سان ٻڌو،

هيءَ چوڏنهن سئو سال اڳ جي ڳالهہ آهي:

غيب جون خبرون آڻڻ ۽ ٻڌائڻ وارن مان هڪ، جيڪو پنهنجي شهر جي ماڻهن ۾ صادق ۽ امين جي لقب سان مشهور هو، هيءَ خبر ڪٺي آيو تہ!

”مون باهہ ڏٺي آهي ۽ دوزخ جي باهہ، دڪندڙ ۽ ڀڙڪندڙ!

شعلا ڪيندڙ ۽ جسم ۽ جان سان چنبڙندڙ باهہ!

دنيا جي باهہ کان اٺهتر (69) درجا وڌيڪ گرم!

۽ ان ۾ داخل ٿيڻ وارن جي لاءِ

باهہ جا لباس آهن، باهہ جا بسترا آهن، باهہ جا چپرا آهن، باهہ جون چٺيون آهن، باهہ جون وزني بيڙيون ۽ باهہ جون وزني زنجيرون آهن، باهہ ۾ تپايل ۽ گرم ڪيل لوهہ جا ڪروڙين ٽن وزني هٿوڙا ۽ گرز آهن، باهہ ۾ تپايل تختيون آهن.

باهہ ۾ پيدا ٿيڻ وارا اٺن جيڏا زهريلا نانگ،

باهہ ۾ پيدا ٿيڻ وارا خچر جيڏا زهريلا وڇون،

باهہ ۾ پيدا ٿيندڙ زهريلو ڪنڊن وارو ٿوهر جو وڻ کائڻ لاءِ،

۽ ٿهڪندڙ پاڻي، بدبودار زهريلو گند، رت ۽ پُونءَ پيئڻ جي لاءِ.

اي انسانو! غيب جون خبرون آڻڻ وارو ۽ پنهنجي اکين سان باهہ کي ڏسڻ وارو هر هر پڪاري رهيو آهي، ٿورو ڪن لائي ٻڌو!

انسانو! مون توهان کي باهہ کان ڊيڄاريو آهي، انسانو، مون توهان کي باهہ کان ڊيڄاريو آهي (دارمي) انسانو!

باهہ کان بچو چاهي ڪتل جو هڪڙو ٽڪرو ئي ڏئي،

اي عقل وارا ۽ ڏسڻ وارا انسانو!

اي هوش ۽ سمجهہ رکڻ وارو!

هڪ هڪ، ٻہ ٻہ ۽ ٽي ٽي گڏجي ويهو ۽ سوچو.....!

تہ خبر آڻڻ واري جي خبر سچي آهي يا ڪوڙي،

جيڪڏهن ڪوڙي آهي تہ ان جو وبال خبر آڻڻ واري تي هوندو ۽ توهان جو ڪوبہ نقصان نہ ٿيندو،

پر........!

جيڪڏهن خبر سچي نڪتي تہ پو“......؟

اي باهہ کي ڪوڙو سمجهڻ وارو!

اي باهہ تي ٺوڪ ۽ مذاق ڪرڻ وارو!

اي باهہ جي باري ۾ شڪ ۾ پوڻ وارو!

اي باهہ تي ايمان رکڻ جي باوجود غفلت ۾ رهڻ وارو!

جڏهن اها باهہ سامهون ڀڙڪي رهي هوندي ۽ خبر آڻڻ وارو
چئي رهيو هوندو

”ڏسو اها آهي اها باهہ جنهن کي توهان ڪوڙو چوندا هئو“
(سورة طور. آيت نمبر 140)

تہ پوءِ........!

ان جو توهان وٽ ڪهڙو جواب هوندو؟

ڪيڏانهن ڀڄي ويندو؟

ڪٿي پناهہ حاصل ڪندو؟

ڪهڙي ”مشڪل ڪشا“ کي سڏيندو؟

ڪهڙي حاجتن پوريون ڪرڻ واري کي وٺي ايندو؟ يا ڇا هن
ڀڙڪندڙ ۽ شعلا ڪيندڙ باهہ ۾ سڙڻ پچڻ قبول ڪندو؟

”ان ڏينهن تباهي هوندي ڪوڙو چوڻ وارن جي لاءِ“. (سورة
المرسلاة. آيت نمبر 15)

دوزخ.... تمام بري قيام گاهہ، تمام برو مسڪن ۽ تمام
برو ٺڪاڻو آهي جنهن کي الله تبارڪ و تعاليٰ ڪافرن،
مشرڪن، فاسقن ۽ فاجرن جي لاءِ تيار ڪري ڇڏيو آهي.

الله تبارڪ و تعاليٰ قرآن مجيدِ ۾ بهشت ۽ دوزخ، ٻنهيءَ جو
بيان بار بار ۽ وڌي تفصيل سان ڪيو آهي ۽ انهن ٻنهيءَ
مان باهہ ۽ دوزخ جو بيان ڪجهہ وڌيڪ پيرا ڪيو ويو آهي.
شايد ان جو سبب اهو هجي تہ انسانن جي گهڻائي ترغيب
(لالچ) کان وڌيڪ ترهيب (ڊپ) جو اثر قبول ڪندي آهي.
والله اعلم بالصواب.

قرآن مجيد ۾ دوزخ جي باري ۾ ذڪل ڪجهہ تفصيلات هي
آهن:

1. دوزخ کي ڏسڻ سان ئي ڪافرن جا منهن ڪارا ٿي ويندا
(سورة يونس، آيت نمبر 276).

2. دوزخي عذاب کان تنگ اچي موت طلب ڪندا پر انهن
کي موت نہ ايندو. (سورة فرقان، آيت نمبر 13).

3. دوزخ جي باھ دوزخين جي منهن جو گوشت ساڙي ڇڏيندي ۽ انهن جون ڄاڙيون ٻاهر نڪري ايندريون (سورة مومنون، آيت نمبر 1-4).

4. دوزخ جي باھ نہ جيئرو ڇڏيندي ۽ نہ مرڻ ڏيندي (سورة اعلي، آيت نمبر 13).

5. دوزخ جي باھ ماڻهن کي چڪناچور ڪري ڇڏيندي (سورة الهمزة، آيت نمبر 4).

6. دوزخ ۾ ڪافرن کي بند ڪري مٿان دروازا بند ڪيا ويندا. (سورة الهمزة، آيت نمبر 8-9).

7. دوزخ ۾ ڪافر (نانگ وانگر) ڦوڪون پيا هڻندا (۽ ايترو تہ گوڙ هوندو جو) ڪنن ۾ آواز ٻڌڻ ۾ نہ ايندو (سورة انبياءَ، آيت نمبر 100).

8. دوزخين کي ٿوهر جو زهريلن ڪنڊن وارو بدبوءَ دار وڻ کائڻ لاءِ ڏنو ويندو (سورة دخان، آيت نمبر 43).

9. دوزخين کي زخمن کان وهڻ وارو رت ۽ پونء ۽ ٿهڪندڙ پاڻي پيئڻ لاءِ ڏنو ويندو (سورة ابراهيم، آيت نمبر16-17).

10. دوزخ وارن کي باھ جو لباس پارايو ويندو (سورة حج، آيت نمبر 20).

11. دوزخ وارن جا هٿ ۽ پير زنجيرن سان ٻڌا ويندا ۽ باھ جا شعلا انهن جي چهرن تي وسايا ويندا (سورة ابراهيم، آيت نمبر 49 - 50).

12. دوزخ وارن جي لاءِ باھ جو (لباس) پائڻ لاءِ ۽ باھ (جو بسترو) وڇائڻ لاءِ هوندو (سورة اعراف، آيت نمبر 41).

13. دوزخ وارن جي لاءِ باھ جون ڇتيون ۽ باھ جو فرش هوندو (سورة الزمر، آيت نمبر 16).

14. دوزخ وارن جي لاءِ باھ جون قناتون هونديون (سورة الكهف، آيت نمبر 29).

15. دوزخ وارن جي ڳچين ۾ (باهه جا) وزني طوق وڌا ويندا (سورة الحاقه، آيت نمبر 30).

16. دوزخ وارن جي پيرن ۾ وزني بيڙيون وڌيون وينديون (سورة المزمل، آيت نمبر 16).

17. دوزخ وارن کي سخت زهريلي هوا ۽ سخت زهريلي دونهين جو عذاب به ڏنو ويندو. (سورة واقعة، آيت نمبر 41-44).

18. دوزخ ۾ دوزخين کي منهن ڀر گهليو ويندو (سورة القمر، آيت نمبر 48).

19. دوزخ وارن کي باهه جي پهاڙ "صعود" تي چڙهڻ جو عذاب به ڏنو ويندو. (سورة مدثر، آيت نمبر 17).

20. دوزخ وارن کي لوهه جي گرزن ۽ هٿوڙن سان ماريو ويندو (سورة حج، آيت نمبر 19).

ياد هجي ته مٿي ذڪر ڪيل آيتن جي حوالي سان قرآني آيتن جو ترجمو نه پر مفهوم بيان ڪيو ويو آهي.

قرآني آيتن کان پوءِ هاڻي حديث شريف ۾ ڏنل ڪجهه تفصيل پڙهندا:

1. دوزخ ۾ ڪيرايل پٿر ستر سال کان پوءِ دوزخ جي تري ۾ پهچي ٿو. (مسلم).

2. دوزخ جي احاطي جي ٻن ديوارن جي وچ جو فاصلو چاليهہ سال جي مسافري جي برابر آهي (ابو يعلي).

3. دوزخ کي حشر جي ميدان ۾ آڻڻ لاءِ چار ارب نوي ڪروڙ فرشتا مقرر ٿيندا (مسلم).

4. دوزخ جو سڀ کان هلڪو عذاب باهہ جا ٻہ جوتا پائڻ هوندو جنهن کان دوزخي جو دماغ ٽهڪڻ لڳندو (مسلم).

5. دوزخي جي هڪڙي هوڙ (ڏاڙ) احد جبل کان بہ وڏي هوندي (مسلم).

6. دوزخي جي ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ تيز گهوڙي سوار جي ٽن ڏينهن جي مسافري جو فاصلو هوندو (مسلم).

7. دوزخي جي جسم جي کل ٻائيتاليهہ هٿ (يعني 36 فوٽ) ٿلهي هوندي (ترمذي).

8. دنيا ۾ تڪبر ڪرڻ وارن کي ڪولين (ماڪوڙين) جي برابر جسم ڏنو ويندو (ترمذي).

9. دوزخي ايتري قدر تہ ڳوڙها وهائيندا جو ان ۾ ٻيڙيون هلا ئي سگهبيون (مستدرڪ حاڪم).

10. دوزخين ڪي ڏيڻ واري ڪاڏي (ٿوهر) جو هڪڙو ذرو دنيا۾ ڪيرايو وڃي تہ سڄي دنيا۾ جاندارن جي معيشت جا اسباب برباد ٿي وڃن. (احمد، نسائي، ترمذي، ابن ماجہ).

11. دوزخين ڪي پيارڻ واري پاڻيءَ جو هڪڙو ڏول دنيا ۾ وڌو وڃي تہ سڄي دنيا جي مخلوق ڪي بدبوءِ۾ مبتلا ڪري ڇڏي. (ابويعلي).

12. دوزخين جي مٿي تي ايتريقدر ٿهڪندڙ پاڻي وڌو ويندو جو اهو مٿي۾ سوراخ ڪري پيٽ۾ پهچندو ۽ پيٽ ۾ جيڪي ڪجهہ هوندو ان ڪي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندو ۽ اهو سڀ ڪجهہ (پنيءَ ڪان نڪري) پيرن ۾ اچي ڪرندو. (احمد).

13. ڪافر ڪي دوزخ ۾ اهڙي طرح بند ڪيو ويندو جهڙي طرح نيزي جي ڇهنب هٿئي۾ زور سان ٺوڪي ويندي آهي .(شرح السنہ).

14. دوزخ جي باهہ انتهائي ڪاري رنگ جي آهي (جنهن ۾ هٿ هٿ ڪي نہ ڏسي سگهندو. (مالڪ).

15. دوزخين کي باهہ جي پهاڙ ”صعود“ تي چڙهڻ ۾ ستر سال لڳندا. لهندا تہ وري انهن کي چڙهڻ جو ڪم ڏنو ويندو. (ابويعلي)

16. دوزخين کي هٽڻ جي لاءِ لوهہ جا گرز ايترا تہ وزني هوندا جو انسان ۽ جن گڏجي ان کي کڻڻ چاهيندا تہ کڻي نہ سگهندا (ابويعلي)

17. دوزخ جا نانگ قد ۾ اٺ جي برابر هوندا ۽ انهن جو هڪ دفعو ڏنگيل ڪافر چاليهن سالن تائين ان جي زهر جو اثر (ساڙو) محسوس ڪندو رهندو. (احمد)

18. دوزخ جا وڇون قد ۾ خچر جيترا هوندا. انهن جي ڏنگ جواثر ڪافر چاليهن سالن تائين محسوس ڪندو رهندو. (احمد)

19. دوزخين کي دوزخ ۾ منهن ڀر هلايو ويندو. (مسلم)

20. دوزخ جي دروازي تي عذاب ڏيڻ لاءِ چار لک ملائڪ موجود هوندا جن جا منهن هيبتناڪ ۽ ڪارا هوندا. انهن جا ڏند ٻاهر نڪتل هوندا. سخت بي رحم هوندا ۽ انهن جا

جسم ايڏا تہ ويڪرا (وڏا) هوندا جو انهن جي ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ پڪي جي ٻن مهينن جي مسافري جو فاصلو هوندو. (ابن ڪثير)

اهو آهي اهو هولناڪ ۽ المناڪ آخرت جو عقوبت خانو جنهن جو قرآن مجيد ۽ حديث شريف۾ دوزخ جي نالي سان بار بار ذڪر ڪيو ويو آهي. الله تعاليٰ اسان سيني مسلمانن کي پنهنجي فضل، ڪرم ۽ احسان عظيم جي صدقي ان کان محفوظ ۽ مامون فرمائي، بيشڪ هو وڏو بخشڻهار ۽ رحم ڪرڻ وارو آهي ۽ جيڪو چاهي اهو ڪرڻ تي قادر آهي.

## دوزخ جي باهہ

دوزخ ۾ سڀ کان وڏو عذاب باهہ جو ئي هوندو جنهن جي باري ۾ رسول الله ﷺ ارشاد فرمايو تہ اهو دنيا جي باهہ کان اٺهتر (69) درجا وڌيڪ گرم آهي (مسلم).

قرآن مجيد۾ هن باهہ کي ڪٿي ....... (تمام وڏي باهہ) سورة اللاعليٰ، آيت نمبر 12) چيو ويو آهي، ڪٿي ..... (الله جي باهہ! چڱيءَ طرح ڀڙڪايل، (سورة الهمزت، آيت

نمبر 5) ڇيو ويو آهي، ڪتي ..... (باھ جي لپيٽ) سورة الليل ، آيت نمبر 14) ڇيو ويو آهي ۽ ڪتي ..... (ڀڙڪندڙ باھ) (سورة الغاشيت، آيت نمبر 4) ڇيو ويو آهي.

رسول الله ﷺ ڪي خواب ۾ هڪ بيحد بد صورت ۽ مڪروه شڪل جو ماڻهو ڏيکاريو ويو جيڪو لڳاتار باھ ٻاري رهيو هو ۽ ان جي چوڌاري ڊوڙي، ڊوڙي ان کي ڀڙڪائي رهيو هو.

رسول الله ﷺ (حضرت جبريل عليہ السلام کان پڇيو، "هي ڪير آهي؟۽ حضرت جبريل عليہ السلام ٻڌايو تہ "انہ مالڪ خازن جهنم) هن جو نالو مالڪ آهي ۽ هي دوزخ جو داروغو آهيۓ (بخاري). ڇڻ تہ دوزخ جو داروغو اڄ بہ دوزخ جي باھ ڀڙڪائي رهيو آهي ۽ قيامت تائين مسلسل ڀڙڪائيندو رهندو. دوزخين جي دوزخ ۾ وڃڻ کان پوءِ بہ دوزخ جي باھ کي ڀڙڪائڻ جو هي عمل مسلسل جاري رهندو. الله تعاليٰ جو ارشاد آهي ...... (دوزخ جي باھ جيئن جيئن

هلڪي ٿيڻ لڳندي اسان ان کي وڌيڪ ڀڙڪائيندا سين) (سورة بني اسرائيل، آيت نمبر 97).

دوزخ جي باهه ڪيتري گرم هوندي ان جو صحيح صحيح اندازو لڳائڻ ته مشڪل آهي ليڪن رسول الله ﷺ جي ارشاد مبارڪ جي روشني جيڪڏهن انسان کي رڳو ساڙڻ ئي مطلوب هجي ها ته ان جي لاءِ دنيا جي باهه ئي ڪافي آهي، جنهن ۾ انسان چند لمحن ۾ ئي سڙي ختم ٿي وڃي ليڪن دوزخ جي باهه ته ڪافرن ۽ مشرڪن کي مستقل عذاب ڏيڻ لاءِ ڀڙڪائي وئي آهي. انهيءَ ڪري دنيا جي باهه کان ڪيترائي درجا وڌيڪ گرم هجڻ جي باوجود، هيءَ باهه دوزخين کي بلڪل

ختم نہ ڪري ڇڏيندي بلڪ انهن کي مسلسل عذاب ۽ تڪليف ۾ مبتلا رکندي. الله تعاليٰ جو ارشاد آهي ..... (نہ ساھ ڪيندي ۽ نہ جان ڇڏيندي) (سورة مدثر. آيت 28) ٻي جاءِ تي ارشاد آهي ..... (هن باھ ۾ ڪافر نہ مرندو نہ زنده رهندو) (سورة طہ. آيت نمبر 74).

(69) ۾ تہ دوزخ جي باھ دنيا جي باھ کان اٺهتر درجا وڌيڪ گرم آهي. عام اندازو هيئن لڳائي سگهجي ٿو تہ دنيا جي باھ جو گهٽ ۾ گهٽ گرمي جو درجو جيڪڏهن 2000 ڊگري سينٽري گريڊ شمار ڪيو وڃي(1) تہ دوزخ جي باھ جو گرمي جو درجو هڪ لک انٽيهہ هزار ڊگريون سينٽي گريڊ هوندو.

1. ياد هجي تہ باھہ جي گرمي جي درجي جو دارومدار ان جي ٻارڻ تي هوندو آهي جيڪو ان کي ٻارڻ لاءِ استعمال ڪبو آهي. ڪن صورتن ۾ هي گرمي جو درجو 2000 سينٽي گريڊ کان بہ تمام وڌيڪ هوندو آهي. شايد انهيءَ ڪري الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ دوزخ جي ٻارڻ جو ذڪر بہ ڪيو آهي تہ ان جو ٻارڻ انسان ۽ پٿر هوندا (سورة بقره، آيت نمبر 24) ممڪن آهي تہ انسان کي ٻارڻ انهيءَ ڪري چيو ويو هجي تہ اهو بہ باھہ ۾ سڙي ختم نہ ٿيندو بلڪ پٿرن وانگر انهن جو وجود بہ باقي رهندو. والله اعلم بالصواب.

هن سخت گرم باھہ مان دوزخين جو لباس ٺاهيو ويندو. انهيءَ باھہ مان انهن جا بسترا ٺاهيا

ويندا. انهيءَ باهہ مان انهن جي لاءِ چِٽيون ۽ قناتون تيار ڪيون ونديون ۽ انهيءَ باهہ مان ئي انهن جي لاءِ فرش ٺاهيو ويندو. عذاب اليم جي اهڙي بدترين جاءِ تي ان انسان جي زندگي ڪهڙي هوندي جيڪو پنهنجي ترِيءَ تي ننڍڙي لف بہ برداشت ڪرڻ جي طاقت نٿو رکي؟

انسان جي قوت برداشت جو تہ اهو حال آهي جو جون جولاءِ جي موسم ۾ ٻنپهرن جو ٻارهين بجي جي گرمي ۽ جهولو برداشت ڪرڻ ڪنهن جي وس جي ڳالهہ نہ آهي. ڪمزور، بيمار ۽ پيرسن ماڻهن جو موت واقع ٿيڻ لڳي ٿو. جڏهن تہ نبي اڪرم ﷺ جي ارشاد مطابق دنيا جي هيءَ شديد گرمي

رڳو دوزخ جي ساهہ کڻڻ (يا ٻاڦ) جي ڪري آهي. هاڻي جيڪو انسان دوزخ جي ٻاڦ برداشت نٿو ڪري سگهي اهو دوزخ جي باهہ ڪيئن برداشت ڪندو؟

دوزخ جي انهيءَ باهہ کي ڏسي قيامت جي ڏينهن سڀ انبياءَ سڳورا ايترا تہ خوفزده هوندا جو رب سلم، رب سلم (اي منهنجا رب مون کي بچاءِ.

اي منهنجا رب مون کي بچاءِ) چئي الله تعاليٰ کان پنهنجي جان جي امان طلب ڪندا.

اُم المومنين حضرت عائشہ رضي الله عنها انهيءَ باهہ کي ياد ڪري دنيا ۾ روئندي هئي. عشره مبشره مان هڪ شخص يعني حضرت عمر رضي الله عنہ قرآن مجيد جي تلاوت ڪندي جڏهن باهہ

جي عذاب جي آيت تي پهتو تہ بيهوش ٿي ويو.
حضرت معاذ بن جبل رضي اللّٰه عنہ، حضرت
عبداللّٰه بن رواحہ رضي اللّٰه عنہ ۽ حضرت عباده بن
صامت رضي اللّٰه عنہ جهڙا جليل قدر صحابي
دوزخ جي باهہ کي ياد ڪري ايترو تہ روئندا هئا
جو انهن کي هڏڪي اچي ويندي هئي.
حضرت عبداللّٰه بن مسعود رضي اللّٰه عنہ جو لوهار
جي دوڪان کان گذر ٿيو، باهہ جي ڀڙڪندڙ بڻي
ڏٺائون تہ دوزخ جي باهہ کي ياد ڪري روئڻ لڳا.
حضرت عطا سليمي رحمتہ اللّٰه عليہ جي پاڙي
واري ماني پچائڻ لاءِ تنور ٻاريو، حضرت عطا
سليمي رحمتہ اللّٰه عليہ ڏٺو تہ بيهوش ٿي ويا.

حضرت سفيان ثوري رحمت الله عليہ جي اڳيان جڏهن بہ دوزخ جو ذڪر ٿيندو هو تہ انهن کي رت جو پيشاب اچڻ لڳندو هو.

حضرت ربيع رحمتہ الله عليہ سڄي سڄي رات بستري تي پاسا ورائيندو رهندو هو. ڌيءَ پڇيس تہ، "بابا! سڄي دنيا آرام سان سمهي ٿي، توهان ڇو جاڳندا رهندا آهيو؟" فرمائڻ لڳا، "ڌيءَ! دوزخ جي باهہ تنهنجي پيءُ کي سمهڻ نہ ٿي ڏئي."

الله تعاليٰ سچ فرمايو آهي.......... بيشڪ تنهنجي رب جو عذاب آهي ئي ڊڄڻ جي لائق (سورة بني اسرائيل، آيت نمبر 57). الله تعاليٰ سيني مسلمانن کي پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان دوزخ جي باهہ کان پناهہ ڏئي آمين!

جھڙي طرح جيل جي اصل سجاڳپ تہ قيد ۽ بند ھوندي آھي ليڪن ڏوھارين جي ڏوھن جي مطابق جيل ۾ انھن کي ڪي ٻيون سزائون بہ ڏنيون وينديون آھن. اھڙي طرح دوزخ جي اصل سجاڳپ تہ باھہ ئي آھي، ليڪن ڪافرن ۽ مشرڪن جي گناھن جي مطابق انھن کي ڪيترائي ٻيا عذاب بہ ڏنا ويندا. انھن سڀني عذابن جو تفصيل توھان کي ايندڙ بابن ۾ ملندو. انھن مان ڪجھہ عذابن جو ذڪر ھيٺ پڻ ڪيو پيو وڃي.

## دوزخ جا ٻيا عذاب

1. زھريلي بدبودار خوراڪ ۽ ٿھڪندڙ پاڻي جو عذاب:

انسان ڪيتري قدر نازڪ مزاج ھوندو آھي، انھي جو اندازو ھر ڪو انسان پنھنجي ذات مان ئي لڳائي سگھي ٿو. جيڪا شيء ٻڙيل سڙيل ھجي يا پاروٿي ھجي يا انسان جي مزاج جي مطابق نہ ھجي، ان کي

انسان ڇهڻ به پسند نٿو ڪري. ڪي ماڻهو ڪاڏي ۾ لوڻ مرچ جي ٿورڙي گهاٽي واڌي به پسند نه ڪندا آهن. وات جي ذائقي کان سواءِ کائڻ پيئڻ جي شيئن جو سڌو سنئون تعلق انسان جي صحت سان تمام گهرو هوندو آهي. انهيءَ لاءِ ترقي يافته ملڪن ۾ پيئڻ جي شين جي باري ۾ تمام گهڻو احتياط ڪيو ويندو آهي. وات جي ذائقي لاءِ حضرت انسان ڪهڙا ڪهڙا عجيب ۽ غريب کاڌا ۽ پيئڻ جون شيون تيار ڪيون آهن. ان ۾ ڪوبه مبالغو نه آهي ته انهن سيني جي قسمن جو شمار ڪرڻ به ممڪن نه آهي. دنيا ۾ ايتريقدر وات جي ذائقي کان خوشي محسوس ڪرڻ وارو انسان جڏهن ايندڙ دنيا ۾ پنهنجي عملن جو امتحان ڏيڻ لاءِ اٿندو ته سڀ کان پهريائين ان کي

جنهن شيءِ سان واسطو پوندو اها اُج جي سختي هوندي. حضرت محمد ﷺ پنهنجي حوض مبارڪ تي (بهشت ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ ۾ حشر جي ميدان ۾) جلوه فرما ٿيندا. جتي پنهنجي هٿن مبارڪن سان ايمان وارن جي اج ختم ڪندا. ڪافر ۽ مشرڪ بہ پنهنجي اج لاهڻ لاءِ حوض ڏانهن ايندا ليڪن الله جو رسول الله ﷺ انهن کي پري هٽائي ڇڏيندو (ابن ماجہ). اهل بدعت(بدعت وارا) بہ پاڻي پيئڻ جي لاءِ حوض ڏانهن اچڻ جي ڪوشش ڪندا ليڪن انهن کي بہ پري هٽايو ويندو (بخاري). ڪافر، مشرڪ ۽ بدعتي ماڻهو حشر جو طويل عرصو اج جي سختي ۾ گذاريندا ۽ پوءِ انهيءَ ئي حالت ۾ دوزخ ۾ داخل ڪيا ويندا (سورة مريم، آيت نمبر 86). دوزخ ۾ وڃڻ کان

پوءِ جڏهن هي ماڻهو ڪاڏو گهرندا ته انهن کي ٿوهر جو وڻ ۽ ڪنڊن وارو گاهه ڏنو ويندو. دوزخي مجبورن هڪڙو هڪڙو گرهه پنهنجي نڙي کان لاهيندا، جنهن کان انهن جي بک ته نه ختم ٿيندي پر انهن جي عذاب ۾ اجا به وڌيڪ اضافو ٿيندو. ياد هجي ته ٿوهر جو وڻ ۽ ڪنڊن وارو گاهه دوزخ ۾ ئي پيدا ٿيندو. جنهن جو مطلب آهي ته بئي ڪاڏا گهٽ ۾ گهٽ ايترا ته گرم ضرور هوندا جيتري دوزخ جي باهه هوندي. ٻين لفظن ۾ هي ڪاڏا باهه جا ٽانڊا هوندا جن کي دوزخ وارا پنهنجي بک لاهڻ لاءِ ڳهندا. دوزخ جو ڪاڏو اصل ۾ دوزخ جي عذاب اليم جي ئي هڪ بدترين شڪل هوندي. الله پناهه ڏئي!

کائڻ کان پوءِ دوزخ وارا پاڻي گهرندا ته دوزخ جا داروغا انهن کي دوزخ جي عقوبت خاني مان ڪڍي

دوزخ جي چشمن تي وني ويندا. جتي ٿهڪندڙ سخت گرم پاڻيءَ سان انهن جي تواضع ڪئي ويندي. اهو پاڻي ڪهڙو هوندو جيڪو دوزخ جي ڀڙڪندڙ باهه ۾ به ٻاڦ ٿيڻ جي بدران پتري حالت ۾ برقرار هوندو؟ ممڪن آهي ته ڪا سخت ڌات يا سخت پٿر هجي جيڪو دوزخ جي باهه ۾ پگهرجي پاڻي جي حالت ۾ تبديل ٿي ويو هجي ۽ اهوئي دوزخ وارن جو مشروب هجي (والله اعلم بالصواب). دوزخي ان کي پيئڻ جي ڪوشش ڪندو ته پهرئين ئي ڍڪ سان ان جي منهن جو سمورو گوشت وغيره ڳري سڙي هيٺ ڪري پوندو (مستدرڪ حاڪم) ۽ جيڪو حصو پيٽ ۾ ويندس ان سان ان جا آندا ٽڪرا ٽڪرا ٿي پٺي جي رستي پيرن ۾ اچي ڪرندس (ترمذي). درحقيقت پيئڻ به حقيقت ۾ عذاب اليم جي ئي هڪڙي شڪل هوندي. هن تواضع

ڪان پوءِ داروغا وري ان کي ان جي عقوبت خاني ۾ پهچائي ڇڏيندا.

دوزخ جي خوراڪ ۽ پيئڻ جي شين کان تنگ ٿي دوزخ وارا جنت وارن کي درخواست ڪندا تہ ڪجهہ پاڻي يا ڪا ٻي شيءِ اسان کي بہ کائڻ لاءِ ڏيو. جنت وارا جواب ڏيندن تہ جنت جو کاڌو ۽ پاڻي الله تعاليٰ ڪافرن جي لاءِ حرام ڪري ڇڏيو آهي (سورة اعراف، آيت نمبر 50).

دوزخ جي دکندڙ ۽ ٻڙڪندڙ باهہ جي سخت عذابن سان گڏ زهريلن، بدبوءِ دار ڪنڊن وارا کاڌا ۽ ٽهڪندڙ پاڻي، گندي رت ۽ پونءِ جي شربتن جي شڪل ۾ بدترين عذاب، کهڙن بدبخت ماڻهن کي ڏنو ويندو؟

عليم ۽ خبير ذات تہ اللہ پاڪ جي آهي ليڪن قرآن ۽ حديث جي مطالع مان جيتري ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي ٿي اها هي آهي تہ ڪافر جي زندگيءَ جو مرڪز ۽ محور ٻہ شيون آهن..... پيٽ ۽ شهوت.....

ٻئي شيون اهڙي خوراڪ ۽ مشروبات جي تقاضا ڪن ٿيون، جن سان انهن جي باهہ وڌيڪ ڀڙڪي، خواه حلال هجن يا حرام، جائز هجن يا ناجائز، پاڪا هجن يا ناپاڪ، ظلم سان حاصل ٿين يا خيانت سان، ڦرلٽ سان حاصل ٿين يا چوري ڌاڪي سان. انهيءَ ڪري ڪافرن کي ڪن جاين تي دوزخ جي سزا جي ڏڙڪي سان گڏ چڱيءَ طرح کائڻ پيئڻ ۽ مزا ڪرڻ جو طعنو پڻ ڏنو ويو آهي. سورة حجر ۾ ارشاد مبارڪ آهي............. (ڇڏي ڏيو انهن کي (حلال يا حرام) کائن ۽ چڱيءَ طرح مزا وٺن ۽ ڪوڙيون اميدون

انهن کي غافل رکن. اجهو انهن کي (انهن جي عملن جو) نتيجو معلوم ٿي ويندو، (آيت نمبر 3)

سورت مرسلات ۾ ارشاد باري تعاليٰ آهي......
(پنهنجي هن مختصر زندگيءَ جا) چند ڏينهن کائو ۽ گهڻو مزو وٺو. بيشڪ توهان ماڻهو ڏوهاري آهيو (آيت نمبر 46). هڪ ٻي جاءِ تي ارشاد باري تعاليٰ آهي ...... جن ماڻهن ڪفر ڪيو اهي خوب مزا ڪري رهيا آهن ۽ جانورن انگر کائي پي رهيا آهن (چڱو، ڀلي کائن ۽ پين) انهن جو آخري ٺڪاڻو ته دوزخ ئي آهي (سورة محمد، آيت نمبر 12). اهڙي طرح پيٽ ۽ شهوت جو هي بندو دنيا ۾ سٺي کان سٺا کاڌا ۽ عمده کان عمدي پيئڻ جو مزو وٺي جڏهن پنهنجي خالق ۽ مالڪ جي آڏو پيش ٿيندو ته ڪفر جي بدلي دوزخ جي باهه ۽ لذيذ کاڌن جي بدلي ۾ ٿوهر، ڪنڊن وارو گاهه، ٽهڪندڙ پاڻي، غليظ ۽ گندي رت

۾ پوڻ سان ان جي تواضع ڪئي ويندي. والله اعلم بالصواب.

ياد رهي تہ ڪافرن جي لاءِ تہ هميشہ دوزخ ۾ ان جا ٻيا عذاب تہ آهن ئي ليڪن حلال ۽ حرام ۾ فرق نہ ڪرڻ وارن مسلمانن جي لاءِ بہ دوزخ ۾ ان جي کاڌي ۽ پيتي جو عذاب قرآن ۽ سنت مان ثابت آهي. يتيم جو مال کائڻ واري جي لاءِ تہ ڇٽي طرح قرآن مجيد جي هيءَ آيت موجود آهي. ...............( بيشڪ جيڪي ماڻهو ظلم سان يتيم جو مال کائن ٿا. اهي پنهنجي پيٽن ۾ باهہ ٿا ڀرن ۽ اهي ضرور دوزخ جي باهہ ۾ وڌا ويندا ) (سورة النساءَ آيت نمبر 10) شراب پيئڻ وارن جي لاءِ ارشاد نبوي صلي الله عليہ وسلم آهي تہ انهن کي دوزخ ۾ دوزخين جو پگهر پياريو ويندو (مسلم). مسند احمد جي هڪ روايت جي

مطابق زاني مردن ۽ زاني عورتن جي شرمگاهن مان وهندڙ غليظ ۽ بدبودار مادو بہ شرابين کي پياريو ويندو. والله اعلم بالصواب.

پوءِ اي يتيمن ۽ بيواهن جو مال غضب ڪرڻ وارو! ٻين جي ملڪيتن تي ناجائز قبضو ڪرڻ وارو! قومي خزاني جي دوت لٽڻ وارو! وياج ۽ رشوت تي عيش عشرت جا محل تعمير ڪرڻ وارو! ۽ اي شراب ۽ شباب سان رنگ رليون ملهائڻ وارو! هڪ ڀيرو نہ هڪ هزار ڀيرا سوچي فيصلو ڪريو. ڇا دوزخ ۾ پيدا ٿيڻ وارو ٿوهر جو وڻ ۽ ڪنڊن وارو گاهہ کائي سگهندو؟ باهہ ۾ سڙندڙ انساني گوشت مان وهڻ واري رت ۽ پونءِ جو ڪاڙو کائي سگهندو؟ بدبوءِ دار، گندي ۽ ڪاري پاڻيءَ جا ٽهڪندڙ جام پي سگهندو؟ (فهل من مدکر) پوءِ آهي ڪو نصيحت حاصل ڪرڻ وارو؟

## 2. مٿي ۾ ٽهڪندڙ پاڻي هارڻ جو عذاب:

ڪافرن جي لاءِ هي هڪ وڏيڪ المناڪ عذاب هوندو.

ملائڪن کي حڪم ڏنو ويندو. "هن کي پڪڙيو ۽ گهلي دوزخ جي وچ ۾ وٺي وڃون ۽ هن جي مٿي تي ٽهڪندڙ پاڻي وجهو." (سورة دخان. آيت نمبر 47_48) هن آيت جي وضاحت ۾ پاڻ صلي الله عليه وسلم ارشاد فرمايو آهي ته جڏهن ٽهڪندڙ پاڻي ڪافر جي مٿي تي وڌو ويندو ته اهو ان جي مٿي ۾ سوراخ ڪري جسم جي اندر سمورن عضون کي ساڙي ڇڏيندو ۽ پوءِ اهي عضوا دبر (نيڪال واري جاءِ) جي ذريعي ان جي پيرن ۾ اچي ڪرندا. (مسند احمد)

مٿي ۾ سوراخ ڪرڻ کان پوءِ سڀ کان پهريائين ٽهڪندڙ پاڻي ڪافر جي دماغ کي ساڙيندو جيڪو ان جي مڪروه خواهشن. باطل نظرين ۽ مشرڪاڻي

عقيدن جو مرڪز هئو. جنهن دماغ سان اهو اسلام ۽ مسلمانن جي خلاف مڪر ۽ فريب جون چالون هلندو هو. جنهن دماغ سان اهو مسلمانن تي ظلم ۽ ستم جاري رکڻ لاءِ عياريون ڪندو رهيو. جنهن دماغ سان اهو اسلام جي خلا ف پروپيگنڊا ڪرڻ جي لاءِ نوان نوان دليل گهڙيندو رهيو ۽ جنهن دماغ سان اهو اسلام جو رستو روڪڻ جي لاءِ وڏا وڏا منصوبا ۽ سازشون تيار ڪندو رهيو. انهيءَ دماغ ڪان هن المناڪ عذاب جي شروعات ڪئي ويندي.

سورة الدخان جي مٿي ذڪر ڪيل آيت جي آخر ۾ ....... عذاب جو مزو چک تون (دنيا ۾) وڏو زوراور ۽ عزت وارو هئين (آيت نمبر 49) جا الفاظ هن ڳالھ جي پوري وضاحت ڪري رهيا آهن تہ هن دردناڪ عذاب جا مستحق اهي ڪفر جا رهنما هوندا جيڪي

دنيا ۾ وڏي طاقت، اقتدار ۽ غلبي جا مالڪ رهيا هوندا. دنيا جي نظر ۾ انهن جي وڏي عزت ۽ مرتبو هوندو. انهيءَ طاقت، غلبي ۽ اقتدار جي نشي ۾ اهي اسلام کي مغلوب ڪرڻ ۽ مسلمانن کي دنيا مان ختم ڪرڻ جا سمورا طريقا استعمال ڪندا رهيا هوندا. قرآن مجيد ۾ اهڙن ڪفر جي رهنمائن جي مڪارين ۽ چالبازين جو هرهنڌ ذڪر ڪيو ويو آهي. ارشاد رباني آهي........انهن (محمد ﷺ جي خلاف) سازشون ڪيون ۽ الله بہ چال هلي ۽ الله بهترين چال هلڻ وارو آهي (سورة الانفال، آيت نمبر 30) هڪ ٻي آيت ۾ ارشاد مبارڪ آهي ..... ”انهن ڪان ڦيريائين جيڪي ماڻهو گذري چڪا آهن انهن بہ وڏا منصوبا رٿيا ليڪن فيصلي ڪرڻ وارو منصوبو تہ سڄي جو سڄو الله جي هٿ ۾ آهيۓ. (سورة رعد، آيت نمبر 24) سورة ابراهيم ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو، (ڪافرن اسلام جي

خلاف اهڙيون اهڙيون خطرناڪ سازشون ۽ منصوبا ٺاهيا جو پهاڙ بہ پنهنجي جاءِ تان لڏي وڃن ها. .....

ڪافرن پنهنجون سڀ چالون ڏنيون ليڪن انهن جي هر چال جو توڙ الله وٽ هئو. جيتوڻيڪ انهن جون چالون وڏي غضب جون هيون جو پهاڙ بہ پنهنجي جاءِ تان هٽي وڃن ها (سورة ابراهيم، آيت نمبر 46). حضرت نوح عليہ السلام ساڍا نو سئو سال (950) تائين قوم کي دعوت ڏيڻ کان پوءِ جڏهن الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ درخواست پيش ڪئي تہ ان جو هڪ اهم نڪتو هي بہ هو..... يا الله! هن قوم جي سردارن مڪر ۽ فريب جو هڪ وزني ڄار وڇائي ڇڏيو آهي. (سورة نوح، آيت نمبر 22) انهيءَ ڪري اسلام جي خلاف مڪر ۽ فريب جو ڄار وڇائڻ وارا، دين اسلام کي مغلوب ڪرڻ جا منصوبا ٺاهڻ وارا ۽ مسلمانن کي

برباد ڪرڻ جون تدبيرون ڪرڻ وارا، اهي مهربان ۽ احسان ڪرڻ وارا قيامت جي ڏينهن جڏهن حساب ڪتاب جي لاءِ اٿندا تہ انهن جي خاطرداري انهيءَ دردناڪ عذاب سان ڪئي ويندي.

ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ اهو دردناڪ عذاب آهي تہ ڪافرن جي لاءِ ليڪن ايمان آڻڻ ڪان پوءِ اسلامي ملڪ۾ اسلامي نظام کي نافذ ڪرڻ جي ڪوشش کي روڪڻ جون سازشون ڪرڻ وارا، اسلامي (سزائن) جي مذاق اڏائڻ وارا، اسلامي شعائر(فرض عبادتن) جي توهين ۽ تحقير ڪرڻ وارا، سودي نظام کي جاري رکڻ جون چالون هلڻ وارا، الله ۽ الله جي رسول ﷺ کي ڌوکو ۽ فريب ڏيڻ وارا "هز ايڪسيلنسيز" ڇا هن عذاب اليم ڪان بچي سگهندا؟

پوء اي صدارت ۽ وزارت جي ڪرسين تي ويهڻ وارؤ "هزايڪسيلينسيز" عدالتن ۽ ڪچهرين ۾ رونق افروز "ماءِلاربز" ۽ اي صوبائي ۽ قومي اسيمبلين جي استحقاق جا مزا ماڻڻ وارا معززين رياست، الله جي عذاب کان ٻچي وڃو، اسلام جي خلاف سازشون ڪرڻ کان مڙي وڃو، اسلامي تعزيرات ۽ اسلامي شعائر جو مذاق نہ اڏايو، الله ۽ ان جي رسول صلي الله عليہ وسلم کي ڌوکو ۽ فريب ڏيڻ ڇڏي ڏيو، نہ تہ ان جي عذاب کان بچي نہ سگهندئو ....... ڊڃو ان باهہ کان جيڪا ڪفرن جي لاءِ تيار ڪئي وئي آهي (سورة آل عمران، آيت نمبر 131).

3. باهہ جي سوڙهين ۽ اونداهين ڪوٺڙين ۾ زور سان پرڻ جو عذاب:

دوزخ جي سخت عذابن ۽ تڪليفن مان هڪ عذاب اهو به هوندو ته ڪافرن جا هٿ ۽ پير وزني زنجيرن سان ٻڌي انهن کي تمام سوڙهين ۽ اونداهين ڪوٺڙين ۾ زور سان پريو ويندو ۽ مٿان دروازن کي سختيءَ سان بند ڪيو ويندو. نه هوا جو گذر هوندن ۽ نه روشنيءَ جو ڪو ڪرڻو نظر ايندن ۽ نه وري ڀڄڻ جو ڪو رستو هوندن. حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما فرمائين ٿا ته دوزخ ڪافرن جي لاءِ اهڙي طرح سوڙهو هوندو جهڙي طرح نيزي جي ڇهنب ڪاٺ جي دستيءِ زبردستي ٺوڪي ويندي آهي.

هن دردناڪ عذاب جو اندازو لڳائڻ جي لاءِ توهان پريشر ڪڪر جو تصور ڪريو. هڪ تمام وڏو پريشر ڪڪر جنهن ۾ هڪ هزار ماڻهن جي گنجائش هجي ليڪن ان ۾ ٻه هزار ماڻهن کي اهڙي طرح زبردستي بند ڪيو وڃي جو ساهه کڻڻ ۾ ڏکيو هجي، هٿ ۽ پير

زنجيرن سان اهڙي طرح ٻڌل هجن جو چري بہ نہ سگهجي. مٿان وري ڍڪڻ بہ مضبوطيءَ سان بند ڪري ان کي دوزخ جي باھ تي پچڻ جي لاءِ رکيو وڃي. اهڙي حالت ۾ ڪافر موت کي سڏيندا ليڪن موت نہ ايندن. ارشاد باري تعاليٰ آهي، "جڏهن ڏوهارين کي سوڙهين ۽ اونداهين ڪوٺڙين ۾ هٿ پير ٻڌي اڇلايو ويندو تہ (اهي) پنهنجي موت کي سڏيندا (ان وقت انهن کي چيو ويندو تہ) اڄ هڪڙي موت کي نہ تمام گهڻن موتن کي سڏيو." (سورة الفرقان، آيت نمبر ) ليڪن موت جو پري پري تائين ڪو نشان بہ ڏسڻ ۾ نہ ايندو. موت ذبح ڪيو ويو هوندو ۽ ڪافر انهيءَ دردناڪ عذاب ۾ هميشہ هميشہ جي لاءِ مبتلا رهندا.

باھ جي سوڙهين ۽ اونداهين ڪوٺڙين ۾ هٿ پير ٻڌي زبردستي بند ڪرڻ جو دردناڪ عذاب کهڙن ظالمن

ڪي ڏنو ويندو؟ سورت فرقان جي انهن ئي آيتن ۾ الله تعاليٰ انهيءَ سوال جو جواب بہ ڏئي ڇڏيو آهي. ارشاد باري تعاليٰ آهي..... (جيڪو شخص قيامت جو انڪار ڪري اسان ان جي لاءِ ڀڙڪندڙ باهہ تيار ڪري رکي آهي). (سورة الفرقان، آيت نمبر 11). قيامت جي انڪار ڪرڻ جو فطري نتيجو دنيا ۾ مادر پدر آزاد زندگي گذارڻ آهي (يعني) دين ۽ مذهب تي ٺوڪ مقال ڪرڻ جي آزادي، اسلامي شعائر جي تحقير ۽ توهين جي آزادي، فحاشي ۽ عرياني ڦهلائڻ جي آزادي، نمائش حسن ۽ نمائش جسم جي آزادي، اگهاڙيون تصويرون ڪڍرائڻ ۽ ڇپرائڻ جي آزادي، غير محرم مردن ۽ غير محرم عورتن جي ميل جول جي آزادي، ڳائڻ وڄائڻ ۽ نچڻ جي آزادي، شراب ۽ زنا جي آزادي، حمل ڪيرائڻ جي آزادي، هم جنس پرستي جي آزادي(1) مادر زاد ( پئدائشي) ننگو هجڻ جي

آزادي (2) ۽ هر انهيءَ ڳالهه جي آزادي جنهن مان مرد ۽ عورت جنسي لذت حاصل ڪري سگهن. انهيءَ آزادي جي بدلي ۾ دوزخ جي سوڙهين ۽ اونداهين ڪوٺڙين ۾ هٿن ۽ پيرن ۾ زنجيرون پاتل قيد! ڪيتريقدر نہ هولناڪ ۽ عبرتناڪ نتيجو هوندو انهيءَ آزادي جو!! ڪاش ڪافر اڄ ئي اهو ڄاڻي وٺن!!!

1. لڳي ٿو تہ هم جنس پرستي جي لعنت۾ مبتلا اهل مغرب لوط جي قوم کي بہ پٺتي ڇڏي ڏنو آهي. ”عظيم“ برطانيہ جي عدالتن هم جنس پرستيءَ کي ”قانوني جوڙن“ جو درجو ڏيڻ شروع ڪيو آهي. چرچن ۾ ڪن پادرين پاڻ کي هم جنس پرست هجڻ جو وڏي فخر سان اعلان ڪري ڇڏيو آهي. برطانيہ جي برسر اقتدار ليبر پارٽي جي ڪابينا ۾ اهڙن وزيرن جو وڏو تعداد شامل آهي جيڪي پنهنجي هم جنس پرست

هجڻ جي اظهار ۾ ڪو شرم محسوس نٿا ڪن (تڪبير 16 فيبروري 2000ع).

2. برطانيه ۾ مادر پدر آزاد ڪا راز جي ڳالهه نه آهي رهي. تنهن هوندي به هڪ خبر مثال جي طور ملاحظ ڪندا. سيئيٽل ۾ هڪ 37 سال مادر زاد اگهاڙي حسينه هاء وي تي موود هڪ بجلي جي ٿنڀي کي پڪڙي ناچ ڪندي ٿنڀي تي چڙهي وئي ۽ جهومي جهومي ڳائڻ لڳي. هن جي هٿ ۾ هڪ شراب جي بوتل به هئي. پوليس هڪدم بجلي وارن کي فون ڪري بجلي بند ڪرائي، ڇو ته عورت نشي ۾ هئي ۽ تارن کي لائيٽر سان ساڙڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. عورت جي ديدار جي لاء سڄي ٽريفڪ بيهي رهي. ماڻهو ڪلاڪ کن هي ڊرامو ڏسندا رهيا. آخرڪار پوليس وڏي مشڪل سان هجوم تي ڪنٽرول ڪري عورت کي ٿنڀي تان لاهي گرفتار ڪيو. ان جي

مثان الزام هي آهي تہ هن سيفٽي ايڪٽ جي خلاف ورزي ڪئي آهي جنهن جي ڪري ٽريفڪ ۾ خلل پيو (اردو نيوز 10 سيپٽمبر 1999ع) نہ شراب نوشي تي اعتراض نہ مادر زاد ننگي هجڻ تي مقدمو. مغرب جي هن مادر پدر آزادي جي متوالن جي مهربانين سان هاڻي تہ پياري وطن "اسلامي جمهوريہ پاڪستانۂ جا ذرائع ابلاغ بہ پنهنجي قوم کي "تكلف برطرف اسان تہ کلي بازار نچنداسينۂ جي تعليم ڏيڻ شروع ڪري ڏني آهي. فاعتبروا يا اولي الابصار!

ليڪن اي مسلمانو! جيڪڏهن الله ۽ ان جي رسول ﷺ تي ايمان آندو اٿو، آخرت تي يقين رکو ٿا، جنت دوزخ کي برحق سمجهو ٿا تہ ٿورڙو سوچو ۽ جواب ڏيو تہ ڇا دنيا جي هن "آزادي" جي بدليءَ ۾ دوزخ جو هيءُ "قيد" قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهيو؟ الله ۽ الله جي رسول ﷺ جي حرام ڪيل شيئن کي حلال ڪري

هميشہ هميشہ جي باهہ جي سوڙهين ۽ اونداهين
ڪوٺڙين ۾ زندگي بسر ڪرڻ قبول ڪري
ڇڏيندو؟..........

(اي محمد (ﷺ) انهن ڪان پڇ تہ ڇا هي دوزخ سٺو
آهي يا اهو ابدي بهشت جنهن جو واعدو متقي ماڻهن
سان ڪيو ويو آهي (سورة الفرقان، آيت نمبر 15).

4. ڇهري تي با هہ جا شعلا وسائڻ جو عذاب:

دوزخ سڄي جو سڄو باهہ آهي. مٿي ڪان وٺي پيرن
تائين ڏوهارين جو سڄو جسم باهہ ۾ سڙي رهيو هوندو
ان جي باوجود الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ ڪن ڏوهارين
جي ڇهرن تي باهہ جا شعلا وسائڻ ۽ ڇهرن کي باهہ ۾
تپائڻ جو خاص بيان فراميو آهي. ارشاد باري تعاليٰ
آهي ”انهن ڏينهن توهان ڏسندو تہ ڏوهارين جا هٿ ۽
پير زنجيرن م جڪڙيل هوندا. ڏامر جا لباس پاتل

هوندن ۽ باھہ جا شعلا انهن جي چهرن تي وسي رهيا هوندا.۽ (سورة ابراهيم، آيت نمبر 49 ۽ 50)

الله تعاليٰ انساني جسم کي جيڪا بناوٽ عطا ڪئي آهي ان جي باري ۾ قرآن مجيد ۾ هي ڳالهہ ارشاد فرمائي آهي .......... ”اسان انسان کي يقينن بهترين بناوٽ تي پيدا ڪيو آهي۽ (سورة تين، آيت نمبر 4)

انسان جي سڄي جسم مان چهري کي الله تعاليٰ خوبصورتي، حسن، عزت ۽ وقار جي نشاني ناهيو آهي. وڏنڊڙ اکين، ڊگهو نڪ، مناسب ڪن، نرم ۽ نازڪ چپ، پرڪشش ڳل، جواني ۾ ڪارا سياه وار انسان جي حسن ۽ خوبصورتي۾ اضافي جو سبب ٿين ٿا ۽ پيرسني۾ اڇا وار انسان جي وقار ۽ عزت۾ اضافو ڪن ٿا. چهري جي انهيءَ عزت ۽ وقار جي خاطر نبي رحمت صلي الله عليہ وسلم حڪم ڏنو آهي تہ زال (ٻار

يا غلام وغيره) کي تربيت جي لاءِ مارڻو پوي ته
ڇهري تي نه ماريو (ابن ماجه).
طبي نقطه نظر کان ڇهري جا سمورا حصا باقي جسم
جي مقابلي ۾ وڌيڪ حساس ۽ نازڪ ٿيندا آهن. اکين،
ڪنن، نڪ، ڏندن ۽ ڳلن وغيره جون رڳون سڌيون
سنيون دماغ سان ڳنڍيل هونديون آهن. دماغ جي
ويجهو هجڻ جي ڪري رت جي گردش ڇهري ۾ باقي
جسم جي نسبت وڌيڪ تيز هوندي آهي. اهوئي سبب
آهي جو معمولي ڪاوڙ اچڻ تي ڇهري جو رنگ ڳاڙهو
ٿي ويندو آهي. ڇهري جي هڪڙي حصي ۾ تڪليف
هوندي آهي باقي سڀ حصا به تڪليف محسوس ڪرڻ
لڳندا آهن. صرف ڏند ۾ سور هجي ته اکيون، ڪن ۽
دماغ به سور محسوس ڪرڻ لڳندا آهن ۽ اهو سور
ايترو ته شديد هوندو آهي جو انسان ان جو پل پل ڳڻي
ڳڻي گذاريندو آهي ۽ جلد کان جلد آرام حاصل ڪرڻ

جي ڪوشش ڪندو آهي، جسم جي هن سڀ ڪان وڌيڪ حساس نرم ۽ نازڪ حصي يعني چهري تي جڏهن دوزخ جي باھ جا سخت گرم شعلا وسايا ويندا ته ڪافرن کي ڪيتري نه سخت تڪليف ۽ ايذاءَ سان منهن ڏيڻو پوندو، ان جو اندازو دوزخين جي هن خواهش مان لڳائي سگهجي ٿو........ ”افسوس! مان مٽي هجان ها۽ (سورة النباءَ، آيت نمبر 40)

ڏوهارين کي جڏهن ماربو آهي ته اهي عام طور تي پنهنجو چهرو مار ڪان بچائڻ لاءِ هٿن ۾ لڪائيندا آهن. ليڪن تصور ته ڪيو. هڪ طرف ڏوهاري جا هٿ ۽ پير ڀاري زنجيرن سان ٻڌل هوندا ۽ ٻئي طرف دوزخ جا خوفناڪ داروغا بغير ڪنهن مزاحمت جي انهن جي چهرن تي باھ جي بارش وسائي رهيا هوندا. گويا جسماني عذاب سان گڏوگڏ شديد ذلت ۽ رسوائي جو عذاب به انهن کي ڏنو ويندو ۽ اهو خواري وارو عذاب

ڪلاڪ يا ٻن ڪلاڪن جي لاءِ نہ، هفتي يا ٻن هفتن جي لاءِ نہ، مهيني يا ٻن مهينن جي لاءِ نہ، سال يا ٻن سالن جي لاءِ نہ، بلڪ همشہ هميشہ جي لاءِ مسلسل ملندو رهندن. ارشاد باري تعاليٰ آهي ”ڪاش! ڪافر انهيءَ وقت جو يقين ڪن جڏهن نہ اهي پنهنجا چهرا باهہ کان بچائي سگهندا ۽ نہ پنهنجون پٺيون باهہ کان بچائي سگهندا ۽ نہ ئي وري اهي (ڪٿان) مدد حاصل ڪري سگهنداءِ (سورة الانبياء، آيت نمبر 30).

هن خواري واري شديد عذاب ۾ مبتلا اهي ڪهڙا بدبخت ۽ بدنصيب مجرم هوندا؟ اللّٰه تعاليٰ بلڪ واضح الفاظ ۾ ان جي قرآن مجيد وضاحت ڪئي آهي. ارشاد باري تعاليٰ آهي، ”جنهن ڏينهن ڏوهارين جا چهرا باهہ تي تپايا ويندا تہ ان وقت اُهي (ڏوهاري) چوندا، ڪاش! اسان اللّٰه ۽ ان جي رسول جي اطاعت

ڪيون ها ۽ چوندا، ”اي اسان جا رب! اسان پنهنجن سردارن ۽ وڏن جي اطاعت ڪئي. انهن اسانکي سڌي راهہ کان گمراهہ ڪري ڇڏيو. انهن کي سخت عذاب ڏي ۽ انهن تي سخت لعنت ڪر۽ (سورة الاحزاب، آيت نمبر 65).

گويا انهن مجرمن جو ڏوهہ اهو هوندو تہ انهن الله ۽ ان جي رسول (ﷺ) جي مقابليءَ پنهنجن سردارن ۽ وڏن جي اطاعت ڪئي هوندي. ڪافرن جي ڪفر ۽ مشرڪن جي شرڪ جو فطري نتيجو اهو آهي تہ اهي الله ۽ ان جي رسول (ﷺ) جي اطاعت نٿا ڪن بلڪ پنهنجي عالمن، درويشن، ليڊرن ۽ شهنشاهن جي اطاعت ڪندا آهن جنهن جي دردناڪ سزا انهن کي قيامت جي ڏينهن ڀوڳڻي پوندي.

اسان جي اڳيان ڪافرن ۽ مشرڪن جي بنسبت انهن مسلمانن جو معاملو وڌيڪ تشويشناڪ آهي جن الله ۽

ان جي رسول (ﷺ) تي ڪلمو پڙهيو آهي، قيامت تي ايمان رکن ٿا، جنت ۽ دوزخ کي بہ مڃن ٿا ليڪن ان جي باوجود ڪنهن نہ ڪنهن غلط فهميءَ مبتلا رهي رسول الله ﷺ جي اطاعت جي مخالفت ڪري رهيا آهن.

ياد هجي تہ جهڙي طرح رسول الله ﷺ جي رسالت قيامت تائين دائمي آهي اهڙي طرح پاڻ ﷺ جي اطاعت بہ قيامت تائين دائمي آهي. الله تعاليٰ جو ارشاد آهي، ....... ”۽ نہ موڪليو اسان توکي ليڪن سڀني انسانن جي بشارت ڏيڻ وارو ۽ ڊيڄارڻ وارو ناهيءَ (سورة سبا، آيت نمبر 25). ٻي جاءِ تي ارشاد مبارڪ آهي، ....... ”اي انسانو! مان توهان سڀني جي طرف الله جو رسول آهيانءَ (سورة الاعراف، آيت نمبر 158). اهڙي طرح ارشاد مبارڪ آهي..... ”وڏي بابرڪت آهي اها ذات جنهن پنهنجي ٻانهي تي

فرقان (يعني قرآن) نازل ڪيو تہ جيئن اهو سڄي
جهان وارن جي لاءِ ڊيڄارڻ وارو ٿئيءَ (سورة الفرقان،
آيت نمبر 1) پوءِ جيڪي ماڻهو رسول اڪرم ﷺ جي
رسالت کي سندن پاڪ زندگيءَ تائين محدود سجهن ٿا
اهي يقيناً اطاعت رسول ﷺ جي مخالفت ڪري رهيا
آهن ۽ جيڪي ماڻهو رسول اڪرم ﷺ کي رڳو اللّٰہ
تعاليٰ جو ڪلام پهچائڻ وارو پيغام جو حق سمجهي
حضور ﷺ جي ٻڌايل تشريح ۽ وضاحت (يعني حديث
شريف) جي حجت جو انڪار ڪن ٿا اهي ماڻهو بہ
اطاعت رسول ﷺ جي مخالفت ڪري رهيا آهن ۽ وري
جيڪي ماڻهو هي عقيدو ٿا رکن تہ صرف قرآن مجيد
ئي هدايت جي لاءِ ڪافي آهي، ان سان گڏ حديث
رسول ﷺ جي ضرورت نہ آهي، اهي بہ اطاعت رسول
ﷺ جا انڪاري آهن (ڏسو سورة النحل، آيت نمبر 44

وغيره) ۽ جيڪي ماڻهو اهو عقيدو رکن ٿا تہ قرآن مجيد تہ قابل اعتماد حالت ۾ محفوظ آهي ليڪن حديث شريف قابل اعتماد حالت۾ محفوظ نہ آهي انهيءَ ڪري ان تي عمل ڪرڻ ضروري نہ آهي، اهي بہ اطاعت رسول ﷺ جي مخالفت ڪن ٿا. (ڏسو سورة الحجر، آيت نمبر 9) ۽ جيڪي "علماءَ۽ پنهنجي فقهي تعصب جي بنياد تي پنهنجن امامن جي قولن کي رسول اڪرم ﷺ جي حديثن تي فوقيت ڏين ٿا اهي بہ اطاعت رسول ﷺ جي مخالفت ڪن ٿا ۽ جيڪي ماڻهو پنهنجن بزرگن جي مراقن ۽ ڪرامتن کي حديث رسول ﷺ تي ترجيح ڏين ٿا اهي بہ اطاعت رسول ﷺ جي مخالفت ڪري رهيا آهن. اهڙي طرح جيڪي ماڻهو پنهنجن بزرگن جي مشاهدن ۽ خوابن کي سنت رسول ﷺ تي ترجيح

ڏين ٿا اهي بہ اطاعت رسول صلی اللہ علیہ وسلم جي مخالفت ڪري رهيا آهن (ڏسو سورة الحجرات، آيت نمبر 1).
اسان نهايت ادب ۽ احترام سان مسلمانن جي سڀني مڪتب فڪر جي خدمت ۾ انتهائي خلوص ۽ همدردي سان درخواست ڪريون ٿا تہ اطاعت رسول صلی اللہ علیہ وسلم جو معاملو تمام نازڪ آهي. ائين نہ ٿئي جو آئمہ جي عقيدت، بزرگن جي محبت ۽ هٺ جي گهڙيل نظرين جو تعصب اسان کي قيامت جي ڏينهن ڪنهن وڏي دردناڪ عذاب ۾ وجهي ڇڏي. الله ۽ ان جي رسول صلی اللہ علیہ وسلم تي ايمان آڻڻ کان پوءِ اهڙو دردناڪ نتيجو وڏي گهاٽي جو سودو ٿيندو........ "خبردار! اهوئي سڀ کان وڏو گهاٽو آهيءِ (سورة الزمر، آيت نمبر 15)

5. گرزن ۽ هٿوڙن سان مارڻ جو عذاب:

دوزخ ۾ ڪافرن ۽ مشرڪن کي لوھ جي گرزن ۽ هٿوڙن سان مارڻ جو عذاب بہ هوندو. ان جو بيان قرآن مجيد ۾ بہ آهي ۽ حديثن ۾ بہ آهي. اللّٰه تبارڪ و تعاليٰ جو ارشاد آهي..... ”۽ (ڪافرن کي مارڻ لاءِ) لوھ جا گرز هونداۓ (سورة الحج، آيت نمبر 21).

حديث شريف ۾ ارشاد نبوي ﷺ آهي تہ ڪافرن کي مارڻ لاءِ گرز ايترا تہ وزني هوندا جو جيڪڏهن هڪڙو گرز زمين تي رکيو وڃي ۽ سڀئي دنيا ۾ رهڻ وارا انسان ۽ جن گڏجي ان کي کڻڻ چاهن تہ بہ کڻي نہ سگهندا (مسند ابويعلي).

دوزخ کان اڳ ۾ قبر ۾ بہ ڪافرن کي گرزن ۽ هٿوڙن جي مار جو عذاب ڏنو ويندو. قبر جي عذاب جو تفصيل بيان ڪندي رسول اللّٰه ﷺ ارشاد فرمايو آهي تہ منڪر نڪير جي سوالن جي جوابن ۾ ناڪاميءَ

ڪان پوءِ ڪافر جي مٿان انڌي ۽ ٻوڙي ملائڪ کي مقرر ڪيو ويو ٿو جنهن وٽ لوهہ جو گرز هوندو آهي جيڪو ايترو تہ وزني هوندو آهي جو جيڪڏهن ان کي ڪنهن پهاڙ تي هنيون وڃي تہ اهو پرزا پرزا ٿي وڃي. انهيءَ گرز سان اهو انڌو ۽ ٻوڙو ملائڪ ان کي ماريندو جنهن ڪان ڪافر رڙيون ڪندو. پاڻ صلى الله عليه وسلم فرمايو تہ ڪافر جون رڙيون مشرق ۽ مغرب جي وچ ۾ جنن ۽ انسانن ڪان سواءِ هر سهواري مخلوق ٻڌي ٿي. ملائڪ جي ضرب سان ڪافر مٽي (وانگر ذرا ذرا) ٿي ويندو. ان ۾ وري روح ڦوڪيو ويندو (مسند ابويعلي). اهو عمل هر هر دهرايو ويندو ايستائين جو قيامت اچي ويندي.

دوزخ جو عذاب قبر جي عذاب ڪان وڌيڪ سخت ۽ المناڪ هوندو. قبر ۾ جيڪڏهن هٿوڙن ۽ گرزن سان مارڻ وارا ملائڪ انڌا ۽ ٻوڙا هوندا تہ دوزخ جي

ملائڪن جي لاءِ الله تعاليٰ خود ارشاد فرمايو آهي ....... ”يعني دوزخ ۾ تمام سخت گير ۽ بي رحم ملائڪ مقرر ڪيل آهن.۽ حضرت عڪرمہ رضي الله عنہ فرمائن ٿا تہ جڏهن دوزخين جو پهريون جٿو دوزخ ڏانهن ويندو تہ دروازي تي چار لک ملائڪ عذاب ڏيڻ لاءِ بيٺا هوندا جن جا چهرا نهايت هيبتناڪ ۽ ڪارا آهن، ڏند ٻاهر نڪتل اٿن، سخت بي رحم آهن. الله تعاليٰ ذري جيترو رحم انهن جي دلين ۾ نہ رکيو آهي. انهن ملائڪن جي ٻي خوبي الله تعاليٰ اها ٻڌائي آهي تہ....... ”اهي ملائڪ ڪڏهن بہ الله تعاليٰ جي نافرماني نٿا ڪن ۽ جيڪو حڪم انهن کي ڏنو ٿو وڃي ان کي پورو ڪن ٿا۽ (سورة تحريم، آيت نمبر 6) يعني الله تعاليٰ ملائڪن کي جهڙي عذاب ڪرڻ جو حڪم ڏيندو ملائڪ هڪدم اهڙوئي عذاب ڏيڻ شروع ڪندا، پل جيتري بہ دير نہ ڪندا. اهي ملائڪ

اهڙين اهڙين بدترين ترڪيبن سان ڪافرن کي عذاب ڏيندا جو وڏن وڏن ڏوهارين جو پتو پاڻي ۽ هنيانءُ ٽڪرا ٽڪرا ٿي پوندو (ابن ڪثير).

هي آهي ڪافرن جو آخر انجام ۽ انهن جي ڪفر جي سزا. حقيقت اها آهي ته ڪافر الله تعاليٰ جي نزديڪ دنيا جي سڀ کان وڌيڪ قابل نفرت، حقير ترين ۽ ذليل ترين مخلوق آهي. جڏهن ته ايمان جي دولت کان وڌيڪ هن دنيا ۾ ڪا به ٻي دولت نه آهي. ڪاش! مسلمان هن دنيا ۾ ايمان جو قدر ۽ قيمت سڃاڻن. باقي رهيا ڪافر ته اهي يقينن قيامت جي ڏينهن عذاب ڏسي تمنا ڪندا ته.... ”ڪاش! دنيا ۾ هو هدايت جو رستو اختيار ڪن ها! (سورة القصص، آيت نمبر 64).

6. زهريلن نانگن ۽ وڇن جو ڏنگڻ جو عذاب:

دوزخ ۾ زهريلن نانگن ۽ وڇن جي ڏنگڻ جو عذاب بہ ٿيندو. نانگ ۽ وڇون بئي انسان جا دشمن سمجهيا ويندا آهن ۽ ٻنهي جي نالن ۾ ايتريقدر تہ خوف ۽ وحشت آهي جو جيڪڏهن ڪنهن جاءِ تي نانگن يا وڇن جو نڪاٽو هوندو آهي اتي رهائش اختيار ڪرڻ تہ پري جي ڳالهہ آهي، ڪوبہ شخص اتان لنگهي وڃڻ جو خطرو بہ نہ ڪٽندو آهي. ڪن نانگ جي شڪل ۽ شباهت، رنگ، ڊيگهہ ۽ چرپر اهڙي هوندي آهي جو ان کي ڏسندي ئي انسان جو هوش گم ٿي ويندو آهي.
نانگ يا وڇون وڏ ۾ وڏ ڪيتريقدر زهريلو ٿي سگهي ٿو؟ ان جو علم تہ الله کان سواءِ ڪنهن کي بہ نٿو ٿي سگهي. ليڪن تجربن جي بنياد تي ڪن ڪتابن ۾ شايع ٿيندڙ تفصيل مان اهو اندازو ڪرڻ مشڪل نہ آهي تہ نانگ انتهائي خطرناڪ ۽ انسان جي جان وٺڻ وارو دشمن آهي.

جنوبي فرانس ۾ واقع نانگن جي مرڪز مان هڪ زهريلي نانگ جي باري ۾. ڪجهه معلومات شايع ٿي آهي جنهن جي مطابق هي ڏيڍ ميٽر ڊگهو نانگ پنهنجي زهر سان هڪ ئي وقت ۾ پنجن ماڻهن کي ماري سگهجي ٿو. (1)

1. اردو نيوز جده 17 آگسٽ 1999ع

فيبروري 1999ع ۾ جامعة ملڪ سعود رياش (سعودي عرب) ۾ شاگردن جي لاءِ هڪ تعليمي نمائش لڳرائي وئي جنهن ۾ دنيا جي مختلف ملڪن جي انتهائي زهريلن نانگ جي نمائش بہ ڪئي وئي ٿي جيڪي شيشي جي صندوقن۾ بند هئا. انهن مان ڪن جي باري۾ هيٺين معلومات مهيا ڪئي وئي.

عرب ڪوبرا جيڪو عرب ملڪن۾ ملي ٿو ايتريقدر تہ زهريلو هوندو آهي جو ان جي زهر جو صرف ويهہ

(20) ملي گرام زهر ستر (70) ڪلوگرام وزني ماڻهوءَ کي هڪدم ماري سگهي ٿو. جڏهن هي ڪوبرا هڪ ئي وقت پنهنجي منهن مان ٻه سئو (200) ملي گرام کان ٽي سئو (300) ملي گرام تائين زهر دشمن تي اڇلائي سگهي ٿو. ڪنگ ڪوبرا جيڪو هندستان ۽ پاڪستان ۾ ڏٺو وڃي و. ان جو ڏنگيل ماڻهو ٻه هڪدم مري وڃي ٿو. مغربي ملڪن ۾ ملڻ وارو نانگ ٻه انتهائي زهريلن نانگن ۾شمار ڪيو وڃي ٿو. انڊونيشيا جو ٿڪ اڇلائڻ وارو زهريلو نانگ ٻه ميٽر ڊگهو ٿيندو آهي. ۽ اهو ٽن ميٽرن تان انسان جي اک۾ پچڪاري وانگر زهر اڇليندو آهي جنهن کان انسان هڪدم مري ويندو آهي.

دوزخ کان اڳ۾ قبر۾ ٻه ڪافرن کي نانگن جي ڏنگڻ جو عذاب ڏنو ويندو. انهيءَ ڪري قبر جي عذاب جو تفصيل بيان ڪندي رسول اڪرم ﷺ ارشاد فرمايو

تہ ڪافر جڏهن منڪر نڪير جي سوالن جا جواب ڏيڻ ۾ ناڪام ٿي ويندو آهي تہ ان تي نوانوي (99) نانگ مسلط ڪيا ويندا آهن جيڪي قيامت تائين ان جو گوشت پٽيندا رهن ٿا ۽ ان کي ڏنگيندا رهن ٿا. قبر جي نانگ جي باري۾ رسول الله صلى الله عليه وسلم جو ارشاد آهي تہ جيڪڏهن اهو نانگ زمين تي هڪ دفعو ڦوڪ هڻي تہ روۓ زمين تي ڪڏهن بہ ڪا ساوڪ نہ ڦٽي. (مسند احمد). قبر جي نانگ جي باري ۾ ابن حبان جي روايت ۾ اهو بہ ٻڌايو ويو آهي تہ هڪ هڪ ازدهي جا ستر (70) منهن هوندا جن سان هو ڪافر کي قيامت تائين ڏنگيندو رهندو.

دوزخ جي نانگ جي باري ۾ رسول الله صلى الله عليه وسلم فرمايو آهي تہ ان جو قد اٺ جيترو هوندو ۽ ان جي ڏنگڻ سان ڪافر چاليهن سالن تائين تڪليف محسوس ڪندو رهندو (مسند احمد). قبر۾ ۽ دوزخ۾ ڏنگڻ وارا نانگ

يقينن دنيا جي نانگن جي مقابلي ۾ هزارين دفعا وڌيڪ زهريلا، خطرناڪ ۽ وحشتناڪ هوندا. ليڪن دنيا ۾ هڪ عام زهريلي نانگ جي ڏنگڻ سان انسان جنهن المناڪ ڪيفيت مان گذري ٿو اها هي آهي:

پهريون تہ انسان تي بيهوشي طاري ٿي ويندي آهي.

ٻيون تہ زهر ڪان متاثر حصو مفلوج ٿي ويندو آهي.

ٽيون تہ نڪ، منهن، ڪن ايتريقدر جو اکين مان بہ رت وهڻ شروع ٿئي ٿو. اها ڪيفيت صرف هڪڙي نانگ جي ڏنگڻ سان ٿئي ٿي. ٿورو تصور ڪري وٺ جنهن انسان کي دنيا جي نانگن جي مقابلي۾ هزارين دفعا وڌيڪ زهريلا نانگ بار بار ڏنگيندا هوندا اهو ڪيتريقدر دردناڪ عذاب۾ ورتل هوندا. العياذ باالله (الله پناهہ ڏئي).

ويڇونءَ جي ڏنگڻ جو اثر نانگ جي ڏنگڻ جي اثر ڪان بلڪل مختلف ٿيندو آهي. ويڇونءَ جي ڏنگڻ سان

انسان هڪدم ٻن قسمن جي تڪليفن ۾ مبتلا ٿيندو آهي.
هڪ تہ جسم سڄي ويندو آهي.
ٻيو تہ ساهہ ڪٽڻ ۾ تڪليف ۽ گهٽن محسوس ٿيندي آهي.
دوزخ جي وچونءَ جو ذڪر ڪندي رسول الله صلى الله عليه وسلم فرمايو تہ اهو خچر جي قد جيترو هوندو ۽ ان جي هڪ دفعو ڏنگڻ سان ڪافر چاليهن سالن تائين ان جو اثر (ساڙو) محسوس ڪندو رهندو (مسند احمد). جنهن جو مطلب اهو ٿيو تہ وچونءَ جي مسلسل ڏنگڻ سان دوزخي جي سوڄ ۾ مسلسل اضافو ٿيندو رهندو ۽ ان جي ساهہ ۾ گهٽن بہ لمحي لمحي وڌندي ويندي. اهو انهيءَ عذاب اليم جو هڪڙو حصو آهي جيڪو دوزخ ۾ ڪافر ڪي ڏنو ويندو. ڇا ڪافر، دوزخ ۾ انهن نانگن ۽ وڇن ڪي ماري ڇڏيندا يا ڪيڏانهن ڀڄي نڪرندا ا

ڪا پناھ جي جاءِ حاصل ڪري سگھندا؟ الله تعاليٰ

هن معاملي ۾ سچ فرمايو آهي........ ”اهو وقت ايندو

جڏهن ڪافر پڇتائي پڇتائي چوندا ڪاش! اسان

مسلمان هجون ها!“ (سورة الحجر، آيت نمبر 2)

ليڪن اي ايمان وارو! دوزخ ۽ ان جي عذابن تي يقين

رکڻ وارو! توهان ته الله جي عذاب کان ڊڄي وڃو، الله

۽ ان جي رسول صلی الله عليه وسلم جي نافرماني کان مڙي وڃو.

الله جي عذابن کان ڄاڻڻ ۽ مڃڻ کان پوءِ به ان جي

نافرماني ڪرڻ ته اجان به الله جي عذابن کي پڙڪائڻ

واري ڳالھ آهي ..... ”پوءِ ڇا توهان الله جي

نافرماني کان مڙو ٿا؟“ (سورة المائدة، آيت نبر 91)

7. بدن کي وڏو ڪرڻ جو عذاب:

موجوده جسامت ۾ دوزخ جو عذاب برداشت ڪرڻ جيئن تہ ناممڪن آهي انهيءَ ڪري دوزخي جي جسامت کي تمام گهڻو وڌايو ويندو جيڪو بذات خود هڪ عذاب جي صورت هوندي. رسول الله ﷺ جو ارشاد مبارڪ آهي، ”دوزخ ۾ ڪافر جو هڪڙو ڏند احمد پهاڙ جيترو هوندو۽ (مسلم). ڪن ڪافرن جي کل جي ٿولهہ ٽن ڏينهن جي مسافري جي برابر هوندي (مسلم). ڪن جي ٿولهہ ٻائيتاليهہ هٿ (63 فوٽن) جي برابر هوندي (ترمذي). اهو فرق ڪافرن جي عملن جي فرق جي ڪري هوندو. ڪن ڪافرن جي ٻنهي ڪلهن جي وچ جو فاصلو تيز رفتار سوار جي ٽن ڏينهن جي مسافري جي برابر هوندو (مسلم). ڪن ڪافرن جي صرف ڪلهي ۽ ڪن جي وچ جو فاصلو ستر سال جي مسافري جي فاصلي جيترو هوندو. ڪن ڪافرن جي ويهڻ جي جاء مڪي ۽ مديني جي وچ ۾

مسافري جي برابر هوندي (يعني چار سئو ڏهه
ڪلوميٽر) (ترمذي). ڪي ڪافر دوزخ جي وسيع ۽
ڪشادي ڪنڊ ۾ سمائجي ويندا (ابن ماجہ). ڪن
ڪافرن جون ٻانهون ۽ رانون جبل جبل جي برابر
هونديون (احمد). هن دنيا ۾ اللّٰه تعاليٰ بنا فرق جي
سڀني انسانن کي وڏو خوبصورت ۽ متناسب جسم
عطا ڪيو آهي. جيڪڏهن انهيءَ متناسب جسم ۾ ڪو
هڪڙو عضوو بہ غير متناسب هجي ها تہ انسان جي
شڪل وڏي بدوصرت ۽ بدشڪل ٿي وجي ها. ٿورو
تصور تہ ڪريو تہ پنج يا ڇهہ فوٽ جسم سان
جيڪڏهن ڏهہ فوٽ ڊگهي ٻانهن لڳائي وجي ها يا نرڙ
تي هڪ فوٽ ڊگهو نڪ لڳايو وجي ها تہ انسان جي
شڪل ڪيتري قدر بد صورت ۽ ڊيڄاريندڙ ٿي پوي
ها. ممڪن آهي تہ دوزخ ۾ ڪافرن جي جسم کي
اهڙي بي ڍنگي ۽ ڀيانڪ طريقي سان وڌائي انهن کي

مڪروھ ۽ ڊيڄاريندڙ صورت ڏني وڃي. والله اعلم بالصواب.

انساني جسم ۾ تڪليف جي اعتبار کان کل جو حصو سڀ کان وڌيڪ حساس ٿيندو آھي. اھوئي سبب آھي جو ڪافرن کي دوزخ ۾ وڌ کان وڌ عذاب پھچائڻ لاءِ کل کي ھر ھر بدلائڻ جو ذڪر قرآن مجيد ۾ خاص ڪري آيو آھي. (ڏسو سورة النساءَ آيت نمبر 4). کل کي جڏھن ڇڪيو ويندو آھي تہ ڪيڏي نہ تڪليف محسوس ٿيندي آھي ان ڳالھ جو اندازو ھينئن لڳائي سگھجي ٿو تہ ٻانھن يا ٽنگ جي پيڳل ھڏي کي ڳنڍڻ لاءِ کل کي معمولي ڇڪٽو پوندو آھي. پر ان جي سور کان ماڻھو رڙيون ڪرڻ لڳندو آھي. انھيءَ کل کي ڇڪي جڏھن ايترو وڌايو ويندو جنھن جو ذڪر حديث شريف ۾ آيو آھي تہ ان کان ڪافر کي ڪيتري نہ سخت تڪليف ٿيندي، شايد دنيا ۾ ان ڳالھ جو تصور

ڪڻ بہ ممڪن نہ آهي. ايڏي وڏي جسامت واري ڪافر ڪي جڏهن وڏا وڏا نانگ ۽ وڇون هر هر ڏنگيندا ۽ ان جو گوشت پٽيندا تہ انهن جي زهر جي طبعي اثرن جي ڪري مدهوش، فلوج، خون آلود، سهڪندڙ ۽ ڪنبدڙ ڪافر جي حالت جو تصور تہ ڪريو الحفيظ الامان!

انسان جي اندر پنهنجي جسم ڪي ڪٽڻ جي طاقت بہ هڪ حد تائين رکي وئي آهي. اهوئي جسم جيڪڏهن غير معمولي حد تائين ٿلهو ٿي وڃي ٿو تہ انسان جي لاءِ اٿڻ ويهڻ ۽ گهمڻ ڦرڻ ايترو تہ مشڪل ٿي پوي ٿو جو زندگي عذاب بنجي ٿي وڃيس. وري ٿلهائپ جي ڪري ٻيا ڪيترائي عارضا ان کان علاوه پيدا ٿينس ٿا مثالطور دل جي بيماري، ساهہ جي بيماري، نظر جي بيماري ۽ ذيابيطس جي بيماري وغيره.

دوزخ ۾ ڪافر جي جسم ڪي ايتيقدر وڏڻ سان ٻيا عارضا عذاب جي شڪل ۾ ٿيندس يا نہ، اهو تہ الله ئي

بهتر ڇاٽي ٿو ليڪن هي ڳالهہ تہ ظاهر آهي تہ ملائڪ گرزن يا هٿوڙن سان ان کي مارين يا نانگ ۽ وڇون ان کي ڏنگين، ڪافر ڇري بہ نہ سگهندو ۽ جيڪڏهن ڪڏهن ملائڪ ان کي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ زوريءَ هلائي وني ويندا تہ ڪافر جي لاءِ هڪڙي هڪڙي وک کڻڻ بہ عذاب اليم ٿي ويندي.

ڪافر دوزخ ۾ رڙيون ڪري چوندا يا الله! هڪ دفعو اسان کي هتان ڪڍ اسان آئنده ٻانها ٿي رهنداسين. جواب۾ ارشاد ٿيندو...... ”مزو چکو (پنهنجي ڪفر ۽ شرڪ جو) ظالمن جو هتي ڪوبہ مددگار ڪونهيۓ (سورة فاطر، آيت نمبر 37). ....... الله تعاليٰ اان کي پنهنجي رحمت ۽ فضل ۽ ڪرم سان دوزخ جي عذاب کان پناهہ ڏئي بيشڪ اهو وڏو سخي، انعام ڏيڻ وارو، بادشاهہ، احسان ڪرڻ وارو، شفقت ڪرڻ وارو ۽ رحم ڪرڻ وارو آهي.

## 8. سخت سردي جو عذاب:

جهڙي طرح باهہ انساني جسم کي ساڙي ڇڏي ٿي اهڙي طرح سخت سردي بہ انساني جسم کي ساڙي ٿي ڇڏي. انهيءَ ڪري دوزخ ۾ شديد سرديءَ جو عذاب بہ هوندو. دوزخ جي انهيءَ طبقي جو نالو ”زمهرير“ آهي. زمهرير ۾ ڪيتريقدر سردي هوندي ان جو علم تہ عليم ۽ خبير ذات کي هوندو لين هي سردي جين تہ عذاب ڏيڻ لاءِ هوندي انهيءَ ڪري هن سرديءَ کان تہ بهرحال تمام گهٽي هوندي جيتري هن دنيا جي ڪنهن سرد خطي ۾ ڊسمبر ۽ جنوري جي مهينن ۾ ٿي سگهي ٿي ۽ جنهن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ گرم ڪپڙا، ڪمبل، سوڙيون، هيٽر، باهہ جون سگريون، گرم کان گرم کائڻ پيئڻ جون شيون ۽ نہ ڄاڻ ڇا ڇا جو بندوبست ڪيو ويندو آهي. پر تڏهن بہ ڪنهن بي احتياط

ماڻهوءَ کي ڪنهن عارضي ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندي آهي. احتياطي تدبيرن کان سواءِ ننگي بدن انسان کي دنيا جي سردي برداشت ڪرڻي پوي ته اها به عذاب کان گهٽ نه آهي. حالانڪ ارشاد نبوي صلي الله عليه وسلم جي مطابق دنيا جي سردي رو دوزخ جي اندرئين ساهه کان پيدا ٿيندي آهي (بخاري). ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته رڳو دوزخ جي اندرئين ساهه سان پيدا ٿيڻ واري سردي جيڪڏهن انسان کي ايتريقدر ناقابل برداشت آهي ته پوءِ دوزخ جي اندر سردي جي طبقي ”زمهرير“ ۾ انسان جو ڇا حال هوندو؟

الله تعاليٰ انسان کي ڏاڍو نرم نازڪ ۽ حساس جسم عطا ڪيو آهي. ايتريقدر نرم ۽ نازڪ جو صرف 35 ۽ 37 ڊگري سينٽي گريڊ جي وچ ۾ انسان صحتمند رهي سگهي ٿو. انهيءَ درجي حرارت کان گهٽ يا وڌ بڻي بيماري جون علامتون آهن. جيڪڏهن جسم جو

درجو حرارت 35 کان گهٽجي 26 ڊگري سينٽي گريڊ تائين پهچي ته موت واقع ٿي وڃي ٿو ۽ جيڪڏهن اهو درجو حرارت شديد سردي جي ڪري جسم جي ڪنهن حصي ۾ منفي 6.75 ڊگري سينٽي گريڊ (يا 20 ڊگري فارنهائيٽ) تائين پهچي وڃي ته جسم جو اهو حصو سردي جي ڪري سڙي يا ڳري هڪدم الڳ ٿي وڃي ٿو. جنهن کي طبي اصطلاح ۾ ڇيو وڃي ٿو.

ٿوري دير جي لاءِ فرض ڪيوته "زمهرير"۾ صرف ايتريقدر سردي هوندي جنهن سان جسم جي اندر جو درجو حرارت منفي 6.7 ڊگري سينٽي گريڊ (يا 20 ڊگري فارنهائيٽ) تائين پهچي وڃي ته انهي عذاب جي اها ڪيفيت هوندي جو زنده انسان جو جسم شديد سردي جي ڪري واري جي زرن وانگر زرا ذرا ٿي بگڙجي ويندو ۽ پوءِ ان کي نئين سري کان جسم ڏنو ويندو. وري سردي جي شدت جي ڪري ان جو جسم

ذرا ذرا ٿي ويندو ۽ وري ان کي جسم ڏنو ويندو. مطلب تہ جيستائين اهو زمهريرم رهندو، انهيءَ عذاب اليمرم مبتلا رهندو.

مٿي ذڪر ڪيل هيءُ تجزيو رڳو سائنسي حقيقتن ۽ تجربن جي روشنيءِ ڪيو ويو آهي جڏهن تہ هيءَ ڳالهہ ظاهر آهي تہ دوزخ جي گرمي وانگر زمهرير جي سردي بہ دنيا جي سرديءَ کان ڪئين دفعا وڌيڪ شديد هوندي. زمهرير جي اصل سرديءَ ۾ عذاب ۽ تڪليف جي ٺيڪ ٺيڪ ڪهڙي ڪيفيت هوندي، ان جو اسان شايد هن دنيا ۾ تصور بہ نٿا ڪري سگهون. ليڪن هن ڳالهہ ۾ ڪنهن بہ شڪ جي گنجائش نہ آهي تہ دوزخ جي باهہ هجي يا زمهرير جي سردي، ڪافر زندگيءَ تي موت کي ترجيح ڏيندا ۽ بار بار موت گهرندا....... ۽ اهي پڪاريندا، ”اي مالڪ! (دوزخ جي داروغي جو نالو) (ڪاش!) تنهنجو رب اسان جو ڪم پورو ڪري

ڇڏي.” جواب ۾ حڪم ٿيندو...... ”بيشڪ هاڻي توهان انهيءَ ۾ ئي رهندؤ (سورت زخرف، آيت نمبر 77).

الله تعاليٰ سڀني مسلمانن کي پنهنجي فضل ۽ ڪرم ۽ احسان سان زمهرير جي عذاب کان پناهه عطا فرمائي هو يقينن وڏو بخشڻهار، درگذر ڪرڻ وارو ۽ پنهنجن ٻانهن تي رحم ۽ شفقت ڪرڻ وارو آهي.

9. ڪي نامعلوم عذاب:

قرآن ۽ حديث ۾ باهه کان علاوه دوزخ ۾ ڏيڻ وارن ڪيترن ئي قسمن جو جتي عام طور ذڪر ڪيو ويو آهي اتي ڪن گناهن جي لاءِ خاص خاص عذابن جو به ذڪر ڪيو ويو آهي. ليڪن ان سان گڏوگڏ الله تعاليٰ هي ڳالهه به ارشاد فرمائي آهي ته ..... ”۽ انهيءَ قسم جا ڪجهه ٻيا عذاب به هونداءِ (سورة

ص، آيت نمبر 58). ۾ ڪٿي........ ”وڏو سخت عذاب۾ ڇوڙ ڪي ئي ڪافي سمجهيو ويو آهي ”ڪجهه ٻيا عذاب۾ يا ”عذاب اليمرِ يا ”عذاب عظيم۾ ڇا هوندا؟ ان جو علم صرف الله تعاليٰ کي ئي آهي.

محسوس ائين ٿو ٿئي ته هونءَ ته جيل۾ ڏوهارين جون سزائون مقرر هونديون آهن پر ڪن نامي گرامي ڏوهارين جي لاءِ ڪڏهن ڪڏهن مٿيان آفيسر صرف ايترو چئي ڇڏيندا آهن ته ”فلاڻي ڏوهاري کي چڱيءَ طرح سبق سيکاريو وڃي۾ جيل جا محافظ چڱيءَ طرح ڄاڻندا آهن ته انهن جا مٿيان آفيسر ڇا ٿا چاهين ۾ اهڙن ڏوهارين کي سبق سيکارڻ جو ڪهڙو طريقو آهي. اهڙي طرح الله تعاليٰ ڪفر جي وڏن وڏن علمبردارن کي سبق سيکارڻ جي لاءِ صرف ايترو حڪم فرمائيندو ته فلاڻي فلاڻي ڏوهاري کي عذاب اليم ڏنو وڃي ۾ دوزخ جا داروغا چڱيءَ طرح ڄاڻندا

هوندا ته اهڙن ڪٽن ڪافرن کي عذاب اليم ڏيڻ جون کهڙيون کهڙيون صورتون آهن ۽ جيڪي ڏوهاري عذاب عظيم جا مستحق آهن انهن کي عذاب عظيم ڪيئن ڏيڻو آهي. والله اعلم بالصواب.

هي آهي اهو دوزخ ۽ ان جا عذاب، جن کان خبردار ڪرڻ جي لاءِ الله جي رسول ﷺ کي ”نذير“ ڻاهي موڪليو ويو ۽ پاڻ ﷺ ماڻهن کي باهه کان ڊيڄارڻ ۾ ڪا ڪسر باقي نه ڇڏي. ماڻهن کي بار بار خبردار ڪيو..... ”(اي انسانو!) باهه کان بچو چاهي ڪتل جو هڪڙو ٽڪرو صدقو ڏئي ۽ جنهن وٽ اهو به نه هجي ته چڱي ڳالهه ڪري بچيۓ (مسلم). يعني باهه کان بچڻ ايترو ضروري آهي جو جنهن وٽ صدقو ۽ خيرات ڪرڻ لاءِ ڪجهه به نه هجي ته اهو ڪتل جو هڪڙو ٽڪرو ئي صدقو ڪري بچي ۽ جنهن وٽ ڪتل جو ٽڪرو به نه هجي ته اهو ڪا سني ۽ چڱي ڳالهه

ڪري بچڻ جي ڪوشش ڪري. رسول اڪرم صلى الله عليه وسلم جا آخري، الفاظ. ”جنهن وٽ ڪتل جو ٽڪرو بہ نہ هجي....۽ اهو ظاهر ڪن ٿا تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم پنهنجي اُمت کي باهہ کان بچائڻ لاءِ ڪيڏو نہ تڙپ ۽ خواهش رکندا هئا. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما فرمائن ٿا تہ رسول اللهصلى الله عليه وسلم اسان کي دوزخ جي باهہ کان بچڻ جي لاءِ دعا اهڙي طرح سيکاريندا هئا جهڙي طرح قرآن مجيد جون سورتون سيکاريندا هئا (نسائي).

حضرت مالڪ بن دينار رحمت الله عليہ فرمائن ٿا تہ جيڪڏهن مون وٽ مددگار هجن تہ مان انهن کي سڄي دنيا ۾ اعلان ڪرڻ لاءِ موڪلي ڇڏيان تہ اهي اعلان ڪن، ”اي انسانو! دوزخ جي باهہ کان بچو! انسانو! دوزخ جي باهہ کان بچو.۽ سڄي دنيا ۾ نہ سهي ليڪن

ايترو تہ گھٽ۾ گھٽ اسان مان هرڪو ڪري سگھي ٿو تہ پنهنجي ٻارن ٻچن کي دوزخ جي باھ کان خبردار ڪري، پنهنجي عزيزن قريبن کي دوزخ جي باھ کان ڊيڄاري، پنهنجي دوستن احبابن ۽ سڄي ڪٻي جي پاڙي وارن کي دوزخ جي باھ کانخبردار ڪري تہ اي انسانو! باھ کان بچو ڇاهي ڪتل جو هڪڙو ٽڪرو ڏئي ۽ جنهن وٽ اهو بہ نہ هجي تہ اهو ڪا چڱي ڳالھ چئي (پاڻ کي) بچائي (مسلم).

حد گھرجي سزا۾....!

دوزخ جي باھ ۽ ان جي مختلف قسم جي عذابن جو مطالعو ڪرڻ وقت ماڻهوءَ جا لڱَ ڪاندرجي وڃن ٿا. ماڻهو بي اختيار دوزخ کان پناھ گھرڻ لڳي ٿو. ليڪن ان سان گڏوگڏ هي خيال بہ اچي ٿو تہ سڄي زندگيءَ جا گناھ، خواہ اهي ڪيترائي ڇو نہ هجن،

بهرحال انهن گناهن جي سزا جي لاءِ حد هجڻ گهرجي ۽ وري اها ذات جيڪا پنهنجي ٻانهن تي انتهائي رحيم ۽ مهربان آهي. اها هميشہ هميشہ جي لاءِ انسانن کي ڪيئن ۽ ڇو باهہ ۾ وجهي ڇڏيندي؟

هن سوال جو جواب تلاش ڪرڻ کان اڳ، الله تعاليٰ جي جزا ۽ سزا جي قانونن مان هڪ اهم قانون ذهن نشين ڪرڻ گهرجي. رسول الله ﷺ جو ارشاد مبارڪ آهي، ”جنهن شخص ماڻهن کي هدايت جي دعوت ڏني ان کي انهن سڀني ماڻهن جيترو ثواب ملندو جن ان دعوت تي عمل ڪيو هوندو ۽ انهن ماڻهن جي ثواب مان ڪابہ گهٽتائي نہ ڪئي ويندي. اهڙي طرح جنهن شخص ماڻهن کي گمراهي جي طرف سڏيو ان کي انهن سڀني ماڻهن جي گناهہ جيترو گناهہ ملندو جن ان جي دعوت تي گناهہ ڪيو هوندو. جڏهن تہ گناهہ ڪرڻ وارن جي پنهنجن گناهن ۾ ڪابہ

گهٽتائي نہ ڪئي ويندي” (مسلم). هن قانون جي وڌيڪ وضاحت هابيل ۽ قابيل جي واقعي مان بہ ٿئي ٿي جنهن جي باري ۾ پاڻ صلى الله عليه وسلم جو ارشاد مبارڪ آهي، ”دنيا ۾ ڪوبہ شخص ظلم سان قتل نٿو ڪيو وڃي ليڪن آدم جو پهريون پٽ يعني قابيل (قاتل) بہ ان جي گناهہ ۾ شريڪ ٿئي ٿو. ڇو تہ ان سڀني کان پهريائين قتل جو طريقو ايجاد ڪيو هو۽ (بخاري ۽ مسلم). هن قانون جي تحت هڪ ڪافر کي صرف ان جي پنهنجي ڪفر جي سزا نہ ملندي بلڪہ ان جي اولاد ۽ پوءِ ان جي اولاد..... ايتريقدر جو قيامت تائين ان جي نسل مان جيترا بہ ڪافر پيدا ٿيندا انهن سڀني ڪافرن جي ڪفر جي سزا ان پهرئين ڪافر کي ملندي جنهن الله ۽ ان جي رسول کي مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو جڏهن تہ انهن سڀني ڪافرن کي انهن جي ڪفر جي سزا بہ ملندي ۽ اهو معاملو هر انهيءَ ڪافر

سان ٿيندو جنهن پنهنجي اولاد کي ڪفر جي تعليم ڏني ۽ ڪفر تي قائم رکيو. انهيءَ اصول جي تحت هر ڪافر جي گناهن جي فهرست ايتري تہ ڀاري ۽ ڊگهي نظر ٿي اچي جو ان جو دوزخ ۾ ابدي ٺڪاڻو عدل ۽ انصاف جي تقاضائن جي عين مطابق نظر اچي ٿو. هي معاملو تہ ٿيو فرد واحد جي ڪفر جو پر جيڪڏهن ڪو ڪافر ڪفر کي اجتماعي شڪل ڏئي ڪنهن معاشري، ملڪ يا سڄي دنيا تي مسلط ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو تہ اها منظم جدوجهد ان جي اصل گناهہ يعني ڪفر۾ وڌيڪ اضافي جو باعث ٿئي ٿي ۽ ان اضافي جو دارومدار هن ڳالهہ تي هوندو تہ ان منظم جدوجهد جي نتيجي ۾ ڪيترا ماڻهو گمراهہ ٿيا ۽ ان تحريڪ کي وڌائڻ ۾ ڪهڙا ڪهڙا ۽ ڪيترا ڏوهہ ڪيا ويا. مثال طور لينن ڪميونزم جي گمراهي ايجاد ڪئي ۽ وري ان گمراهي کي مختلف ملڪن تي مسلط ڪرڻ

لاءِ لکين انسانن کي بي دردي سان قتل ڪيو، مزاحمت ڪرڻ وارن لکين انسانن تي ظلم ۽ ستم جا پهاڙ ڪيرايا ويا، شهرن جا شهر ۽ ڳوٺن جا ڳوٺ ٽينڪن جي هيٺان لتاڙيا ويا. مسلم اڪثريتي رياستن ۾ اسلام جي راھ روڪڻ جي لاءِ هر طرح جون تدبيرون اختيار ڪيون ويون. الله ۽ ان جي رسول صلى الله عليه وسلم جي نالي وٺڻ تي پابندي، اذان تي پابندي، نماز تي پابندي، قرآن تي پابندي، مسجدن ۽ مدرسن تي پابندي، علماءَ، فضلاءَ ۽ مشائخ کي قتل ڪيو ويو ۽ اهي سڀ گناھ لينن جي گناهن ۾ اضافي ۾ اضافي جو سبب ٿيندا ۽ ائين هو پنهنجي صلبي نسل جي ڪافرن جي ڪفر جو ئي ذميدار نہ هوندو بلڪ اربن ڪربن انسانن جي گمراهي جو بار پنهنجي گردن تي کڻي قيامت جي ڏينهن حاضر ٿيندو. قتل ۽ غارت ۽ فساد في الارض جي ڏوهن جي فهرست ان کان علاوه

هوندي. آخر اهڙي اسلام دشمن ڪٽر ڪافر جي لاءِ دوزخ کان وڏيڪ موزون ٺڪاڻو ٻيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو.

مارچ 1846ع ۾ ”مهاراجه“ گلاب سنگهه ڪشمير خريد ڪري پنهنجو جابرانه تسلط قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ٻن مسلمان سردارن ”ملي خان ۽ سبز علي خان“ مزاحمت ڪئي. گلاب سنگهه ٻنهي سردارن کي اونڌو لڙڪائي کل لاهڻ جو حڪم ڏنو. هي نظارو ايترو ته خوفناڪ هئو جو گلاب سنگهه جو پٽ زنبير سنگهه ڏسي نه سگهيو ۽ دربار مان اٿي هليو ويو. گلاب سنگهه ان کي واپس گهرائي چيو، ”جيڪڏهن تو ۾ هي نظارو ڏسڻ جي همت نه آهي ته توکي ولي عهدي جي منصب تان معزول ڪيو ويندو.“ اسلام ۽ مسلمان دشمني جي هن تعليم ۽ تربيت جو حساب دوزخ جي باهه کان سواءِ ڪير به باق ڪري سگهي ٿو؟

هندستان جي ورهاي جي دوران ”لارڊ مائونٽ بيٽنؔ، ”سر پٽيلؔ، ”هزايڪسيلينسي نهروؔ ۽ آنجهاني گانڌيءَ جهڙي طرح سوچيل سمجهيل منصوبا ٺاهي مسلمانن جو بي انتها قتل عام ڪرايو، مسلمانن عورتن جي بي حرمتي ڪرائي، معصوم ٻارڙن کي ذبح ڪرايو، ان جو بدلو جيستائين دوزخ جي باھ، دوزخ جا نانگ ۽ وڇون نہ وٺندا تيستائين انهن بي گناھ مقتول مسلمانن، پاڪدامن مسلم عورتن ۽ معصوم مسلمان ٻارڙن جون دليون ڪيئن ٿڌيون ٿينديون؟ ان وانگر بوسينا، ڪوسوو ۽ شيشان وغيره پڻ.

اهڙي طرح اها عليم ۽ خبير ذات، جيڪا انسانن جي دلين ۾ لڪل تمنائن ۽ آرزوئن کان پوري طرح باخبر آهي، جيتري جيتري ۽ جيڪا جيڪا سزا ڪافرن جي لاءِ مقرر فرمائيندي، اهي نيڪ نيڪ انهيءَ سزا جا

مستحق هوندا. نہ ان سزا کان گهٽ نہ وڌيڪ. عدل ۽ انصاف جي تقاضائن جي عين مطابق هوندي ۽ اللّٰه سبحانہ و تعاليٰ جيڪو پنهنجي ساري مخلوق جي لاءِ بلا امتياز رحمان ۽ رحيم آهي، ڪنهن تي بہ ذري برابر ظلم نہ ڪندو..... ”۽ تنهنجو رب ڪنهن تي ذري برابر بہ ظلم نہ ڪندو“ (سورة ڪهف، آيت نمبر 49).

**پنهنجي اهل ۽ عيال کي دوزخ جي باهہ کان بچايو**

قرآن مجيد ۾ اللّٰه تعاليٰ ارشاد فرمايو آهي..... ”اي ايمان وارو! پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجي اهل ۽ عيال کي دوزخ جي باهہ کان بچايو، جنهن جو ٻارڻ انسان ۽ پٿر آهن، جنهن تي بد مزاج ۽ سخت گير ملائڪ مقرر آهن. اللّٰه تعاليٰ انهن کي جيڪو بہ حڪم ڏيندو آهي، ان جي نافرماني نہ ڪندا آهن بلڪ جيڪو بہ حڪم

ڏنو ويندو اٿن ان کي پورو ڪندا آهنءِ (سورة تحريڪم، آيت نمبر 6).

هن آيت سڳوري مان الله تعاليٰ ايمان وارن کي ٻن ڳالهين جو چٽو حڪم ڏنو آهي:

1. پنهنجو پاڻ کي دوزخ جي باهه کان بچايو.

2. پنهنجي اهل ۽ عيال کي دوزخ جي باهه کان بچايو.

اهل عيال مان مراد زال ۽ ٻار آهن. گويا هر ماڻهو پاڻ سان گڏ پنهنجي زال ۽ ٻارن (يعني اولاد) کي به دوزخ جي باهه کان بچائڻ جو پابند آهي ۽ اها پنهنجي اهل عيال سان سچي خير خواهيءَ جي به تقاضا آهي ته الله تعاليٰ جي حڪم جي بجا آوري به آهي. الله تعاليٰ رسول اڪرم___ کي جڏهن هي حڪم ڏنو..... (يعني پنهنجي قريبي عزيزن کي دوزخ جي باهه کان ڊيڄار) ته پاڻ صلى الله عليه وسلم پنهنجي ڪٽمب ۽ قبلي وارن کي دعوت

ڏئي گهرايو ۽ انهن کي دوزخ جي باھ کان ڊيڄاريو ۽ آخر ۾ پنهنجي پياري ڌيءَ حضرت فاطمہ رضي الله عنها جو نالو وٺي فرمايائون..... اي فامہ! (رضي الله عنها) پنهنجو پاڻ کي دوزخ جي باھ کان بچاءِ، الله جي مقابلي ۾ (قيامت جي ڏينهن) مان تنهنجي ڪنهن بہ ڪم نہ ايندس (مسلم). پنهنجي عزيزن قريبن ۽ ڪٽنب ۽ قبيلي وارن کي دوزخ جي باھ کان ڊيڄارڻ کان پوءِ پنهنجي پياري ڌيءَ کي دوزخ جي باھ کان ڊيڄاري پاڻ ﷺ سڀني مسلمانن کي خبردار ڪري ڇڏيو آهي تہ پنهنجي اولاد کي دوزخ جي باھ کان بچائڻ بہ والدين جي فرضن مان هڪ فرض آهي.

هڪ حديث شريف ۾ ارشاد نبوي ﷺ آهي، ”هرڪو ٻار فطرت (اسلام) تي پيدا ٿئي ٿو. ان جا والدين ان کي يهودي، عيسائي يا آتش پرست بنائي ٿا ڇڏينۓ (بخاري). گويا عام اصول اهو آهي تہ والدين ئي

اولاد کي جنت جي رستي تي يا دوزخ جي رستي تي گامزن ڪن ٿا.

الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ انسان جي گهٽين ئي ڪمزورين جو ذڪر ڪيو آهي. مثال طور، ”انسان وڏو ظالم ۽ ناشڪرو آهي“ (سورة ابراهيم، آيت نمبر 34) ”انسان وڏو جلد باز آهي“ (سورة بني اسرائيل، آيت نمبر 11) وغيره. ٻين ڪمزورين وانگر هڪ ڪمزوري اها به بيان ڪئي وئي آهي ته انسان جلد حاصل ٿيڻ وارن فائدن کي وڏيڪ اهميت ڏئي ٿو چاهي اهي عارضي ۽ ٿورڙا ڇو نه هجن. جڏهن ته دير سان حاصل ٿيڻ وارن فائدن کي نظر انداز ڪري ڇڏي ٿو چاهي اهي ابدي ۽ گهڻا ڇو نه هجن. ارشاد باري تعاليٰ آهي..... ”بيشڪ هي ماڻهو جلد حاصل ٿيڻ واري شيءِ (يعني دنيا) سان محبت ٿا ڪن ۽ اڳتي اچڻ واري ڀاري ڏينهن کي نظر انداز ڪري ڇڏين ٿا ۽

(سورة دهر. آيت نمبر 27). اهو انسان جي انهيءَ فطري ڪمزوري جو نتيجو آهي ته گهڻا والدين پنهنجي اولاد کي دنيا جي عارضي زندگيءَ ۾ اعليٰ منصب ۽ باعزت ۽ باوقار مرتبو ڏيارڻ جي لاءِ اعليٰ کان اعليٰ تعليم ڏيارڻ جو بندوبست ڪن ٿا خواه ان جي لاءِ انهن کي ڪيتروئي عرصو ڇو نه لڳي ۽ ڪيتري ئي دولت ڇو نه خرچ ڪرڻي پوي ۽ ڪيترين ئي تڪليفون ۽ مصيبتون برداشت ڇو نه ڪرڻيون پون. جڏهن تمام گهٽ تعداد اهڙن والدين جو آهي جيڪي پنهنجي اولاد کي آخرت جي ابدي زندگي ۾ اعليٰ منصب ۽ باعزت ۽ پروقار مرتبو ڏيارڻ لاءِ ديني تعليم ڏيارڻ جو بندوبست ڪن ٿا. جنهن جو حاصل ڪرڻ دنياوي تعليم جي مقابلي ۾ آسان به آهي ۽ ديني

۽ دنياوي اعتبار کان والدين جي لاءِ فائديمند بہ آهي.

دنياوي تعليم حاصل ڪرڻ وارا اڪثر ٻار عملي زندگيءَ ۾ پنهنجي والدين جا باغي ۽ خود سر ثابت ٿين جڏهن تہ ديني تعليم حاصل ڪرڻ وارا اڪثر ٻار پنهنجي والدين جا فرمان بردار ۽ خدمتگار ثابت ٿين ٿا ۽ آخرت جي اعتبار کان تہ يقيني اهوئي اولاد والدين جي لاءِ فائدي مند ثابت ٿيندو جيڪو صالح، متقي ۽ ديندار هوندو. انهن سڀني حقيقتن کي ڄاڻڻ ۽ مڃڻ جي باوجود بنا مبالغي جي نوانوي فيصد تعداد انهن ماڻهن جو آهي جيڪي دنياوي تعليم کي ديني تعليم تي ترجيح ڏين ٿا. اچو تہ! انسان جي هن ڪمزوريءَ جي هڪ ٻئي رخ جو بہ جائزو وٺون.

فرض ڪريو تہ هڪڙي گهر کي باهہ لڳي ٿي. انهي گهر جا سمورا ڀاتي گهر کان ٻاهر نڪري اچن ٿا، پر

غلطيءَ کان هڪڙو ٻار گهر جي اندر رهجي وڃي ٿو. اندازو ڪريو تہ اهڙي صورتحال ۾ والدين جي بيقراري جو ڇا حال هوندو؟ دنيا جي ڪا مصروفيت يا مجبوري مثال طور واپار، نوڪري، حادثو يا بيماري وغيره والدين جو توجہ ٻار کان هٽائي سگهندا؟ هرگز نہ! ٻار جيستائين باهہ کان بچي ٻاهر نٿو اچي، والدين کي ٿورڙي دير جي لاءِ بہ چين نصيب نہ ٿيندو؟

پنهنجي ٻچڙي کي باهہ کان بچائڻ لاءِ والدين کي پنهنجي جان قربان ڪرڻي پوي تہ بہ ڪندا ليڪن ڪيتري نہ تعجب جي ڳالهہ آهي جو هن عارضي زندگيءَ ۾ تہ هر شخص جو شعور اهو ڪم ڪري ٿو تہ ان کي پنهنجي اولاد کي هر قيمت تي بچائڻ گهرجي پر آخرت۾ دوزخ جي باهہ کان بچائڻ جو شعور تمام ٿورڙن ماڻهن کي ئي حاصل آهي. بيشڪ اللّٰہ تعاليٰ سچ فرمايو آهي..... ”منهنجي ٻانهن مان

شڪر گذار ٿورڙائي هوندا آهنؐ (سورة سبا، آيت نمبر 13).

انهۀ ڪو شڪ نہ آهي تہ انسان جي هيءَ ڪمزوري ان آزمائش جو حصو آهي جنهن جي لاءِ ان کي دنيا ۾ موڪليو ويو آهي. ليڪن عقلمند اهو آهي جيڪو هن آزمائش جو شعور حاصل ڪري ۽ هن آزمائش جو شعور اهو آهي تہ انسان پنهنجي خالق ۽ مالڪ جو حڪم بنا چون چرا جي تسليم ڪري. الله تعاليٰ ايمان وارن کي دوزخ کان بچڻ ۽ پنهنجي اهل و عيال کي دوزخ کان بچائڻ جو حڪم ڏنو آهي تہ ايمان جي تقاضا اها آهي تہ هر مسلمان پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجي زال 7 ٻارن کي دوزخ جي باھہ کان بچائڻ جي لاءِ ان بيقراري ۽ پريشاني کان 69 درجا وڌيڪ بيقراري ۽ پريشاني مهسوس ڪري جيتري هر شخص پنهنجو پاڻ کي يا پنهنجي زال ۽ ٻارن کي هن دنيا جي

باھ کان بچائڻ لاءِ محسوس ڪري ٿو. ھن ذميداري

کي پوري ڪرڻ لاءِ ھر مسلمان کي ٻن ڳالھين جو

بندوبست ھر قيمت تي ڪرڻ گھرجي.

پھريون قرآن ۽ حديث جي تعليم جو بندوبست
جھالت ۽ لاعلمي چاھي دنيا جي معاملي ۾ ھجي يا

دين جي معاملي ۾، انسان جي لاءِ نقصان ۽ خساري

جو سبب ٿئي ٿي. خود الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ ارشاد
فرمايو آھي.... ”ڀلا جيڪي ماڻھو علم رکن ٿا ۽
جيڪي ماڻھو علم نٿا رکن، ٻئي برابر آھن ڇا؟
(سورة زمر، آيت نمبر 9).
ھيءَ ھڪ عام مشاھدي جي ڳالھ آھي تہ جيڪو
شخص آخرت تي امينا رکي ٿو، حشر نشر جي حالتن
کان واقف آھي، جنت جي ابدي نعمتن ۽ دوزخ جي

عذابن ۽ تڪليفن جو علم رکي ٿو. ان جي زندگي ان شخص جي زندگي کان بلڪل مختلف هوندي جيڪ رڳو رسمي طور تي آخرت کي مڃي ٿو ليڪن حشر نشر جي حالتن، جنت جي ابدي نعمتن ۽ دوزخ جي عذابن کان بي خبر رڳو رسمي طور تي آخرت کي مڃي ٿو ليڪن حشر نشر جي حالتن، جنت جي ابدي نعمتن ۽ دوزخ جي عذابن کان بي خبر آهي. ڪتاب ۽ سنت جو علم رکڻ وارا ماڻهو ٻين ماڻهن جي مقابلي ۾ وڌيڪ سچار، ايماندار، متقي ۽ وک وک تي الله تعاليٰ کان ڊڄڻ وارا هوندا آهن. ارشاد رباني آهي..... ”حقيقت اها آهي تہ الله جي ٻانهن مان صرف علم (قرآن ۽ حديث) رکڻ وارا ماڻهو ئي ان کان ڊڄندا آهن“ (سورة فاطر، آيت نمبر 28). پوءِ جيڪي ماڻهو پنهنجي اولاد کي دنياوي تعليم جي خاطر قرآن ۽ حديث جي تعليم کان محروم ٿا ڪن اهي حقيقت ۾

پنهنجي اولاد جي عاقبت برباد ڪري انهن تي ظلم عظيم ڪن ٿا ۽ جيڪي ماڻهو پنهنجي اولاد کي دنيا جي تعليم سان گڏوگڏ قرآن ۽ حديث جي تعليم به ڏيارن ٿا اهي نه صرف پنهنجي اولاد جي عاقبت سنواري انهن تي وڏو احسان ٿا ڪن پرخود به الله تعاليٰ جي عدالت ۾ سرخرو ٿي پنهنجو پاڻ کي انعام ۽ اڪرام جو مستحق ٺاهين ٿا.

ٻيون ته گهر ۾ اسلامي ماحول قائم ڪرڻ:

ٻار جي شخصيت کي قرآن ۽ سنت جي تعليم کان روشناس ۽ پڪو ڪرڻ لاءِ گهر جي اندر اسلامي ماحول جو قائم ڪرڻ نهايت ضروري آهي. پنج وقت پابندي سان نماز جو بندوبست ڪرڻ، گهر ۾ ايندي ويندي سلام چوڻ، سچ ڳالهائڻ جي عادت وجهڻ، کائڻ پيئڻ ۾ اسلامي آداب جو خيال رکڻ، صدقو ۽

خيرات جي عادت وجهڻ، سمهڻ ۽ جاڳڻ جي دعائن جو بندوبست ڪرڻ، موسيقي ڳائڻ وڄائڻ، تصويرن، فلمي رسالن، اگهاڙين تصويرن وغيره تي مشتمل اخبارن وغيره کان گهر کي پاڪ رکڻ، ڪوڙ، گلا، گارگند ۽ لڙائي جهڳڙي کان بچڻ، انبياءَ ڪرام جا واقعا، سيرت طيبہ، قرآني قصا، غزوات، صحابہ ڪرام ۽ صحابيات رضوان الله عليهم اجمعين جي سيرت وغيره تي مشتمل لٽريچر ٻارن کي فراهم ڪرڻ، پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان سهٽي سلوڪ سان پيش اچڻ، اهي سڀ ڳالهيون اهڙيون آهن جيڪي ٻار جي شخصيت تعمير ڪرڻ ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪن ٿيون. انهيءَ ڪري جيڪي والدين پنهنجي اولاد کي دوزخ جي باهہ کان بچائڻ جي ذميداري پوري ڪرڻ چاهين ٿا انهن تي لازم آهي تہ اهي پنهنجن ٻارن کي قرآن ۽

حديث جي تعليم ڏيارڻ سان گڏوگڏ گھر جي اندر مڪمل اسلامي ماحول بہ فراهم ڪن.

هڪ غلط فهمي ۽ ان جو ازالو:

اللّٰه تعاليٰ جي حڪم جي نافرماني ڪرڻ ڪان پوءِ شيطان کي جڏهن دربار الاهي مان تڙيو ويو تہ هن عهد ڪيو ”اي منهنجا رب! مان انسانن جي لاءِ زمين ۾ وڏي ڪشش ۽ زينت پيدا ڪندس ۽ سيني کي گمراهہ ڪري ڇڏيندس سا تنهنجي مخلص ٻانهن جي (سورة حجر، آيت نمبر 39). ٻئي جاءِ تي اللّٰه تعاليٰ شيطان جا هي الفاظ نقل فرمايا آهن، ”مان انهن کي (گمراهہ ڪرڻ لاءِ) اڳيان پٺيان ۽ سڄي کٻي هر طرف کان گھيريندس.“ (سورة اعراف، آيت نمبر 17). حقيقت اها آهي تہ شيطان رات ڏينهن هرهڪ

انسان جي پويان لڳو ٿو رهي ته جيئن موت کان اڳ ۾ ان کي ڪنهن فتني ۾ ڦاسائي جنت جي راهه کان هٽائيءَ دوزخ جي راهه تي هلائي ڇڏي. انسانن کي گناهن تي ڇمائي بيهارڻ ۽ انهن ۾ بي عملي پيدا ڪرڻ لاءِ شيطان جو سڀ کان وڏيڪ پرڪشش هٿيار اهو آهي ته ”الله وڏو غفور ۽ رحيم آهي اهو سڀ ڪجهه معاف ڪري ڇڏيندوءِ.

انهيءَ ڳالهه ۾ شڪ نه آهي ته الله تعاليٰ جي رحمت وڏي ڪشادي ۽ وسيع آهي ۽ الله تعاليٰ جي غصي تي غالب آهي ليڪن انهيءَ رحمت جي حاصل ڪرڻ جي لاءِ به الله تعاليٰ ڪي قانون ۽ قاعدا قرآن مجيد ۾ واضح ڪري ڇڏيا آهن. ارشاد باري تعاليٰ آهي.... ۽ جيڪو شخص توبه ڪري ۽ ايمان آڻي، نيڪ عمل ڪري ۽ پوءِ هدايت تي ڄميو رهي، ان جي لاءِ مان

وڏو ئي بخشڻهار آهيانءِ (سورة طہ، آيت نمبر 82)

هن آيت ۾ الله تعاليٰ بخشش جي لاءِ چار شرط مقرر فرمايا آهن.

1. توبہ: جيڪڏهن ڪو شخص ڦريائين ڪفر ۽ شرڪ ۾ مبتلا هو تہ ان جو ڪفر ۽ شرڪ کان مڙڻ، ليڪن جيڪڏهن ڪو شخص ڪافر يا مشرڪ نہ هئو پر ائين ئي ڪبيره گناهن ۾ مبتلا هئو تہ ان جو ڪبيره گناهن کان باز اچڻ ۽ ترڪ ڪرڻ ڦهريون شرط آهي.

2. ايمان: سچي دل سان الله ۽ ان جي رسول صلى الله عليه وسلم تي ايمان آڻڻ ۽ ڪتابن تي، ملائڪن تي ۽ آخرت تي ايمان آڻڻ ٻيون شرط آهي.

3. صالح عمل: الله ۽ ان جي رسول صلى الله عليه وسلم تي ايمان آڻڻ کان پوءِ ۽ ان جي رسول صلى الله عليه وسلم جي حڪمن جي مطابق زندگي گذارڻ. زندگي جي هر معاملي ۾ رسول

اڪرم صلى الله عليه وسلم جي سنت سڳوري جي پيروي ڪرڻ ٽيون شرط آهي.

4. استقامت (ڄمي رهڻ): الله يا الله جي رسول صلى الله عليه وسلم جي اطاعت ۾ جيڪڏهن ڪا مصيبت يا آزمائش اچي ته ڄمي ان جو مقابلو ڪرڻ چوٿون شرط آهي.

جيڪو شخص مٿي ذڪر ڪيل چارئي شرط پورا ڪندو ته الله تعاليٰ انهي شخص سان بخشش ۽ مغفرت جو واعدو فرمايو آهي ۽ اهو آهي الله تعاليٰ جو قانون ۽ ضابطو رحم فرمائڻ ۽ ماڻهن جا گناهه معاف ڪڻ جو.

هڪ ٻئي جاءِ تي الله تعاليٰ توبه جو قائدو بيان فرمائيندي هي ڳالهه چٽي فرمائي آهي ته توبه انهن ماڻهن جي قبول آهي جيڪي اڻڄاڻائي يا پل چڪ ۾ گناهه ڪن ٿا. ليڪن جيڪي ماڻهو ڄاڻي واڻي گناهه

ڪندا ٿا رهن انهن جي لاءِ مغفرت نہ آهي. بلڪ دردناڪ عذاب آهي.... ”ها اهو ڄاڻي ونو تہ الله تعاليٰ تي توبہ جي قبوليت جو حق انهن ماڻهن جي لاءِ آهي جيڪي ناداني جي ڪري ڪو بڇڙو ڪم ڪري وجهن ٿا ۽ ان کان پوءِ جلدي توبہ ڪري وٺن ٿا. اهڙن ماڻهن تي الله ٻيهر پنهنجي رحم جي نظر سان متوجہ ٿئي ٿو ۽ الله سڀني ڳالهين جي خبر رکندڙ حڪيم ۽ دانا آهي. (۽ هي بہ ڄاڻي ونو تہ) توبہ انن ماڻهن جي لاءِ نہ آهي جيڪي بڇڙا ڪم ڪندا يندا آهن ايستائين جو انهن مان جڏهن ڪنهن جي موت جو وقت ايندو آهي، ان وقت اهو چوندو آهي تہ هاڻي مون توبہ ڪئي ۽ اهڙي طرح توبہ انهن ماڻهن جي لاءِ بہ نہ آهي جيڪي مرڻ گهڙيءَ تائين ڪافر رهن. اهڙن

ماڻهن جي لاءِ ته اسان دردناڪ عذاب تيار ڪري ڇڏيو آهي (سورة نساءَ، آيت نمبر 17 ۽ 18).

هن آيت مان ٽي ڳالهيون صاف واضح آهن:

1. گناهن کان معافي صرف انهن ماڻهن جي لاءِ آهي جيڪي بي خبري يا پل چڪ ۾ گناهه ڪن ٿا.

2. سڄي زندگي ڄاڻي واڻي گناهه ڪرڻ وارن لاءِ دردناڪ عذاب آهي.

3. ڪفر جي حالت ۾ مرڻ وارن جي لاءِ دردناڪ عذاب آهي.

عهد نبوي صلی الله علیه وسلم ۾ جنگ تبوڪ جي موقعي تي حضرت ڪعب بن مالڪ رضي الله عنه حضرت بلال بن اميه رضي الله عنه ۽ حضرت مراره بن ربيع رضي الله عنه کان غلطيءَ ۾ ڪوتاهي ٿي، ٽنهي ڄڻن توبه استغفار ڪئي ۽ الله تعاليٰ انهن جي توبه قبول

فرمائي. جڏهن انهيءَ ئي جنگ جي موقعي تي منافقن
ڇاڏي واڏي الله ۽ الله جي رسول صلى الله عليه وسلم جي نافرماني
ڪئي. انهن به پاڻ صلى الله عليه وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿي
معذرت ڪئي ۽ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کي راضي ڪرڻ
چاهيائون ته الله تعالي چٿو پٿو فرمايو.... ”هي
ماڻهو سراسري گندگي آهن. انهن جو ٺڪاڻو جهنم
آهي انهن جي عملن جي بدلي ۾ جيڪي انهن ڪمايا ۽
(سورة توبه، آيت نمبر 95).

حضرت صحابه ڪرام رضوان ال عليهم اجمعين مان
ڪيترائي اهڙا هئا جن کي رسول الله صلى الله عليه وسلم ڇٽن لفظن
۾ جنت جي بشارت دنيا ۾ ئي ڏئي ڇڏي هئي مثال طور
عشره مبشره، اصحاب بدر ۽ اصحاب شجر ليڪن ان
جي باوجود اهي الله جي پڪڙ کان ايترا ته خوفزده
رهندا هئا جو جيئن ئي آخرت جو ذڪر ٿيندو هو ته
روئڻ لڳندا هئا. حضرت عثمان رضي الله عنه جهڙو

شخص جنهن کي رسول اڪرم صلى الله عليه وسلم هڪڙو دفعو نه پر ڪيترائي دفعا جنت جي بشارت ڏني ليڪن قبر جي ڳالهه ٻڌندا هائو ته ايتري قدر روئندا هئا جو ڏاڙهي مبارڪ ڳوڙهن سان پسجي ويندي هئي. حضرت عمر رضي الله عنه جمعي جي خطبي ۾ سورت تڪوير جي تلاوت ڪري رهيا هئا جڏهن..... (يعني قيامت جي ڏينهن هرهڪ شخص کي معلوم ٿي ويندو ته اهو ڇا ڪٽي آيو آهي) تي پهتا ته ايتريقدر الله جو خوف غالب آئين جو آواز نڪرڻ بند ٿي وين. حضرت شداد بن اوس رضي الله عنه بستري تي ليٽندا هئا ته پاسا ورائيندا رهندا هئا. ننڊ نه ايندي هئن ۽ فرمائيندا هئا. ”اي الله! دوزخ جو خوف منهنجي ننڊ ڪٽي ويو آهي“ ان کان پوءِ اٿي ويهندا هئا ۽ صبح تائين نماز ۾ آزي نيزاري ڪندا رهندا هئا

حضرت ابوهريره رضي الله عنه فرمائن ٿا ته سورت نجم نازل ٿي ته صحابه ڪرام رضوان الله عليهم هي آيت ٻڌي.... ”ڇا (قيامت جي) هنن ڳالهين تي توهان تعجب ٿا ڪائو. کلو ٿا روئو نه ٿاءِ (آيت نمبر 59 ۽ 60) ته ايتري قدر رنا جو ڳوڙها ڳلن تان وهڻ لڳن، رسول الله ...... روئڻ جو آواز ٻڌو ته ٻاهر نڪري آيا ۽ پاڻ صلى الله عليه وسلم جا به ڳوڙها نڪري آيا. حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما سورت مطففين جي تلاوت ڪري رهيا هئا جڏهن هن آيت تي پهتا.... قيامت جي ڏينهن سڀ ماڻهو رب العالمين جي سامهون (پيچا ڳاڇا جي لاءِ) بيٺا هوندا (آيت نمبر 6) ته ايتري قدر رنا جو پاڻ جهلي نه سگهيا ڪري پيا. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما سورت ”ق“ ۽ جي تلاوت ڪندي ڪندي جڏهن هن آيت تي پهتا ته.... ۽ موت جي سڪرات حق ڪٽي

اڃي پهتي (اي انسان!) هيءَ اها شيءِ آهي جنهن کان

تون پڇندو هئينءِ (آيت نمبر 91) تہ روئندي روئندي

هڏڪي ٻڌجي وين.

حضرت ابوهريره رضي اللّٰه عنہ پنهنجي آخري بيماريءَ ۾

روئڻ لڳا تہ ماڻهن روئڻ جو سبب پڇيس فرمايائون،

{مان دنيا جي لاءِ نٿو روئان بلڪ انهيءَ لاءِ ٿو روئان

تہ منهنجو سفر ڊگهو آهي ۽ سفر جو سامان گهٽ اٿم.

مون هڪڙي اهڙي ٽڪريءَ تي صبح ڪيو آهي جيڪا

جنت ۽ دوزخ ڏانهن اڏي رهي آهي ۽ مون کي ڪابہ

خبر نہ آهي تہ منهنجي منزل ڪهڙي آهي؟

حضرت ابو درداءُ رضي اللّٰه عنہ آخرت جي خوف کان

فرمائيندا هئا ”ڪاش! مان هڪڙو ننڍڙو وڻ هجان ها

جنهن کي ڪٽيو وڃي ها ۽ جانور ان کي کائي ڇڏين

ها.ءِ

حضرت عمران بن حصين رضي الله عنه فرمائيندا هئا،
”ڪاش! مان ڪنهن ٽڪري تي پيل خاڪ هجان ها
جنهن کي هوائون اڏائيندي ون وتن ها.

الله جي خدمت ۾ حساب ڪتاب ۽ پوءِ دوزخ جي
عذاب ڪان اها حالت صرف ٿورڙن جي ڪانه هئي بلڪ
سڀني صحابه ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين جو
معاملو اهڙو ئي هئو. وڌيڪ واقعات هن ئي ڪتاب
جي باب ”صحابه ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين ۽
دوزخ“ جي عنوان ۾ ڏسندا.

هاڻي سوال اهو آهي ته ڇا صحابه ڪرام رضوان الله
عليهم اجمعين کي اها خبر نه آهي ته الله تعاليٰ غفور
رحيم آهي؟ ڇا صحابه ڪرام رضوان الله عليهم
اجمعين کي اها خبر نه آهي ته الله تعاليٰ سڀئي گناهه
معاف ڪري سگهي ٿو؟ ڇا صحابه ڪرام رضوان
عليهم اجمعين کي اها خبر ڪانه هئي ته الله تعاليٰ

جي رحمت ان جي غضي تي غالب آهي؟ سڀ ڪجهه معلوم هئن بلڪ اسان کان وڌيڪ معلوم هئن ليڪن الله تعاليٰ جي عظمت، ڪبريائي ۽ جلال جو خوف هر وقت دل ۾ رهڻ عين عبادت آهي. ارشاد رباني آهي.... ”ماڻهن کان نہ ڊڄو بلڪ صرف مون کان ئي ڊڄو جيڪڏهن توهان واقعي مومن آهيوۓ (سورة آل عمران، آيت نمبر 175). اهوئي سبب آهي جو الله تعاليٰ جا ملائڪ بہ ان جي عذاب ۽ پڪڙ کان ڊڄندا آهن. رسول اڪرم صلی اللہ علیہ وسلم بہ الله جي عذاب ۽ پڪڙ کان ڊڄندا هئا. پاڻ صلی اللہ علیہ وسلم جو ارشاد مبارڪ آهي.... الله جو قسم! مان توهان سڀني ماڻهن کان وڌيڪ الله کان ڊڄڻ وارو آهيان“ (بخاري). الله جو رسول صلی اللہ علیہ وسلم تہ پنهنجن دعائن ۾ الله جو خوف خود طلب فرمائيندا هئا. پاڻ صلی اللہ علیہ وسلم جي دعائن مان هڪ اهم ترين دعا هي آهي.... ”اي الله! تون اسان کي

ايترو ڏيج عطا فرماءِ جيڪو اسان جي ۽ اسان جي گناهن جي وچ ۾ رڪاوٽ ٿي وڃي (ترمذي). هڪ دعا ۾ الله جي رسول صلى الله عليه وسلم الله جي ڏيج کان خالي رهڻ واري دل کان پناهه گهري آهي... (اي الله! مان اهڙي دل کان تنهنجي پناهه ٿو گهران جيڪا تو کان نه ڏڄي).

تابعين ۽ تبع تابعين يعني خيرالقرون جا سڀئي ماڻهو الله جي عذاب ۽ پڪڙ کان تمام گهڻو ڏڄندڙ هئا. الله جي عذاب ۽ پڪڙ کان بي خوف ٿي وڃڻ ته بذاب خود ڪبيره گناهه آهي. جنهن جو نتيجو پنهنجو پاڻ کي تباهي ۾ وجهڻو آهي. ارشاد باري تعاليٰ آهي.... ”الله جي چال کان اهي ئي ماڻهو بي خوف هوندا آهن جيڪي تباهه ٿيڻ وارا آهنۡ (سورة اعراف، آيت نمبر 99). انهي ڪري الله تعاليٰ جي معرفت ۽ بخشش جي اميد صرف انهيءَ شخص کي ڪرڻ گهرجي جيڪو الله کان ڏڄي زندگي ٿو گذاري ۽ اڻ ڄاڻائي ۾ ٿيڻ

وارن گناهن جي الله تعاليٰ کان مسلسل معافي گهرندو رهي ٿو. ليڪن جيڪو شخص مسلسل گناهہ ڪندو رهي ٿو ۽ ان سان گڏوگڏ اهو سمجهي ٿو تہ الله وڏو غفور رحيم آهي. ان کي يقين ڪرڻ گهرجي تہ اهو سراسر شيطان جي فريب ۾ ورتل آهي جنهن جو نتيجو سواءِ تباهي ۽ بربادي جي ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي.

ڪجهہ عرصي جي لاءِ دوزخ ۾ وڃڻ وارا ماڻهو:

مٿي ذڪر ڪيل عنوان سان هن ڪتاب ۾ هڪ باب شامل ڪيو ويو آهي جنهن ۾ انهن مسلمانن جي دوزخ ۾ وڃڻ جو ذڪر آهي جيڪي ڪن ڪبيره گناهن جي ڪري ڦريائين دوزخ ۾ ويندا ۽ پنهنجي گناهن جي سزا ڀوڳڻ کان پوءِ جنت ۾ داخل ٿيندا.

ذڪر ڪيل باب جي لاءِ اسان صرف انهن حديثن کي منتخب ڪيو آهي جن ۾ رسول الله صلى الله عليه وسلم چٽيءَ طرح (دخل النار) ”يعني اهو ماڻهو دوزخ ۾ داخل ٿيو“ جا الفاظ استعمال فرمايا آهن ان سان ملندڙ جلندڙ الفاظ استعمال فرمايا آهن ته جيئن ڪنهن قسم جي غلطي يا مونجهارو نه ٿئي. ليڪن ان مان اهو نتيجو نٿو ڪڍي سگهجي ته انهن ڪبيره گناهن کان علاوه ٻيا ڪبيره گناهه نه آهن جيڪي دوزخ ۾ وڃڻ جو سبب نه ٿي سگهندا هجن.

”ڪتاب النار“ ترتيب ڏيڻ جو مقصد صرف اهو آهي ته ماڻهو دوزخ جي عذاب ۽ تڪليفن کان آگاهه ٿين ۽ ان کان بچڻ جي وس آهر ڪوشش ڪن ان جي لاءِ ضروري هو ته ماڻهن کي انهن سمورن ڪبيره گناهن کان آگاهه ڪجي جيڪي دوزخ ۾ وڃڻ جو سبب

ٿي سگهن ٿا. انهيءَ لاءِ اسان ڪنهن ڊگهي بحث ۾ پوڻ جي بجاءِ امام ذهبي رحمت الله عليہ جي ڪتاب ”ڪتاب الڪبائرۃ مان ڪبيره گناهن جي فهرست پيش ڪري رهيا آهيون اميد ٿي ڪجي تہ الله جي عذابن ۽ عقوبتن کان ڊڄڻ وارا نيڪ ۽ متقي ماڻهو ان شاءَ الله هن مان ضرور فائدو حاصل ڪندا. اهي ڪبيره گناهہ هي آهن:

1. شرڪ ڪرڻ.
2. ناحق قتل ڪرڻ.
3. جادو ڪرڻ ۽ ڪرائڻ.
4. نماز ترڪ ڪرڻ.
5. زڪوات ادا نہ ڪرڻ.
6. بنا عذر رمضان جا روزا ترڪ ڪرڻ.
7. طاقت جي باوجود حج نہ ڪرڻ.
8. والدين جي نافرماني ڪرڻ.

9. قطع رحمي (عزيزن سان تعلق ٽوڙڻ).

10. زنا ڪرڻ.

11. عمل قوم لوط (هم جنس پرستي).

12. وياج (وياج وٺڻ، ڏيڻ، وياج جي معامن جي لکپڙهه ڪرڻ ۽ ان جي شاهدي ڏيڻ سڀ هڪ ئي درجي جا گناهه آهن).

13. يتيم جو مال کائڻ.

14. الله ۽ ان جي رسول صلى الله عليه وسلم ڏانهن ڪوڙي ڳالهه منسوب ڪرڻ.

15. جهاد جي ميدان مان ڀڄڻ.

16. حاڪم ۽ رعيت تي ظلم ڪرڻ ۽ ان کي ڌوڪو ڏيڻ.

17. تڪبر ۽ غرور ڪرڻ.

18. ڪوڙي شاهدي ڏيڻ.

19. ڪوڙو قسم کڻڻ.

20. جوا کيڏڻ.

21. پاڪدامن عورت تي تهمت لڳائڻ.

22. غنيمت جي مال ۾ خيانت ڪرڻ.

23. چوري ڪرڻ.

24. ڌاڙو هڻڻ.

25. شراب پيئڻ.

26. ظلم ڪرڻ.

27. ناجائز ٽيڪس وصول ڪرڻ.

28. حرام کائڻ.

29. خودڪشي ڪرڻ.

30. ڪوڙ ڳالهائڻ.

31. ڪتاب ۽ سنت جي خلاف فيصلو ڪرڻ.

32. رشوت وٺڻ.

33. مردن ۽ عورتن جو هڪ ٻئي جي مشابهت اختيار ڪرڻ.

34. ديوث بنجڻ.

35. حلالہ ڪيڻ ۽ ڪيرائڻ.

36. پيشاب کان احتياط نہ ڪرڻ.

37. رياءَ ۽ نمائش کان ڪم وٺڻ.

38. دنيا حاصل ڪرڻ لاءِ علم دين سکڻ ۽ دين جي علم کي لڪائڻ.

39. خيانت ڪرڻ.

40. احسان جتائڻ.

41. تقدير جو انڪار ڪرڻ.

42. ٻين جا راز تلاش ڪرڻ.

43. چغل خوري ۽ غيبت ڪرڻ.

44. لعنت ڪرڻ.

45. واعدا خلافي ڪرڻ.

46. نجومي جي تصديق ڪرڻ.

47. مڙس سان زال جو بداخلاقيءَ سان پيش اچڻ.

48. تصوير ڪيرائڻ.

49. ماتم ڪرڻ ۽ پار ڪڍڻ.

50. سرڪشي ڪرڻ.

51. غلام، ڪنيز ۽ زال سان بدسلوڪي ڪرڻ.

52. پاڙي واري کي ايذاءُ پهچائڻ.

53. عام مسلمان کي تڪليف پهچائڻ.

54. ڪنهن مسلمان تي دست درازي ڪرڻ.

55. پوتڙو (شلوار يا پاجامو) ٽڙين (مري) کان هيٺ ٻڌڻ.

56. مردن جو ريشم ۽ سون استعمال ڪرڻ.

57. غلام جو ڀڄڻ.

58. غير الله جي نالي جانور ذبح ڪرڻ.

59. حقيقي پيءُ جي بجاءِ ڪنهن ٻئي ڏانهن نسبت ڪرڻ.

60. ناحق لڙائي جهڳڙو ڪرڻ.

61. پنهنجي ضرورت کان وڌيڪ پاڻي جو ٻئي کي استعمال جي اجازت نہ ڏيڻ.

62. ماپ ۽ تور ۾ گھٽتائي ڪرڻ.

63. الله جي تدبير کان بي خوف ٿي وڃڻ.

64. صغيره گناھ تي اصرار ڪرڻ.

65. بنا عذر مستقل نماز بنا جماعت جي ادا ڪرڻ.

66. غير شرعي وصيت ڪرڻ.

67. ڪنهن کي ڌوڪو ۽ فريب ڏيڻ.

68. اسلامي حڪومت جي جاسوسي ڪرڻ.

69. رسول الله صلى الله عليه وسلم جي صحابين کي گاريون ڏيڻ.

هي سڀ گناھ اهي ڪبيره گناھ آهن، جن مان ڪنهن هڪ تي عمل ڪرڻ بہ انسان کي دوزخ ۾ وڃي وڃڻ لاءِ ڪافي آهن. انهيءَ ڪري دوزخ کان بچڻ لاءِ ضروري آهي تہ:

پهريون: مٿي ذڪر ڪيل سمورن گناهن کان مڪمل پرهيز ڪرڻ گهرجي.
ٻيون: جيڪڏهن ڪڏهن بشري تقاضائن جي تحت ڪو گناهه ٿي وڃي ته احساس ٿيندي ئي هڪدم الله تعاليٰ جي اڳيان توبه استغفار ڪئي وڃي ۽ آئنده جي لاءِ ان گناهه جي ويجهو نه وڃڻ پڪو عهد ڪري ڇڏجي.
ٽيون: جيڪڏهن انهيءَ گناهه ۾ ڪنهن ماڻهوءَ جي حق تلفي ٿي هجي ته ان جي تلافي ڪري ۽ ان کان معافي وٺي. جيڪڏهن ڪنهن سبب جي ڪري ائين ممڪن نه هجي (مثال طور اهو ماڻهو فوت ٿي ويو هجي) ته ان جي حق ۾ ڪثرت سان استغفار ڪيو وڃي.
چوٿون: صغيره گناهن جي معاف ڪرڻ وارا نيڪ عمل مثال طور نفلي نماز، نفلي روزو، نفلي صدقو ۽ خيرات وغيره ڪثرت سان ڪيا وڃن. ليڪن هيءَ ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته ڪنهن به صغيره گناهه کي

ڇاڻي واڻي، دائمي ڪرڻ ان کي ڪبيره گناهہ ٺاهي ڇڏي ٿو. جنهن جي لاءِ توبہ ڪرڻ ضروري آهي. نيڪ عملن سان خودبخود معاف ٿيڻ وارا صغيره گناهہ صرف اهي آهن جيڪي لاشعوري طور انسان کان ٿي وڃن ٿا. مٿي ذڪر ڪيل حڪمن جي پابندي ڪرڻ کان پوءِ الله تعالي ۾ قوي اميد رڻ گهرجي تہ اهو پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان ضرور دوزخ جي عذاب کان بچائيندو ۽ پنهنجي نعمت ڀريل جنت ۾ داخل ڪندو.

**حسبنا ڪتابُ الله و سنت نبيہ:**

رسول اڪرم صلى الله عليه وسلم جي وفات مبارڪ کان اڳ الله تعاليٰ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان دين اسلام کي پوري طرح مڪمل ڪري ڇڏيو هو. ارشاد باري تعاليٰ آهي.... ”يعني اڄ مون توهان جو دين مڪمل ڪري

ڇڏيو آهيۍ (سورة مائده، آيت نمبر 3)، پاڻ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو آهي.... يعني مان هڪ چٽي ۽ روشن شريعت کڻي توهان وٽ آيو آهيان (مسند احمد). هڪ ٻئي جاءِ تي ارشاد نبوي صلى الله عليه وسلم آهي .... يعني منهنجي شريعت جي رات بہ ڏينهن وانگر روشني آهي (ابن ابي عاصم). جيئن هن دين۾ هاڻي ڪنهن بہ اضافي جي ضرورت نہ آهي ۽ نہ ئي ڪا ڳالهہ لڪل ۽ غير واضح ڇڏي وئي آهي.

1. مٿي ذڪر ڪيل سيني گناهن جي باري ۾ امام ذهبي رحمت الله عليہ قرآن ۽ حديث جي حوالن سان ثابت ڪيو آهي تہ اهي سمورا گناهہ، گناهہ ڪبيره آهن. دليلن سان دلچسپي رکڻ وارن کي امام

موصوف جي ڪتاب ”ڪتاب الڪبائر“ جو مطالعو ڪرڻ گهرجي.

عقيدن جو معاملو هجي يا عبادت جي حقن جو معاملو هجي يا معاشرت جو، ترغيب (لالچ) جو معاملو هجي يا ترهيب (ڏيڇارڻ) جو سيني شين جي باري ۾ جيترو ڪجهه ٻڌائڻ ضروري آهي اهو الله ۽ الله جي رسولﷺ ٻڌائي ڇڏيو آهي. جنت جي لاءِ ترغيب همٿائڻ ۽ دوزخ کان ترهيب (ڊڄ) جي لاءِ جن جن ڳالهين جي ضرورت هئي اهي سڀ جون سڀ الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمائي ڇڏيون آهن. قرآن مجيد جو ڪوبہ صفحو اهڙو نہ آهي جنهن تي ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ جنت يا دوزخ جو تذڪرو موجود نہ هجي. قرآن مجيد جي هڪ سئو چوڏهن سورتن مان هڪ وڏو تعداد اهڙين سورتن جو آهي جيڪي صرف

حشر نشر، حساب ڪتاب ۽ جنت ۽ دوزخ جي مضمونن تي مشتمل آهي. رسول اڪرم صلى الله عليه وسلم حديثن ۾ انهن جو وڏيڪ تفسير ۽ وضاحت فرمائي آهي. ان جي باوجود اسان وٽ جنت ۽ دوزخ جي موضوع تي لکيل ڪتابن ۾ ترغيب يا ترهيب جي لاءِ من گهڙت قصا ۽ ڪهاڻيون(1) بزرگان دين جا خواب، اولياءَ ڪرام جا مراقبا ۽ مڪاشفا ۽ ضعيف ۽ گهڙيل روايتون وڏي اهتمام سان بيان ڪيون ويون آهن. اسان جي خيال ۾ اهي سڀ شيون اسلامي شريعت ۾ اضافو آهن جيڪو نهايت گمراهه ڪندڙ ۽ باطل طريقو آهي. هن طرز عمل ۾ الله ۽ ان جي رسول صلى الله عليه وسلم جي ڇٽيءَ طرح نافرماني ۽ مخالفت ڏسڻ ۾ اچي ٿي ارشاد باري تعاليٰ آهي.......

1. صفر 1420هه ۾ مديني منوره جي قبرستان ”بقيع الغرقد“ ۾ پيش اچڻ واري هڪ واقعي جي سعودي

عرب ۾ تمام گهڻي تشهير ڪئي وئي جيڪا بعد۾ پاڪستاني اخبارن ۾ بہ ڇپي. واقع جو خلاصو هي آهي تہ هڪ تارڪ نماز جو جنازو جڏهن دفن ڪرڻ جي لاءِ آندو ويو تہ هڪ وڏو ازدها نانگ ان ميت جي چوڌاري ويڙهجي ويو. اشتهار ۾ نماز جي ترهيب واريون حديثون بہ ڏنيون ويون هيون. ڪن اهل علم جڏهن انهيءَ واقعي جي تحقيق ڪئي تہ معلوم ٿيو تہ اهڙو ڪوبہ واقعو پيش نہ آيو آهي. رڳو ماڻهن کي ترڪ نماز جي گناهہ کان ڊيڄارڻ جي لاءِ ائين ڪيو ويو هو. واقعي جي ترديد جده جي اردو روزنامہ ”اردو نيوزءِ 10 ڊسمبر 1999ع مطابق 30 جماد الاوليٰ 1420ھ ۾ بہ ڇپجي چڪي آهي.

دين اسلام جو بنياد ٻن وڏين ڇٽين ۽ روشن شئين تي آهي. الله جو ڪتاب ۽ رسول اڪرم صلى الله عليه وسلم جي سنت.

اسان جو عقيدو ۽ ايمان انهن ٻن شين کان اڳتي وڌڻ جي اسان کي اجازت نٿو ڏئي ۽ نہ ئي وري اسان پنهنجي اندر ۾ اهڙي همت سمجهون ٿا تہ بزرگان دين جي خوابن، اکابرين جي مراقبن ۽ اولياءَ ڪرام جي مڪاشفن يا وري پيرن فقيرن جي من گهڙت قصن ۽ ڪهاڻين کي ماڻهن جي سامهون الله جو دين ٺاهي پيش ڪريون ۽ قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ جي عدالت ۾ ڏوهارين جي حيثيت ۾ پيش ٿيون.... (مان الله جي پناهہ ٿو گهران هن ڳالهہ کان تہ مان جاهلن مان ٿيان). الله جي رسول صلى الله عليه وسلم امت کي خود اهو تاڪيد ڪيو آهي تہ گمراهي کان بچڻ جو صرف هڪڙو طريقو آهي ۽ اهو اهو تہ الله جي ڪتاب ۽ منهنجي سنت کي مضبوطيءَ سان پڪڙي رکو. ارشاد نبوي صلى الله عليه وسلم آهي..... يعني مان توهان جي وچ ۾ اها شيءِ ڇڏي وڃي رهيو آهيان جنهن کي پڪڙي رکندو

تہ ڪڏهن بہ گمراهہ نہ ٿيندو ۽ اهو آهي الله جو ڪتاب ۽ ان جي نبي صلي الله عليہ وسلم جي سنت (مستدرڪ حاڪم). اسان الله جي رسول صلى الله عليه وسلم جو حڪم ٻڌو ۽ اطاعت ڪئي "سمعنا واطعنا۽ هدايت ۽ نجات جي لاۓ الله جي ڪتاب ۽ ان جي رسول صلى الله عليه وسلم جي سنت اسان جي لاۓ ڪافي آهي. ان ڪان علاوه ڪنهن ٻين شيۓ ڏانهن ڏسڻ جي نہ اسان کي ضرورت آهي ۽ نہ حاجت....

قارئين ڪرام! ڪتاب النار اصل ۾ ڪتاب الجنت جو ٻيون حصو آهي جنهن کي ضخامت وڏي هجڻ جي ڪري گهٽائڻو پيو. اُميد آهي تہ ان مان ٻنهي حصن جي افاديت۾ ڪوبہ فرق نہ پوندو. انشاءَ الله. بارگاهہ رب العزت۾ عاجزانہ دعا آهي تہ اهو ڪتاب جنت ۽ ڪتاب النار کي ترغيب ۽ ترهيب جو بهترين ذريعو

ٿاهي عوام الناس جي لاءِ فائديمند بنائي. ڪتاب جي سيني فصلن کي پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان شرف قبوليت ۽ عطا فرمائي ۽ انهن غلطين ۽ ڪوتاهين کي درگذر فرمائي. آمين!

حديثن جي صحت جي باري ۾ شيخ محمد ناصرالدين الباني رحمت الله جي تحقيق کان استفادو ڪيو ويو آهي. حوالن جي آخر ۾ نمبر موصوف جي ڪتابن جو ڏنو ويو آهي.

آخر ۾ واجب الاحترام علماءَ ڪرام جو شڪريو ادا ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو جو ”تفهيم السنة“ جي تاليف جي دوران منهنجي رهنمائي فرمائيندا رهيا آهن ۽ پنهنجي قيمتي مشورن سان پڻ نوازيندا رهيا آهن. ان کان علاوه پنهنجي انهن رفيقن جي لاءِ به دعاگو آهيان جيڪي اشاعت حديث جي هن اهم منصوبي ۾

گذريل پندرهن سالن کان وک وک ۾ ملائي هلي رهيا آهن.........

قارئين حضرات! هاڻي اچو تہ سيئي ملي پنهنجي بزرگ و برتر پاڪ رب ڪريم جي بارگاهہ ۾ جهنم کان پناهہ گهرڻ جي دعا ڪريون. بيشڪ اهو دعائن جو ٻڌڻ وارو ۽ قبول ڪرڻ واو آهي.......

اي اسان جا پيدا ڪرڻ وارا جليل ۽ ڪريم رب! تون اسان جو مالڪ ۽ اسان تنهنجا مملوڪ آهيون. تون اسان جو حاڪم ۽ اسان تنهنجا محڪوم آهيون. تون هر ڳالهہ ۾ وس وارو ۽ اسان مجبور ۽ مغلوب آهيون. تون بي نياز ۽ بي پرواهہ آهين ۽ اسان محتاج آهيون. تون غني ۽ اسان فقير آهيون. اسان جون پيشانيون تنهنجي هٿ ۾ آهن، اسان جا فيصلا تنهنجي اختيار ۾ آهن.

اي عزت ۽ عظمت وارا اسان جا پاڪ رب! تنهنجي پناهہ کان سواءِ اسان جي لاءِ ڪا پناهہ نہ آهي، تنهنجي سهاري کان سواءِ اسان جي لاءِ ڪو سهارو نہ آهي، تنهنجي در کان سواءِ اسان جي لاءِ ڪو ٻيو در نہ آهي، تنهنجي آستاني کان سواءِ اسان جي لاءِ ڪو آستانو نہ آهي، تنهنجي رحمت اسان جي سفر جو توشو ۽ تنهنجي معرفت اسان جو سرمايو آهي.

اي قدرتن وارا، برڪتن وارا، خوبين وارا، شان وارا، مٿاهين ۽ وڏائي وارا اسان جا پاڪ رب! تو خود ئي فرمايو آهي تہ دوزخ تمام برو ٺڪاڻو آهي، ان جو عذاب ساهہ سان چنبڙڻ وارو آهي؟ ان ۾ داخل ٿيڻ وارو نہ زنده رهندو ۽ نہ مرندو. پوءِ تو جنهن کي دوزخ ۾ وڌو تہ اهو تہ خوار ئي ٿي ويو.

اي غفار، ستار، رحمان ۽ رحيم اسان جا رب! اسان پنهنجو پاڻ تي ظلم ڪيو آهي. اسان پنهنجن سمورن صغيرن ۽ ڪبيرن، ظاهري ۽ لڪل، ڄاڻي واڻي ۽ اڻڄاتل، معلوم ۽ نامعلوم گناهن جو اقرار ڪريون ٿا. تنهنجي عذابن ۽ عقوبتن کان ڊڄون ٿا. دوزخ کان تنهنجي پناهہ گھرون ٿا ۽ هر انهيءَ قول ۽ فعل کان بہ تنهنجي پناهہ گھرون ٿا جيڪو دوزخ جي ويجھو وٺي وڃڻ وارو آهي.

اي سلامتي وارا، امن ڏيڻ وارا، گناهہ معاف ڪرڻ وارا ۽ عيبن جي پرده پوشي ڪرڻ وارا پاڪ رب! جهڙي طرح تو هن دنيا ۾ پنهنجي رحمت سان اسان جي گناهن تي پردو وجهي ڇڏيو آهي اهڙي طرح قيامت جي ڏينهن بہ پنهنجي رحمت سان اسان جي گناهن تي پردو وجهي ڇڏجانءِ ۽ اسان کي ان ڏينهن ذلت ۽ خواري کان محفوظ رکجانءِ.

اي عرش عظيم جا مالڪ! آسمانن ۽ زمين جا مالڪ، روز جزا جا مالڪ، شهنشاهن جا شهنشاهہ، حاڪمن جا حاڪم پاڪ رب! جيڪڏهن تو اسان تي رحم نہ ڪيو تہ پوءِ تون ئي ٻڌاءِ تہ اسان تي رحم ڪير ڪندو؟ جيڪڏهن تو اسان جا گناهہ معاف نہ ڪيا تہ اسان جا گناهہ ڪير معاف ڪندو؟ جيڪڏهن تو اسان کي پناهہ نہ ڏني تہ اسان کي ڪير پناهہ ڏيندو؟ جيڪڏهن تو اسان کي دوزخ کان نہ بچايو تہ اسان کي ڪير دوزخ کان بچائيندو......

اي جبرائيل، ميڪائيل، اسرافيل ۽ صلى الله عليه وسلم جا پاڪ رب! اسان دوزخ کان تنهنجي پناهہ گهرون ٿا ۽ تنهنجي رحمت کان اها اميد رکون ٿا تہ قيامت جي ڏينهن تون اسان کي مايوس نہ ڪندين.... ۽ مان الله تعاليٰ ﷻ اميد رکان ٿو تہ جزا واري ڏينهن اهو

منهنجون خطائون معاف ڪندو. (سورة شعرا آيت نمبر 82)

....

محمد اقبال ڪيلاني عفي الله عنہ
9، رمضان المبارڪ 1420ھ
17 ڊسمبر 1999ع (جمعت المبارڪ)
رياض، سعودي عرب

اي اسان جا رب!
اسان کان دوزخ جو عذاب ڦيري ڇڏ. ان جو عذاب تہ چنبڙي وجڻ وارو آهي. بيشڪ دوزخ تمام برو ٺڪاڻو ۽ تمام بري جاءِ آهي.

(سورة فرقان آيت 65_66)